ميڪسم گورڪيءَ جي مشهور ناول "ماءُ" جو ترجمو

# امڙ



ميڪسم گورڪي

محمد عثمان ڏيپلائي



# ماءُ

مئڪسم گورڪي

---

گوبند مالهي



روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو
1991ع




ڇپائيندڙ: مغل چانڊيو، سرڪيوليشن مئنيجر.

ڇپيندڙ: ايم خان پرنٽنگ پريس نزد حيدر چوڪ، گاڏي کاتو حيدرآباد سنڌ.

ڇاپو: ٻيو

سال: 1991ع

قيمت 50/-

# مئڪسم گورڪي ۽ ماءُ

— گورڪي نه صرف سوويت روس جو، بلڪ دنيا جو اعليٰ انقلابي اديب ٿي گذريو آهي. هو ننڍي عمر ۾ ئي يتيم ٿي پيو ۽ محنت مزدوري ڪري پيٽ پاليندو رهيو. گهرو نوڪر ٿي رهيو، دڪان تي ملازم ٿي رهيو؛ درڪي تي مزدور ٿي رهيو، گهورڙيو، باغبان، نانوائي ٿي رهيو ۽ آخر ڪارخاني ۾ مزدور ٿي رهيو. مزدور طبقي سان ساٿ ڏيندي جيل ۾ ويو ۽ جلاوطن رهيو. جڏهن لکڻ شروع ڪيائين ته جهٽ پٽ مشهور ٿي ويو ڇاڪاڻ ته سندس ادب ۾ تازگي، قوت ۽ نواڻ موجود هئي. ذاتي تجربن ۽ ويجهائي کان ڏٺل وائٺل زندگيءَ جا چٽ چٽيندي، هو ٽالسٽاءِ ۽ چيخوف جهڙن اعليٰ ساهتڪارن کان گوءِ کڻي ويو.

١٩١٧ع ۾ جنگ هلندي رومن رولنڊ جهڙي جڳ مشهور فيلسوف اديب گورڪيءَ بابت لکيو، "هن ۾ مظلومن، گولڪن ۽ بکايل عام ماڻهن جي حمايت ۾ قلم کڻڻ جي جرئت آهي. هو اعليٰ ڪلاڪار آهي. پاڻ مصيبت زده زندگي گذاري اٿس. تنهن ڪري ئي مصيبت زده ماڻهن جي وڪالت چڱيءَ ريت ڪري ٿو سگهي، دنيا ڀر ۾ مشهوري حاصل ڪندي به مظلومن کي وساري ڪين ويٺو آهي. مان اهڙي مهان ڪلاڪار تي شرڌا نجلي ڀيٽ ٿو چاڙهيان."

روسي انقلاب جي ڪاميابيءَ بعد گورڪي هڪايڪ جوش خروش سان دنيا جي محنت ڪش مزدورن جي حمايت ڪرڻ لڳو. ١٩٣٦ع ۾ هن دم ڏنو. هن جي وفات سان دنيا هڪ اعليٰ، انسانيت پرست ڪلاڪار وڃايو، پر دنيا جي عوام جي رهبريءَ لاءِ هن جو ادب موجود آهي. هن جو ادب امر آهي ۽ ان سان

ڪِلَ گورڪيءَ جو نالو به امر رهندو.

گورڪيءَ جون تصنيفون دنيا ۾ جي مکيه ٻولين ۾ شايع ٿي مقبوليت حاصل ڪري چڪيون آهن. سندس بهترين ناول "ماءُ" جون جدا جدا ٻولين ۾ لکين ڪاپيون وڪامي چڪيون آهن ۽ اڃا به وڪامن پيون. "ماءُ" بابت لينن چيو هو، "هن ڪتاب روسي انقلاب کي وڏي همٿ ڏني آهي. لکين محنت ڪش انسانن ۾ هن ڪتاب جاڳرتا ڦهلائي هوندي."

دنيا جي ڪنهن به ملڪ جو اتهاس اعليٰ مائرن جي مثالن کان واجهيل نه آهي. دنيا ۾ جي اعليٰ شخصيتن جي وڏائي ۽ هستي، گهڻي ڀاڱي سندن اعليٰ مائرن جي بدولت آهي. اهي مائرون پنهنجن ٻارن ۾ ننڍي هوندي کان وٺي، ديش ڀڳتي، انسانيت بجاءِ، ڪنهن اوچي آدرش لاءِ مري مٽجڻ لاءِ ڀاسون ڀاسينديون آهن. تنهن کان پوءِ به زندگيءَ ۾ قدم قدم تي سندن رهبري ڪنديون رهنديون آهن. مگر "ماءُ" جي نائڪا نلووِنا نرالي ماءُ آهي. جيستائين هن جو مڙس جيئرو آهي، تيستائين هن جو ڌيان ٻاجي به پنهنجي پٽ پاويل ڏانهن نٿو وڃي. پر وڌوا بڻجڻ بعد جڏهن هوءَ پنهنجين آشائن اميدن ۽ حسرتن مسرتن جي مرڪز اڪيلي پٽ ڏانهن متوجه ٿئي ٿي، تڏهن ڏسي ٿي ته هو زندگيءَ جي نرالي راهه، سچ ۽ انصاف جي ڪنڊن ڇانئين وات پڪڙي محڪم بيٺو آهي. هوءَ سوچي ٿي — پاويل کي پڪڙي جيل ۾ وڌو ويندو، سختيون ڏنيون وينديون ۽ شايد ڦاسيءَ تي پوءِ.... هوءَ ڪنهن جي لاءِ جيئري رهندي، ڪنهن جي سهاري حياتيءَ جا باقي ڏينهن بسر ڪندي؟ نلووِنا جي من ۾ ماءُ جي عجيب ممتا ڪر موڙي اٿي ٿي. هوءَ مايوس، منجهيل ۽ هراسيل هوندي به پٽ جي ڪارگذارين ۾ دلچسپي وٺڻ لڳي ٿي، ۽ آخر.... پٽ جي نقش قدم تي هلڻ لڳي ٿي. هوءَ صرف پاويل جي ماءُ نٿي رهي، روسي محنت ڪشن جي ماءُ نٿي رهي؛ بلڪ دنيا ۾ جي ستايلن، پيڙيلن، مزدورن،

هارين ۽ محنت ڪشن جي ماءُ بڻجي ٿي پوي. ”ماءُ“ جو اهڙو بي نظير چٽر گورڪيءَ جهڙي بلند پايه مارڪسوادي فنڪار کان سواءِ ٻيو ڪير چٽي سگهي ٿو؟

سنڌي ادب جو چمن هوڙي سندر، سگنڌ ڀرئي گل کان وانجهيل هو. مان ان کي پيش ڪندي خوشيءَ مان ڦولبو نٿو سمائجان.

١٥-٤-١٩٥٣ع

گوبند مالهي







# ( 1 )

## ٥

اها مزدورن جي بستي هئي. صبح جو سوير ڪارخاني جي سيٽي وڄندي ئي زالون مرد مزدور پنهنجن جهوپڙين مان نڪري اکيون مهٽيندا، ڪڙ موڙيندا ڪارخاني ڏانهن وڌندا هئا؛ ۽ ٿوري دير ۾ ان بستيءَ جي مٿان دونهين جا ڪڪر ڇانئجي ويندا هئا؛ سارو ڏينهن مزور ڪارخاني ۾ ڪلن ۽ پرزن کي ڦيرائيندا رهندا هئا ۽ سڄي بستي ٻڪين جي اڃ لاءِ به سڪندي ترسندي رهندي هئي.

سنجها ٿئي مزدور ان روبي راڪاس ڪارخاني جي وات مان نڪري، پنهنجن گهرن ڏانهن موٽندا هئا. سندن سڄو ڪارخاني جي پيٽ چڙهي ويندو هو ۽ مشينون هر ڪنهن مزور مان رت ست چوسي وٺنديون هيون. انسان موت ڏانهن چوويهه ڪلاڪ اڳتي وڌي ويندا هئا. تنهن هوندي به رات جي آرام جي آس ۽ کاڌي جي لذت جي يادگيري هنن جي دلين ۾ جيئڻ لاءِ چتن پيدا ڪري ڇڏيندي هئي، توڙي جو کين نه رات جو جوڳو آرام نصيب ٿيندو هو ۽ نه کاڌو صحت بخش.

سالن جي ٿڪاوٽ مزدورن جي سرين کي چڪنا چور ڪري ڇڏيو هو ۽ سندن دل جي ڪٽ جهڙي ويئي هئي. ٿڪاوٽ دور ڪرڻ لاءِ هو شراب جام پيئندا هئا. نشي ۾ ٽٻ ٿي گهر موٽندا هئا ته ڪارخاني ۾ کاڌل ڇڙين ۽ گارين جو بدلو پنهنجن نرمل نارين کي بدا شدا ڳالهائڻ ۽ مارڻ سان وصول ڪندا هئا.

۽ ان بستيءَ جو نوجوان طبقو ـ صحت، اتساهه ۽ فضيلت کان وانجهيل ـ پنهنجي جوانيءَ جو جوش جهيڙن جهڳڙن ۾ صرف ڪندو هو. هرهڪ گهر جا نوجوان رات جو دير دير سان گهر

واپس ورندا هئا. شراب ۾ مخمور، ڪپڙا مٽيءَ ۾ ڪچري سان ڀريل ۽ بدن جو ڪو نه ڪو عضوو زخمي ٿيل. ڪيترا دفعا پنهنجي اولاد کي ڪُٽي تان بي سرتيءَ حالت ۾ گهر آڻيندا هئا. نوجوان انهن افعالن سان پنهنجن مائٽن جون مارون به کائيندا هئا پر پنهنجن حرڪتن کان باز نه ايندا هئا.

نه معلوم ڪڏهن کان جيون جي ڌارا ڪجهي گندي روپ سان وهندي ٿي وئي؟ ڪڏهن ڪنهن ان باري ۾ سوچڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي هئي ۽ نه وري ڪڏهن ڪنهن ان کي بدلائڻ جي ڪا ڪوشش ئي ڪئي هئي.

ڪڏهن ڪڏهن ٻاهران ڪي نوان مزدور ايندا هئا. اول ان بستيءَ جا مزدور ڏاڍي چاهه ۽ اتساهه سان، انهن جون ڳالهيون ٻڌندا هئا، پر جڏهن ڏٺائون ته هر ڪنهن هنڌ زندگي بي رس، گندي ۽ نواڻ کان خالي هئي ته سندن شوق ۽ امنگ ٺپ ٿي ويو. جڏهن سڀني هنڌ مزدورن جي حالت ساڳي هئي ته پوءِ آيل مهمانن سان ڳالهيون ئي ڇو ڪن؟

اتفاق سان ڪو نئون آيل مزدور نئين قسم جون ڳالهيون ڪندو هو ته بستيءَ جا مزدور هن سان دلڳيري ڪونه ڪندا هئا، باقي هن جون ڳالهيون ڌيان سان ٻڌندا هئا. هن جون ڳالهيون ٻڌي ڪي مزدور الڏي جذبي ۾ اچي ويندا هئا، ۽ ڪي ڊپ ۾ ڀرجي ويندا هئا. ڪي اهڙا به هوندا هئا، جو آئينده جي هلڪي ڌنڌلي چمڪ تي جوش ۾ اچي ويندا هئا ۽ سڀني تهائين وڌيڪ شراب پيئندا هئا ته جيئن غير ضروري خطرناڪ جذبات کان سندن پلاند آجا رهن. ڪنهن اجنبيءَ کي پاڻ کان ٿورو ئي نرالو ڏسي، هو ڪانئس دور دور رهندا هئا. هنن کي انديشو رهندو هو ته ڪٿي، هو سندن ماڻي ۽ يڪسان هلندڙ زندگيءَ ڪا حرڪت نه پيدا ڪري، ڪٿي ان کي بدلائي نه وجهي. جيڪو به نرالي ڍنگ جون ڳالهيون ڪندو هو ته هن کان ڪڏ ڪائي ڪناري ڪشي ڪندا هئا. بهتر زندگيءَ جي آس ڪي هو انهن سمجهندا

هتا ته سندن زندگيءَ ۾ جيڪا نئين تبديلي ايندي، سا سندن لاءِ ڪا وڌيڪ مصيبت کڻي ايندي.

پنجاهه ورهيه اهڙي وايو منڊل ۾ گذاري، هڪ مزدور موت جي آغوش ۾ هليو ويو.

هو مائيڪل ولاسوو هو. هو ڪارخاني ۾ بهترين ڪلف ٺاهيندڙ هو ۽ بستيءَ ۾، سندس جهڙو بهادر ٻيو ڪونه هو. پر هن جو سڀاءُ جهيڳڙالو هو. نرماڻي ۽ فضيلت سان ته هو ڳالهائي ڪين ڄاڻندو هو. هو ڪارخاني جي سپرنٽينڊنٽ ۽ فورمن سان اڻڳکي نموني پيش ايندو هو، تنهن ڪري ڪمائيندو گهٽ هو. هر ڪنهن موڪل واري ڏينهن تي هو ڪنهن نه ڪنهن کي مار ڪٽيندو هو، تنهن ڪري هر ڪو ڪانئس ڊڄندو هو ۽ ڏانهنس نفرت جي نگاهه کڻي نهاريندو هو.

موت ۾ ڪيس مارڻ جون ڪيتريون ئي ڪوششون ٿيون پر بيڪار ثابت ٿيون. هٿ ۾ وڏو پٿر يا ڪاٺيءَ جو ٽوڙٽ جهلي، اکين ۾ شوخي ڀري، نراڙ ۾ گهنج وجهي هو دشمن کي للڪاريندو هو، "ڪنهن کي موت گهرجي؟"

موت جو ڪٽپ" ڪنهن کي ڪونه هوندو هو. سڀ هن جي ڀوائتي صورت ڏسي کسڪي ويندا هئا.

هو ڏاڍو ٿورو ڳالهائو هو ۽ 'ڪتي جا ڦر!' هن جي دلپسند گار هئي. مل جي اختياريءَ وارن ۽ پوليس کي به اها گار ڏيندو هو گهر ۾ گهڙي پنهنجي زال کي به ان گار سان ڪمگاريندو هو، "ڪتي جي ڦر، ڏسين نٿي منهن جا ڪپڙا ڦاٽي ويا آهن؟"

جڏهن هن جو پٽ پاويل چوڏهن سالن جو نمگر هو، تڏهن هڪ ڏينهن ولاسوو کي سڌ ٿي ته هڪ دفعو وري هن جا وار پٽيان، پر پاويل هڪ ڳورو مترڪو هٿ ۾ کڻي شوخيءَ سان کيس چيو، "مون کي هٿ نه لاءِ!"

"ڇا؟" هن پنهنجي لوڪڙ پٽ مٿان وڻ جي ڇانوَ

جهان ورلدي غضب ناڪ ڪاوڙ سان ڀڄيو.

"گهڻو ٿيو." پاويل چيو، "مان هاڻي اهڙو سٺو پنهنجو پاڻ تنهنجي حوالي ڪين ڪندس."

۽ پنهنجون ڪاريون اکيون ڦاڙي سرڪو هوا ۾ ڦيرايائين. هن جي پيءُ هن ڏانهن نهاريو، پنهنجا سخت هٿ پٺيءَ پويان وراڻي ڇڏائين ۽ مرڪندي چيائين، "ڇڱو."

پوءِ آيو ساهه کڻيائين ۽ چيائين، "اوهه، ڪتي جا ڦر!"

۽ ان واقعي کان ٿورو پوءِ پنهنجي زال کي چيائين، "هن کان پوءِ مون کان پئسا نه گهرج. هاڻ تنو کي پاشا کٽي کارائيندو."

"۽ تون سڀ پئسا داروءَ پٺيان دف ڪندين؟"

"ان سان تنهنجو ڪو واسطو ڪونهي، ڪتي جي ڦر!"

ان وقت کان وٺي، ٽن سالن تائين مرندي مري ويو، پر پٽ ڏانهن ڪو ڌيان ڪونه ڏنائين، هن سان ڳالهن به چپ به ڪين چوريائين.

ولاسوو کي هڪ وڏي ۽ بدزهري ڪتي هئي. اها هر صبح جو ساڻس گڏ ڪارخاني ڏانهن ويندي هئي ۽ هر شام جو ڪارخاني جي ڦاٽڪ وٽ سندس اوسيڙو ڪندي هئي. ولاسوو نشي ۾ چور ٿي گهر ايندو هو ۽ پنهنجي ڪتيءَ سان ساڳيءَ ٿالهيءَ ۾ گڏ ويهي کاڌو کائيندو هو. هو نه ته ڪتيءَ کي ماريندو هو، نه ئي ڪيس پڇڪاريندو هو. کاڌي بعد وري وسڪيءَ جي بوتل کولي شراب پيئڻ لڳندو هو. گڏو گڏ ڳائڻ لڳندو هو. هن جو آواز بگهڙ جي ڪڪن سان ملندڙ هو ۽ ڳائيندي ڳائيندي سمهي پوندو هو ۽ ڪتي به سندس پاسي ۾ سمهي پوندي هئي.

هو مئو ته ڏاڍي تڪليف سان مئو. پنجن ڏينهن تائين هو هنڌ ۾ ايڏو ڦٿڪندو رهيو. بدن سڄو ڪارو ٿي ويس ۽ ڪمپ چڙهيل اکيون سڄو وقت بند هيس. رکي رکي زال کي چوندو رهيو، "مون کي زهر آڻي ڏي."

سندس زال کان رهيو نه ٿيو ۽ ڊاڪٽر کي گهرايائين. ڊاڪٽر آپريشن جي صلاح ڏني. ولاسوو مڇرجي آنيو، "وڃي جهنم ۾ پئو. مان پاڻهي مرندس، ڪتي جا ڦرا!"

ڊاڪٽر جي وڃڻ بعد جڏهن جوٽس آپريشن ڪرائڻ لاءِ منٿون ڪيس ته چيائين، "مان تندرست ٿيندس ته تنهنجي لاءِ ٺيڪ نه ٿيندو."

سويل صبح جو ڪارخاني سيٽي هڻي، مزدورن کي ڪم تي چڙهڻ جو ڇتاءُ ڏنو ۽ ٺيڪ اوڏي مهل ولاسوو دم ڏنو. هن جي زال ۽ پٽ بستيءَ جي ڪن شرابين ۽ لفنگن جي مدد سان، کيس کي دفن ڪيو. ڪيترن مزدورن هن جي موت تي سامت جو ساهه کنيو. جوٽس ٻه چار گونگا ڳوڙها ڳاڙيا، پاويل بنهه ڪونه رنو. جيڪي هن کي دفنائڻ ويا، سي هن کي دفنائي ترت هليا آيا. ليڪن هن جي ڪتي اتي ترسي پيئي ۽ آليءَ مٽيءَ تي ويهي "ڪؤن ڪؤن" ڪرڻ لڳي.

## ( 2 )

پيءُ جي موت کان ٻه هفتا پوءِ، آچر جي ڏينهن شام جو پاويل نشي ۾ ٽُب ٿي گهر آيو. در ڪڙڪائيندي اڳ واري ڪمري جي ڪنڊ ۾ ويهي، پيءُ جهڙان ميز تي مڪ هڻي رڙ ڪيائين، "ڪاڏو!"

ماءُ هن ڏانهن وڌي ويئي، هن جي پرسان ويٺي ۽ هن جي چوڌاري ٻانهون ورائي، هن جو مٿو پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳايائين. هن پنهنجو هٿ ماءُ جي ڪلهي تي رکي، هن کي پري ڌڪيو ۽ چيائين، "امان، جلدي ڪر!"

"بيوقوف ڇوڪرا!" ماءُ درديلي، ممتا ڀري آواز ۾ چيو.

"مان ڇڪڻ به شروع ڪندس. بابي جو ٻانهپ آئي ڏينهن."

اهو پهريون ڀيرو هو جو پاويل شراب پيتو هو. شراب هن جي بدن کي لستو ڪري ڇڏيو هو، پر هن جو دماغ اڃا سجاڳ

هو. ماءُ جي ٻانهن ۾ هن کي ڏکي اٿاريو ۽ هن جي اکين ۾ اداسائيءَ جي جهلڪ ڏسي، هو وياڪل ٿي ويو. هن زال چاهيو ۽ پاڻ کي روڪڻ لاءِ، هو ڏيک ڏيڻ لڳو ته ڄاڻيو گهڻو نشو چڙهيل هوس.

ماءُ هن جي ڪنڌ ڦل وارن کي سنوارڻ لڳي ۽ جهڪي آواز ۾ چيائين، ”تون ائين ڇو ڪيو؟ تو کي ائين ڪرڻ نه کپندو هو.“

ماءُ هن کي هنڌ تي لٽايو ۽ سندس زرد پيشانيءَ تي آلو ٽوال رکيائين. هن وات ۾ عجيب ڪڙو سواد محسوس ڪيو ۽ خماريل نيڻن سان ماءُ جي ويڪري منهن تي نظر وڌائين. هو سوچڻ لڳو، ”مون شايد وقت کان اڳ پيئڻ شروع ڪيو آهي.... مان ته پاڻ کي بيمار پيو پائيان.“

ڪٿان پريان ماءُ جو نرم آواز آيو، ”تون به جيڪڏهن پيئڻ لڳندي ته مون لاءِ ڪهڙي قسم جو ڪمائيندڙ ٿيندين؟“

هن پنهنجو اکيون زور سان ڀڪوڙيون ۽ ورائيائين، ”هر ڪو پيئندو آهي.“

ماءُ ڏکيو ساهه کنيو. اهو درست هو. کيس خبر هئي ته گني کان سواءِ ٻي اهڙي ڪا جاءِ ڪانه هئي، جتي وڃي ماڻهو دل بهلائين ۽ ٽڪ پين. وسڪيءَ جي ذائقي کان سواءِ ڪين ٻي ڪا لذت ميسر ڪانه هئي. تنهن هوندي به چيائين؛ ”تون دراون نه پيءُ. پڻهين منهنجي تنهنجي بدران گهڻو ئي پي ڇڏيو ۽ هن مون لاءِ ڪافي ذلت مصيبت آندي. ڇا تون مون تي قياس نه ڪندين؟“

اهو ٻڌندي پاويل جي ڪلپنا ۾ گذريل زندگيءَ جا ڪيترا چتر ڦري آيا. هن اڄ ڏينهن تائين ماءُ جو سچو سروپ نه ڏٺو هو. پٽس جي جهڙي ته ماڻس جي ڪا حيثيت ئي ڪانه هئي. ڪوبه ڏانهس نهاريندو به نه هو. هوءَ ٿورو ڳالهائيندي هئي ۽ سڄو ڏينهن گهر جي ڪم ڪاج ۾ هڄندي رهندي هئي. اڄ اوچتو ئي اوچتو هوءَ پنهنجي صحيح روپ ۾ سندس سامهون آئي. ڪوملتا

ٻاجھہ ۽ پنهنجائپ جي احساس جو عجيب ميلاپ اکين ۾ سمائي. هن اکيون کولي ماءُ ڏانهن نهاريو.

ماءُ جي اکين مان بي اختيار لڙڪ لڙي پيا هئا.

”روءُ نه،“ هن نرم لهجي ۾ چيو، ”مون کي پيئڻ لاءِ ڪجهہ ڏي.“

ماءُ اٿي ۽ چيائين، ”مان توکي برف جو پاڻي آڻي ٿي ڏيان.“

۽ جڏهن هوءَ موٽي، تڏهن اڳيئي هن کي ننڊ کڻي ويئي هئي. هوءَ گهڙي ساعت هن مٿان بيٺي ۽ پاڻ کي سامت ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. هن جا هٿ ڏڪيا ۽ برف گلاس سان ٽڪرائي. پوءِ گلاس ميز تي رکي، هوءَ ڀت تي ٽنگيل مقدس مورت اڳيان نمي ۽ ساڻتيڪي انداز ۾ هٿ جوڙيائين.

ولاسوو ڪٽنب جي نئين گهر ۾ زندگي بدستور ساڳيءَ طرح رڙهندي رهي، پر اڳيئون کان ڪي قدر ماٺيڻي ۽ گوڙ گهمسان کان سواءِ، آس پاس جي ماحول کان هي گهر ڪنهن حد تائين ڦريل هو.

ظاهري طرح پاويل ٻين نوجوانن جيان ٿي هلڻ لڳو. ڪارخاني ۾ ويندو هو، رنگين ڪپڙا پائيندو هو ۽ شام جو محفلن ۾ ويندو هو ۽ دل کولي نچندو هو. موڪل واري ڏينهن نشي ۾ مخمور ٿي گهر ايندو هو ۽ شراب جو مٿس گهرو اثر ٿيندو هو. صبح جو هن جو سر ڏکندو هو، دل سڙڻ لڳندي هيس ۽ منهن تي هيڊ هارجي ويندي هيس.

اوچتو هن ۾ ڦيرو اچي ويو! ڪارخاني ۾ ته ٺيڪ وقت تي ويندو هو، پر نهايت گنڀير بڻجي پيو. شراب پيئڻ بلڪل ڇڏي ڏنائين. ائين لڳندو هو ته هميشه ڪنهن تي ڪاوڙيل هو يا ناراض هو. ماڻس ڪئين ڀيرا هن جي دل پرکڻ چاهي، پر ڀيري ڀيري سان هئو، ”سڀ ٺيڪ آهي“ چئي خاموش ٿي ويندو هو. ماءُ کي هڪ ڪري خوشي محسوس ٿيندي هئي ته هُن ٻين نوجوانن کان نرالو هو، پر ٻيءَ ڪري هن جي گنڀيرتا، تبديلي

من کي ڪاڻ ايندي هئي.

ماڻ هو هڪ اٺين سان نهايت ٿورو ڳالهائيندا هئا. هو صبح جو ماڪ ميٽ ۾ ڦاٽهي پيئندو هو ۽ ڪم تي هليو ويندو هو. منجهند جو ماني ڪاڻ ايندو هو، تڏهن به جي ماءُ سان ڳالهائيندو هو سو به نه جهڙو ۽ پوءِ شام تائين لاپتہ رهندو هو. مانجهيءَ جو ڪم تان موٽي، سنان پاڻي ڪري، ماني ڳهو کائي هو پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويندو هو. موڪل واري ڏينهن تي صبح جو سوير گهر مان هليو ويندو هو ۽ رات جو دير سان واپس ورندو هو. هو شهر ۾ ويندو هو، پر اتان ڪو ساٿس ماڻ ڪين ايندو هو. هو گفتگوءَ ۾ نوان لفظ ڪتب آڻيندو هو، جن مان گهڻن جو مطلب ته ماڻس جي سمجهه ۾ ئي نه ايندو هو. هو گهر ۾ ڪتاب آڻيندو هو ۽ انهن کي لڪائي رکندو هو. پوءِ ڪتاب پڙهندي پڙهندي، انهن مان ڪي ٽڪرا الڳ پني تي لکندو هو، پوءِ ڪتابن مان ڳنڍ لکيل ڪاغذ به لڪائي ڇڏيندو هو. هيئنر هو رنگين ۽ چمڪندڙ لباس ڪين اوڍيندو هو. هن جي زندگيءَ ۾ سادگي ۽ گنڀيرتا اچي وئي هئي. ماءُ جي سمجهه ۾ ڪجهه نه ٿي آيو ۽ هوءَ پٽ جي باري ۾ ڏاڍي پريشان رهڻ لڳي.

گهر جي ڪم ڪاج ۾ به هو ماءُ کي هٿ ونڊائيندو هو. پنهنجين ڳالهين ۾ هو يسوع مسيح کي عزت ڏيندو هو، پر گرجا ۾ پلجي به پير ڪو نه پائيندو هو. ڪتابن جو ذخيرو وڌندو ٿي رهيو. ڪڏهن ٻاهر ويندو هو ته ماءُ کي ٻڌائي ويندو هو. ان سان ڪجهه ساعت لاءِ ماءُ کي آٿت ملندو هو. پر پوءِ هوءَ سوچڻ لڳندي هئي، "هن جا پٽ ڪهڙا نه سياوڪ آهن. منهنجو پٽ تياڳي ٿيندو ٿو وڃي، جهتوڻڪ هن جي وهي اڃا تياڳي ٿيڻ جي ڪين آهي. وري هن کي ويچار ايندو هو، "ممڪن آهي ڪنهن ڇوڪريءَ سان دل لڳي وئي هجيس." انهي خيال ايندو هوس، "ان لاءِ ته ناٿو ڪجي ۽ هو سمورا پيسا

منهنجي ٽري تي اچي ٿو رکي."

ڏينهن هفتن ۾، هفتا مهينن ۾ بدلبا ويا ۽ اهڙي طرح سڀ سارا ٻه سال گذري ويا.

هڪ ڏينهن جڏهن رات جي ماني کان پوءِ پاويل پڙهڻ ويٺو، تڏهن ماءُ هٻڪندي کيس چيو، "هڪ ڳالهه چوانءِ، پاولوشا .... تون هر روز ڇا پڙهندو آهين؟"

پاويل ڪتاب پاسيرو رکي چيو، "امان، منهنجي ڀرسان اچي ويهه."

ماءُ هن جي ڀرسان ويٺي ۽ انتظاريءَ مان پٽ ڏانهن ڏسندي رهي.

پاويل ماءُ ڏي ڏسڻ کان سواءِ سنجيدگيءَ سان چيو، "مان بندش پيل ڪتاب پڙهندو آهيان. انهن جو پڙهڻ منع ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته انهن ۾ اسان بابت سچ لکيل آهي. اسان محنت ڪشن جي زندگيءَ بابت سچيون حقيقتون بيان ڪيون ويون آهن، اهي ڳجهه ڳوهه ۾ ڇپيا آهن ۽ جيڪڏهن مان انهن کي پڙهندي ڏٺو ويس ته بنا دير جيل ۾ وڌو ويندس .... مون کي جيل ۾ ان ڪري وڌو ويندو، ڇاڪاڻ ته مان سچ ڄاڻڻ ٿو چاهيان."

ڪجهه وقت ماءُ لاءِ ساهه کڻڻ مشڪل ٿي پيو. هن اکيون ڦاڙي پٽ ڏانهن ڏٺو. هو هن کي نئون لڳڻ لڳو، گويا اجنبي هجي. هن کي پٽ تي ترس اچڻ لڳو.

انتظاريءَ مان پڇيائين، "پوءِ تون پڙهين ڇو ٿو؟"

"مان سچ ڄاڻڻ ٿو چاهيان،" هن گنڀيرتا مان چيو ۽ هن جي اکين ۾ عجب چمڪ هئي.

ماءُ سمجهي ويئي ته پٽس خطرناڪ رستي جو راهگير بڻجي چڪو آهي. هيڪلي ساز آڻڻ لاءِ وٽس لفظ ڪو نه هئا. هوءَ روئڻ لڳي.

"رئڻ جي ضرورت ڪانهي، امان" هن چيو، "ٿورو سوچ چاليهن ورهين جي عمر تائين تو ڇا ڏٺو؟ بابو منهنجي خشڪ

۽ مصيبت زده زندگيءَ جو بار- مارڻ ڪنهن سان تو مٿان اڇلبندو رهيو. ان اداسائي ۽ مصيبت جو سبب هو پاڻ به ڪم نه چاهيندو هو. هن اٺهه سال ڪارخاني ۾ ڪم ڪيو. هن تڏهن ڪم شروع ڪيو، جڏهن ڪارخاني جو دائرو پن مڪانن تائين محدود هو، هاڻ اهو ستن تائين ڦهليل ڇڪو آهي. ڪاون وڌنديون ٿيون وڃن، ماڻهو انهن لاءِ ڪم ڪندا مرندا ٿا وڃن."

هوءَ ڏيان ۽ حيرت وچان هن کي ٻڌندي رهي، هن جي اکين ۾ انوکي چمڪ هئي. ميز تي اکيان نوڙندي، هو ماءُ ڏانهن وڌندو آيو ۽ سڌو هن جي اکين ۾ نهاريندي، پنهنجي ڀرين تقرير ٻيهر شروع ڪيائين. ماءُ جي اکين ۾ انتظاري ۽ مواجهارو ڏسي هن پڇيو، "تو پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترا سک ڏٺا آهن؟"

ماءُ گويا هن جو اهو سوال نه ٻڌو. انتظاريءَ سان پڇيائين "پٽ تون ڪرڻ ڇا ٿو چاهين"

"اول پاڻ پڙهندس، پوءِ ٻين کي پاڙهيندس. اسان مزدورن کي ضرور اڀياس ڪرڻ کپي ته اسان جي زندگي اهڙي ڇسي ۽ سخت ڇو آهي."

پاويل جي اکين جي چمڪ، هن جي لبن جي مرڪ، هن جي عقل ۽ زندگيءَ جي ڪشالن سان لڙڻ جسي فيصلي کي ڏسي ماءُ جو ڪنڌ فخر کان اوچو ٿي ويو. اڄ ڏينهن تائين اهڙا عقلمنديءَ جا ٻول، هن ٻئي ڪنهن کان ڪين ٻڌا هئا، اهڙي گنڀيرتا هن اڳ ڪنهن ۾ به ڪانه ڏٺي هئي. اڄ ڏينهن تائين هن ڪنهن مزدور کي پنهنجي ۽ پاڻ جهڙن جي زندگيءَ جي چنڊ ڇاڻ ڪندو نه ڏٺو هو. ۽ اهو عقلمند مزدور سندس ئي پٽ چانو، سندس ئي اخترِ جگر هو. ان حقيقت - انتظاري ۽ بيقراريءَ کي تڙي، هن جي اکين ۾ غرور جي چمڪ پيدا ڪئي ۽ ان چمڪ کي پسندي پاويل سمجهيو ته سندس ڀرين تقرير اجائي ڪانه وئي هئي.

ماءُ پاڙهم وچان چيو، "ڏس پريات ڏڻ تي آهي. هاڻ

سمجهي اٿؤ."

"سمجهان ٿو، مگر امڙ منهنجون ڳالهيون تنهن سمجهه ۾ آيون نه؟"

"ها سمجهيم،" ماءُ آهستي ڪري چيو. ڳوڙها وري هن جي اکين مان وهي هليا ۽ سڏڪا ڀريندي چيائين، "پر پٽ تون ڇا ڪري سگهندين؟ ماڻهو تنهنجو ساٿ نه ڏيندا، تون ختم ٿي ويندين."

پاويل ڪمري ۾ اچ وڃ ڪرڻ لڳو.

"خير، هاڻ توکي خبر پئجي آهي، ته مان ڇا ٿو ڪريان ۽ ڪيڏانهن ٿو وڃان، مون توکي سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيو آهي. امڙ جيڪڏهن تون مون کي سچ پچ پيار ٿي ڪرين، ته مون کي روڪج نه؛ منهنجي راهه ۾ روڙا نه اٽڪائج."

هن اهڙن چئي پيار مان ماءُ جو هٿ دٻايو. لفظن جي مٺرتا ۽ هٿ جي دٻاءَ تي ماءُ جو من گد گد ٿي آيو ۽ "امڙ" لفظ جو اچار جنهن جذباتي ڍنگ سان هن ڪيو هو، تنهن ماءُ کي ويتر موهي وڌو.

"مان ڪجهه به اهڙو نه ڪنديس،" ماءُ ٿڙڪندي زبان سان چيو، "تون پهرين سجاڳ رهه" خبرداري ڪر." ۽ اها ڄاڻ نه هوندي به ته ڇا کان سجاڳ رهي ۽ ڪهڙي خبرداري ڪري، درديلي آواز ۾ چيائين، "تون سنهون ٿيندو ٿو وڃين."

پاويل خاموش رهيو. ماءُ هن تي پيار مان اکيون ڪيرائي، تڪڙو مگر جهڪي آواز ۾ چيو، خدا توسان ساٿي رهي! توکي جيئن وڻي تيئن رهه، مان ڪا رڪاوٽ نه وجهنديس. صرف هڪ ڳالهه جو خيال رکج، ماڻهن سان ٻي خبر ٿي نه ڳالهائج. تون ماڻهن کان خبردار رهج. هو هڪ ٻئي کي ڌڪاريندا آهن. هتان جا ماڻهو لوڀي آهن، سڀ ڪنهن جي هاڃي ڪرڻ ۾ خوشي محسوس ڪندا آهن. هو توکي ڇيهو رسائڻ ۾ دير ئي نه ڪندا."

پاويل دروازي وٽ بيٺو ماءُ جي دردناڪ تقرير ٻڌندو رهيو ۽ جڏهن هوءَ چپ ٿي وئي، تڏهن مرڪندي چيائين، "ٺيڪ آهي، ماڻهو خراب آهن. مان به ڪڏهن ڪين ان نظر سان ڏسندو هوس اڄ مون کي ماڻهن ۾ سچائي ٿي ڏسڻ ۾ اچي. ۽ جا گندگي ۽ ناسمجهي ڦهليل ٿي نظر اچي تنهن لاءِ ٻئي ماڻهن کي ڏوهه ڏيئي نٿو سگهجي."

هوءَ يڪ ٽڪ هن ڏانهن ڏسندي رهي. ۽ پوءِ چيائين، "شال خدا تنهنجو رکپال ٿئي! وڏو خطرناڪ ڦيرو آيو آهي تو ۾."

۽ پوءِ جڏهن پاويل کي گهري ننڊ ڪٺي وئي، تڏهن هن جي مٿان ڪان بيهي هوءَ گونگا لڙڪ لاڙڻ لڳي.

## ( 3 )

وري هو سانتيڪي زندگي گهاريندا رهيا. هڪ ٻئي سان نه ڳالهائيندي، دور رهندي به هڪ ٻئي جي ويجهو هئا. هڪ ڀيري هفتي جي وچ ڌاري، موڪل جي ڏينهن تي، هو جڏهن ٻاهر وڃڻ لاءِ سنبري رهيو هو، تيئن ماءُ کي چيائين، "ڇنڇر ڏينهن هت مون وٽ ڪي ماڻهو ايندا."

"ڪهڙا ماڻهو؟"

"ڪجهه هن بستيءَ جا ۽ ٻئي شهر مان."

"شهر مان؟" ماءُ ڪنڌ لوڏيندي پڇيو ۽ اچي روئڻ ۾ چٽڪي.

"اما ڇو؟" پاويل کي قدر رکائيءَ سان ڪوس ڇيو، "نون ڏڇي ويندءَ"

"ها، مون کي ڊپ ٿو ٿئي،" ماءُ قبوليو، "اهي شهر مان ايندڙ ماڻهو — ڪير انهن کي سڃاڻي؟"

پاويل کاوڙ مان چيو، "ان ڊپ ٿي ته اسان کي تباهه ڪيو آهي ۽ چند ماڻهو اسان کي دٻائي ويٺا آهن؛ هو اسان جي

ڏيپ مان ناجائز فائدو نا وٺن ۽ اسان کي تهائين وڌيڪ ڏيهائيندا نا رهن. وقت آيو آهي ته اسين بي خوف، بي باڪ ٿي بيهون."

"مون تي ڪاوڙ نه ڪر،" ماءُ التجا ڪندي ڏک مان چيو، "مان ڏيپ ڪيئن ڪيئن روڪيان؟ سڄي عمر ڏيپ ۾ ڪاٽي اٿم."

"مون کي معاف ڪر، امڙ!" اٿين چئي، هو ٻاهر هليو ويو.

ٽن ڏينهن تائين هوءَ دل ۾ ڏڪندي رهي، ڌاريئن جي اچڻ جي وقت ويجهي پوندي، هن جي دل تهائين وڌيڪ ٻڏندي ٿي ويئي. هوءَ هنن جو چٽو چٽو نٿي سگهي، پر هن کي لڳو ته اهي ضرور خطرناڪ ماڻهو هوندا. انهن ئي سنڌيس پٽ کي خطرناڪ پٽ جو راهگير بڻايو هو.

ڇنڇر شام جو پاويل ڪارخاني مان گهر اچي سنان ڪيو، اڇا ڪپڙا پاتائين ۽ گهر کان ٻاهر ويندي ماءُ ڏانهن نهارڻ کان سواءِ چيائين، "جو اچن ته چنجان سڀت ايندس. پلي ڪجهه وقت ترسن. ۽ مهرباني ڪري ڊپ نه. هو به ٻين جهڙا ماڻهو آهن."

پاويل ٻاهر نڪري ويو.

نومبر جا پويا ڏينهن هئا. ڏينهن جو برف ڪري رهي هئي ۽ ٻاهر ويندڙ پاويل جي قدمن جو آواز هوءَ صاف ٻڌي رهي هئي ايتري ۾ سيٽيءَ جو هلڪو آواز آيو، ماءُ ڇرڪ پريو. ڪنهن جا قدم ويجهو وڌندا آيا. دروازو کليو ۽ هڪ نوجوان اندر داخل ٿيو. هن سلام ڪرڻ پڇيو، "پاويل گهر ۾ آهي؟" ۽ پنهنجن ڪپڙن تان برف ڇنڊي هڪ ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. ڪمري ۾ چوڌاري سرسري نظر وجهي پڇيائين، "هيءَ جاءِ اوهان جي آهي يا مسواڙ تي ورتي اٿو؟"

"مسواڙي آهي." ماءُ هن جي سامهون ٿي ويٺي. وري چيائين، "پاشا ٿوري دير ۾ ايندو. ٿورو وقت ترس."

"اهو ته ترسي ويٺو آهيان،" ڏکهي نوجوان چيو.

هن جي ماٺيڪائيءَ، گهرائي ۽ پنهنجائپ جي روش ماءُ تي اثر ڪيو ۽ کيس همٿايو. ماءُ هن سان ڳالهيون ڪرڻ ٿي چاهيون؛ هوءَ ڪجهه چوي ٿي چري، تنهن کان اڳ ۾ هن سندس ڇهري تي نظر ڄمائي پڇيو، "امڙ، تنهن جي نراڙ تي ڦٽ ڪنهن وڏو آهي؟"

هن اهو سوال نرمائيءَ سان پڇيو ۽ هن جي اکين ۾ پنهنجائپ هئي، تڏهن به هوءَ ڪاوڙجي ويئي. پنهنجا ٻئي چپ ڀڪوڙي پاڻ کي سنڀالڻ جي ڪوشش ڪندي ڀڻ ڀڻ ۾ چيائين، "ان سان تنهنجو مطلب؟"

"ڪو به نه. ناراض ٿيڻ جي ڳالهه ڪانهي،" هن سنجيدگيءَ سان ورائيو، "منهنجي مائٽيلي ماءُ کي به اهڙو هوبهو تو جهڙو ڦٽ جو نشان هو. اهو ڦٽ هن کي هن جي مڙس وڏو هو. هو موچي هو ۽ هوءَ ڌوٻڻ. مون کي گود ۾ وٺڻ کان پوءِ ٿي هن سان شادي ڪيائين. شادي نه ڪيائين ڄڻ مصيبت خريد ڪيائين. هو هن کي ڏاڍو ماريندو هو— منهنجو بدن ڏپ کان ڪنبڻ لڳندو هو."

هن جي ان طرح رک رکاءَ ڪرڻ کان سواءِ ڳالهائڻ تي ماءُ جي ڪاوڙ ڪافور ٿي ويئي. تنهن کان سواءِ هن کي اها ڳالهه به سمجهي آئي ته پٽس ڌارئي سان ان طرح ڪاوڙ مان ڳالهائڻ تي مٿس خفي ٿيندو. مرڪندي چيائين، "مان ناراض ناهيان. تو.... ان سوال پڇڻ ۾ ڪي قدر جلدبازي ڪئي. برابر مون کي به منهنجي مڙس اها نشاني بخشي. تون تاتاري آهين؟"

"نه. مان يوڪرين جي 'ڪانيو' شهر جو آهيان."

"هتي آئي توکي گهڻو وقت ٿيو آهي؟"

"مان مهينو کن شهر ۾ رهيس ۽ مهيني کان هتان جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو آهيان. هتي مون کي تنهنجو پٽ ۽ ٿورا ٻيا سٺا لڳا. مان اڃا به ڪو وقت هت رهندس."

"تون ڇالهه پڙهندين؟"

"اڪيلو نه. ٻار سڀ اوپري وڃن."

ٻن جي اچڻ جي ذڪر تي هوءَ وري ڏکي ويئي. هن جي دل ۾ خواهش آئي، "شل سڀ هن جهڙا سڀاڳا هجن."

وري قدمن جي آهٽ ٿي. دروازو کليو ۽ ماءُ جي حيرت جي حد نه رهي- هڪ ڇوڪري اندر گهڙي پيئي، "ڇا مان ڪجهه دير سان آئي آهيان؟"

"نه،" پهرين آيل اجنبيءَ چيو، "پيدل آئي آهين؟"

"ها،" ڇوڪريءَ چيو ۽ پوءِ ماءُ سان مخاطب ٿي چيائين، "تون ڀاوبل ولاسوو جي ماءُ آهين؟ منهنجو نالو نتاشا آهي."

هن جو آواز چٽو ۽ مٺو هو. هن وري چيو، "اڄ ڏاڍي ٿڌ آهي. ٻاهر زور سان لڳندڙ ٿڌي هوا ۾ مان ته ڄڻ ڄمي ويئي آهيان."

"مان تنهنجي لاءِ چانهه تيار ٿي ڪري وٺان." ماءُ نتاشا کي نهايت پنهنجائيءَ مان چيو ۽ هوءَ رڌڻيءَ ۾ هلي ويئي. وري رڌڻيءَ مان چيائين، "بس ڪن منٽن جي دير آهي."

ماءُ کي ائين لڳو ته ڄڻ هن ڇوڪريءَ کي سالن کان سڃاڻندي هئي ۽ ماءُ جي ممتا سان پيار ڪندي هئي. ۽ هن جي اکين جي چمڪ ياد ڪندي ماءُ پاڻ جي مرڪ مرڪي. چانهه تيار ڪندي هوءَ ڪمري ۾ هلندڙ ڳالهه ٻولهه ٻڌندي رهي،

"تون ايڏو مايوس ڇو ٿو نظر اچين، نکودڪا؟" ڇوڪريءَ پڇيو.

"ودوا کي سڀئي اکيون آهن،" نکودڪا جواب ڏنو.

"مان سوچي رهيو هوس ته شايد منهنجي ماءُ. کي اهڙيون اکيون آهن."

"تو چيو ٿي، هوءَ مري ويئي؟"

"اها منهنجي ماٽيلي ماءُ. مان هيٺر پنهنجي سڳي ماءُ بابت ٿو ڳالهه ٿو ڪريان. مون کي ائين ٿو نظر اچي ته ڪمو"

شهر ۾ هوءَ ڪئي نہ ڪٿي ايڪ پننڌي هوندي ۽ وڌڪي پننڌي هوندي."

"تون اهڙيون واهيات ڳالهيون ڪيئن ٿو سوچين؟"

"مون کي ڄاڻ ڪاٿي. ۽ پوليس وارا هن کي رستي تان پڪڙين ٿا ۽ مارين ٿا."

"ويچاري بد نصيب!" ماءُ سوچيو ۽ ڏکو ساهہ کنيائين.

نتاشا تکي تکڙي آواز ۾ ڪجهہ چيو، ۽ نکودڪا جو جذباتي آواز وري پڌرو ۾ آيو.

"تون اڃا ننڍي آهين،" ڪامريڊ "هن چيو." تو اڃا گهٽو ڪجهہ ڪين ڏٺو آهي. هر ڪنهن کي ماءُ آهي، پوءِ بہ سب ماڻهو سٺا نہ آهن. پر نپاڻ اوکو ڪم آهي، پر تنهن کان بہ وڌيڪ ڏکيو آهي، هنن کي سٺو ٿيڻ سيکارڻ."

"هن جا ڪهڙا نہ عجيب ويچار آهن،" ماءُ سوچيو. ۽ کن پن لاءِ هن جي مخالفت ڪرڻ جو خيال آيس. هن کي آهو پڌائڻ ٿي چاهيائين تہ پاڻ پاويل کي سٺو ماڻهو بنائڻ ٿي چاهيائين، پر سٺو ڇاکي چئبو آهي، تنهن جي ڄاڻ کيس بہ ڪانہ هئي. ايتري ۾ دروازو وري کليو ۽ ڳوٺ جي ڪهني چور ڊينئل جو پٽ نکولئي ويسووشڪوو اندر آيو.

"تون نکولئي بہ؟" ماءُ عجب مان پڇيو.

"پاويل گهر آهي؟" هن پڇيو.

"نہ."

هن ڪمري ۾ ليئو پاتو ۽ چيائين، "سڀني کي سلام!"

نتاشا کي نکولئيءَ سان هٿ ملائيندي ڏسي ماءُ جي حيرت جي حد نہ رهي.

پوءِ بہ ٻہ ٽي ٻيا بہ آيا - ڇوڪرانڻن جهڙا. هڪ کي ماءُ سڃاڻندي هئي. ڪارخاني جي پهريدار سموو جو پٽ يعقوب. ٻئي کي ماءُ ڪانہ سڃاڻندي هئي، پر هو بہ خطرناڪ ڏسڻ ۾ ٿي آيو.

نيٺ پاويل آيو، ۽ هن سان گڏ هتا ماءُ جا ڄاتل

.ڇاتل مزدور.

"تون چانهه تيار ڪئي آهي! مهرباني!" پاويل چيو.

اوچتو ماءُ کي ائين لڳو ته پاويل ڇاٽي ڀڄهي ساڻس ڇرچ ڪيو هو ته مجموعي ۾ خطرناڪ ماڻهو ايندا.

"هي ئي اهي ماڻهو آهن، جن کي خطرناڪ سڏيندا آهن؟"

"ها، اهي ئي،" پاويل چيو ۽ ڪمري اندر گهڙي ويو.

جڏهن چانهه تيار ٿي ۽ هوءَ ڪمري ۾ کڻي آئي، تڏهن ڏٺائين ته هو سڀ ميز جي چوڌاري گول دائرو ٺاهي ويٺا هئا. نتاشا ڪنڊ ۾ بتي وٽ ويٺي، ڪتاب هٿ ۾ جهلي جهڪي رهي هئي، "اهو سمجهڻ لاءِ ته ماڻهو اهڙي خراب نموني ڇو ٿا رهن،"

"۽ اهڙا خراب ڇو آهن،" نڪو ڊڪا چيو.

"اهو ڏسڻ ضروري آهي ته هو ان نموني رهڻ ڪيئن شروع ڪيو...."

"ضرور، ضرور،" ماءُ ٻڌي ڪئي، حالانڪ سمجهيو ڪجهه نه هئائين.

"ڇا امان؟" پاويل پڇيو. ماءُ اچي ٿي ونئي ۽ سڀ کلڻ لڳا.

سڀني چانهه پيتي. تنهن کان پوءِ نتاشا وري ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيو. ان ۾ ڪجهه اهڙن ماڻهن جو ذڪر هو جي جهنگلن ۾ يا غفائن ۾ رهندا هئا ۽ پٿرن سان شڪار ڪندا هئا. ماءُ جي سمجهه ۾ نٿي آيو ته ان ۾ ڪهڙي ڳالهه هئي، جا ٻي قانذي ۽ خطرناڪ هئي. هوءَ سڀني ويٺلن جون شڪليون جاچڻ لڳي.

نتاشا پڙهي رهي هئي. ڪڏهن ڪڏهن وارن جون ڇڳون هن جي نراڙ تي سرڪي ٿي آيون ۽ هن ڪنڌ لوڏي اهي مٿي ٿي ڪيون. ٻڌندڙن مان ڪو مٿو کڻي رهيو هو، ڪو مڇون مروڙي رهيو هو ۽ ڪنهنجو عجب مان وات ڦاٽي ويو هو.

لڪولئي چيو، "مان اهو نٿو ڄاڻڻ چاهيان ته ماڻهو ڪيئن رهندا هئا، بلڪ اهو سمجهڻ ٿو چاهيان ته هنن کي ڪيئن رهڻ کپي."

منهنجي به اهائي خواهش آهي،" ڳاڙهن وارن واري ائي پيهندي چيو.

"۽ منهنجو ان سان اتفاق نه آهي،" سمور چيو. "جيڪڏهن اسان کي اڳتي قدم وڌائڻو آهي ته ڪجهه ڇاڻڻ ڪپي."

۽ گرما گرم بحث مباحثو شروع ٿي ويو. سڀ جوش و خروش سان ڳالهائڻ لڳا. ماءُ کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته سندس خيال ڪهڙا هئا. هن صرف هڪ ڳالهه ڄاتي. هو سڀ هڪٻئي سان تکو پئجي رهيا هئا، پر ڪنهن جي به آواز ۾ ڪاوڙ نه هئي، تڪرار نه هئي.

نتاشا جو ڳنڍير مکڙو ماءُ کي وٺي رهيو هو. هوءَ هڪ وڏيءَ جي طرح مهڻي ڏانهن ڏيان ڏئي رهي هئي. اچانڪ هن چيو، "ساٿيو، ترسوا!"

سڀ چپ ٿي ويا ۽ هن ڏانهن ڏسڻ لڳا.

"جيڪي چون ٿا ته اسان کي سڀ ڪجهه ڇاڻڻ ڪپي سي صحيح آهن. اسان کي سوچ ويچار جي جوت سان پاڻ کي روشن رکڻ ڪپي، جيئن اوندهه ۾ رهندڙ ماڻهو اسان کي ڏسي سگهن. اسان کي ان قابل ٿيڻ ڪپي، جو هرڪنهن سوال جو سچائيءَ ايمانداريءَ سان جواب ڏيئي سگهون. اسان کي هرڪنهن سچ ۽ هرڪنهن ڪوڙ جي پروڙ پوڻ ڪپي."

نتاشا ڇئي بس ڪيو ته پاويل آئي پڇيو، "ڇا اسان صرف پيٽ پرڻ ٿا چاهيون؟" ۽ پاڻ ئي جواب ڏنائين، "نه. اسان انسان ٿيڻ ٿا چاهيون. جن ماڻهن اڄ تائين اسان کي اندو رکيو آهي، تن کي ڏيکارڻو آهي ته اسين بي وقوف نه آهيون، جانور نه آهيون، اسين سڀ ڪجهه سمجهون ٿا، بهتر انسان بڻجڻ جا خواهشمند آهيون. اسان کي پنهنجن دشمنن کي ڏيکارڻو آهي ته ذهني طور اسان ساڻن برابري ڪري سگهون ٿا ۽ کانئن اڳتي به وڌي سگهون ٿا."

ماءُ هن جا لفظ ٻڌا. فخر جو احساس هن جي دل ۾ پيدا

ٿيو ۽ سوچڻ لڳي، ”ڪٿن نه لٽس ئي لٽس ڳالهائيندو ٿو وڃي!“

”پيٽ ڀري کائيندڙ ماڻهو هرو ڀرو ٿورا نه آهن، پر ايماندار ماڻهو ٻنهه ڪينهن،“ نڪودڪا چيو. ”اسان کي موجود گندي ذلت ڀري زندگي ۽ آئندي جي بهتر شان مان واري جيوت جي وچ ۾ پُل ٻڌڻي پوندي. ساٿيو، اسان کي اهو ئي ڪرڻو آهي.“

”جڏهن وڙهڻ جو وقت آهي، تڏهن زخمي ٿيل آڪر جي ملم پٽي ڪرڻ تي وقت وڃائڻ ٺيڪ نه ٿيندو.“ اهو لڪوليءَ جو آواز هو.

نڪودڪا چيو، ”اسان اڙون تنهن کان اڳ ۾ اسان کي ڪافي هڏ گڏ ڀڃائڻا پوندا.“

جڏهن ڪچهري برخواست ٿيڻ لڳي، تڏهن رات ذري گهٽ اڌ وهامي چڪي هئي. اول نڪولي اٿيو ۽ ڳاڙهن وارن وارو هن جي پٺيان ويو. نڪودڪا ڪوڪول ۽ نتاشا ــ ٽئي پڻ هليا ويا. ماءُ ميز تان پليٽون کڻڻ لڳي. اڄ ڪم ڪرڻ مان هن کي دلي سڪون محسوس ٿي رهيو هو. هوءَ خوش هئي جو سڀ ڪجهه صلح سانت سان پڄاڻيءَ تي پهتو.

”تو ڏاڍو سٺو ڪيو، پاولوشا،“ ماءُ چيو. ”هو ڏاڍا سٺا ماڻهو آهن. ڪوڪول دل وارو آهي. ۽ جوان ڇوڪري، ڪهڙي نه سياڻي ۽ سمجهو نينگري آهي! هوءَ ڪير آهي؟“

”ماستريائي،“ پاويل پسار ڪندي چيو.

”هن جا مائٽ ڪٿي آهن؟“

”ماسڪو ۾،“ پاويل ماءُ جي پرسان پيڻي چيو. ”هن جو پيءُ امير ماڻهو آهي، لوهه جو واپاري آهي، چڱي خاصي ملڪيت اٿس. هن ڌيءَ کي گهر مان ڪڍي ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته هوءَ هن هلچل ۾ گهڙي. هوءَ ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان نپني، هن جي هر ڪا خواهش پوري ٿيندي رهي ۽ هاڻ هوءَ .... اڪيلي سر چار چار ميل پنڌ ڪندي رهندي آهي.“

ماءُ کي ڏڪ ڏڪو رسيو، ڪمري جي وچ ۾ بيٺي هوءَ يڪ ٽڪ پٽ ڏانهن ڏسندي رهي. هوءَ پڇيائين، "ڇا هينئر هوءَ شهر وئي؟"

"ها."

"هن کي ڪو ڊپ ڪونه ٿو ٿئي؟"

"نه،" پاويل مرڪندي چيو.

"پر ويئي ڇو؟ رات هت مون سان سمهي پئي ها."

"ائين ٿي نٿي سگهيو. صبح جو ڪو هن کي ڏسي وٺي ها. اها ڳالهه اسان کي نه وڻي. هن به اها ڳالهه پسند ڪانه ڪئي."

ماءُ کي اڳيون پريشانيون ياد اچي ويون. دريءَ کان ٻاهر تڪيندي چيائين، "مان سمجهي نٿي سگهان، پاشا، ته ان ۾ ڪهڙي ڳالهه خطرناڪ يا بي قاعدي آهي. تون ڪو خراب ڪم ته نٿو ڪرين؟"

"ماءُ کي پٽ جي هلت چلت جي باري ۾ پوري تسڪين نٿي ٿي، تنهن ڪري خاطري ڪرڻ چاهيائين. پاويل گنڀيرتا سان جواب ڏنو." اسان ڪا به خراب ڳالهه نٿا ڪريون ۽ نه ڪنداسين. تڏهن به جيل اسان جو انتظار ڪري رهيو آهي. توکي اها حقيقت ئي چڱيءَ ريت سمجهڻ کپي."

ماءُ جا هٿ ڏڪڻ لڳا. ٿڙڪندڙ آواز ۾ چيائين، "خدا توکي ان کان رکي ونندو."

"نه پٽ نرمائيءَ سان جهڙي نوع ۾ ماءُ چيو." مان توسان ڪوڙ ڳالهائي نٿو سگهان. اسان بچي نه سگهنداسين."

هن مرڪيو. "هاڻي وڃي سمهه تون ٿڪجي پيئي آهين."

هوءَ سمهڻ واري ڪمري ۾ هلي وئي. هن کي ننڊ نه آئي. پنهنجي پٽ جي ججهي عمر لاءِ دعائون گهرڻ لڳي. هن دريءَ مان ڪمري کان ٻاهر اونده ۾ نهاريو. سنسان انڌيري ۾ هڪ اڪيلي چرڪيءَ جي قدمن جو پري، وڌيڪ پري ٿيندڙ آواز گويا هن

جي ڪلهن تي پيو. هن ٻڌو، هوءَ روئي ٿي، هن جا قدم ٿڙڪيا ٿي. هوءَ ٻي ٻاڪ اڪيلي ويهي رهي هئي. ماءُ جي وات مان بي اختيار نڪتو، ”خدايا رحم ڪر!“

## ( 4 )

ڏينهن لڙهندا ويا. هر هفتي پاويل جي گهر ماڻهن جو مجموعو ڪٺو ٿيندو هو. شرڪت ڪندڙن جو تعداد ڏينهون ڏينهن وڌندو ٿي ويو. نتاشا به هر هفتي ايندي هئي - ٿڌ کان ٿڙڪندي، پر چپن تي انوکي مرڪ ڪئي. ماءُ هن لاءِ اوني جوراب آڻيا ۽ پنهنجن هٿن سان هن جي ننڍڙن پيرن ۾ پاتائين. نتاشا اول کليو، پوءِ ماٺ ٿي ويئي ۽ گنڀير لهجي ۾ چيائين:
”مون وٽ هڪ نرس هوندي هئي جا پڻ مون تي هر وقت مهربان هوندي هئي. تون به ڪهڙي نه عجيب آهين امڙ نلووفا مزدور سخت ۽ ڪٺن جيوت گهاريندي به وڏي دل وارا آهن، نيڪ ۽ ٻاجهارا آهن.“

”تون به ڪهڙي نينگري آهين نتاشا!“ ماءُ چيو، ”تو ماءُ پيءُ کي ڇڏي ڏنو ۽ تنهنجو سک به ويندو رهيو.“

”مون کي ان ڳالهه جي ڳڻتي ڪانهي،“ هوءَ ماءُ جي پرسان ويهي مرڪندي چوڻ لڳي. ”منهنجو پيءُ شرابي آهي، ڏيو ڪٺور دل ماڻهو - منهنجو ڀاءُ به اهڙو ئي آهي. منهنجي وڏي ڀيڻ نا خوش ۽ ڳڻتيون ۾ ڦهندڙ - هن پاڻ کان ڪافي وڏيءَ عمر واري مرد سان شادي ڪئي آهي. هو شاهوڪار آهي، شرابي، رکو روح ۽ پنهنجي زال ڏانهن سراسر بي پرواهه. مون کي پنهنجي ماءُ سان همدردي به آهي. هر پرڏمل عورت وانگر مڙس جا ڏک گهاو ماٺ ميٺ ۾ برداشت ڪندي ٿي رهي. منهنجي دل ڪڏهن ڪڏهن هن سان ملڻ جي لاءِ ڪچي پوندي آهي.“ ۽ پوءِ ماءُ جي ڪلهن تي هٿ رکي چيائين، ”ڪاش، تون اهو محسوس

ڪري سگهن، تہ اسان ڪهڙو نہ اعليٰ ڪم ٿا ڪريون. پوءِ تون اسان وانگر هر وقت خوش رهي سگهندينءَ."

"مان شايد اهڙي احساس لاءِ حد کان وڌيڪ پوڙهي ٿي چڪي آهيان ـ پوڙهي ۽ اڻ ڄاڻ!"

ماءُ ڪيترا پورا ڏٺو تہ پاويل ڏاڍي نرمائي ۽ مڏرتا سان دير دير تائين نتاشا سان ڳالهيون ڪندو رهندو هو. هوءَ سوچيندي هئي، "منهن جا خدا، انهن ٻني پوي تہ ڏاڍو سٺو ٿئي" ۽ نتاشا کي ننهن سمجهندي دل ۾ ڏاڍي خوشي ٿيندي هئس.

ڪڏهن ڪڏهن نتاشا جي بدران شهر مان هڪ نوجوان الڪزئي‌ائونووچ ايندو هو. هو عينڪ پائيندو هو، هن جي ڏاڙهي وڏيل هوندي هئي. هو سادن روز مرهہ جي مسئلن تي ڳالهائيندو هو. گهرو زندگيءَ، ٻارن، واپار، پوليس، روٽي ۽ گوشت جي قيمت بنسبت. هو دنيا ۾ ٺڳيءَ اٿل پٿل، مونجهاري ۽ ٻين انيڪ مسئلن تي ڳالهائيندو هو ۽ پيچاڙيءَ ۾ چوندو هو دنيا ۾ ڪجهہ بہ اٽل ناهي، موجوده حالتن کي بہ بدلائي سگهجي ٿو."

شهر مان سانيڪا نالي وڏين وڏين اکين واري ڇوڪري بہ ايندي هئي. هن جي هلت چلت مردانگي ڍنگ جي هئي. هن ٻني ٻڌايون پورو ڇيو، "اسين سماجوادي آهيون."

ماءُ جڏهن اهي لفظ ٻڌا تڏهن گهور وجهي هن ڇوڪريءَ ڏانهن نهارڻ لڳي. پنهنجي جوانيءَ واري وقت ۾ هن ٻڌو هو، سماجوادين زار جو خون ڪيو هو. هن جي سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو تہ سندس پٽ ۽ هن جا ساٿي پاڻ کي سماجوادي ڇو ٿا سڏائين. اهي تہ خوني آهن."

جڏهن سڀ هليا ويا، تڏهن هن پاويل کان پڇيو "پاولوشا، تون بہ سماجوادي آهين؟"

"ها،" هن ماءُ جي اڳيان سڌو بيهي چيو. "ڇو؟"

ماءُ ڊگهو ساهہ کنيو ۽ جهڪي آواز ۾ چيائين، "هو تہ

زار جي خلاف آهن، ڇو ته ڪي ته ماري به وڌائون.
”اسان کي ان جي ضرورت نه پوندي.“ هن چيو ۽ پوءِ
ڪجهه دير تائين ماڪ کي سمجهائيندو رهيو. ماڪ هن جي منهن ۾
نهاريندي رهي ۽ سوچڻ لڳي، ”هو ڪو به خراب ڪم نه ڪندو،
هو ڪا به خراب ڳالهه ڪرڻ جي قابل نه آهي.“
تنهن کان پوءِ اهو خراب لفظ دهرائيو رهيو ۽ ماڪ ان
تي هري ويئي. پر ساشينڪا هن کي ڪانءِ وڻندي هئي. هوءَ
سيني کي سخت حڪم ڏيندي رهندي هئي - ”هيءَ ڪريو، هيءَ
نه ڪريو.“ ڇو ته پيرا هن دل جو اهو پهه ڪوڪول ۽ پاويل
اڳيان ظاهر ڪيو، پنهي کلي ڏنو. ساشنڪا جو وهنوار پاويل
سان به سختيءَ وارو هو، پر هن جي سخت گهري پڌي مرڪي
ڏيندو هو. اهو ماڪ کي سٺو نه لڳندو هو.
مجموعي ۾ شريڪ ٿيندڙن جو تعداد وڌندو ويو ۽ هو هفتي
۾ به دفعا گڏ ٿيڻ لڳا. جڏهن ماڪ هنن کي اتساهه ۽ چاهه
سان پاويل، ڪوڪول، ساشينڪا، نتاشا ۽ اليڪزئي ائنووچ جون
تقرون ٻڌندو ڏسندي هئي، تڏهن هن کان سڀ ڊپ انديشا وسري
ويندا هئا.

ڪڏهن ڪڏهن هو راڳ ڳائيندا هئا. اهي راڳ نوان
هئا، انهن جون طرزون به نيون هيون ۽ هنن جي ڳالهائڻ جو
ڍنگ به نئون هو. هنن جا ڇهرا آهستي ڳائيندي به جوش آمنگ
جي بدولت ڳاڙها ٿي ويندا هئا ۽ اخبارن ۾ ٻين هنڌن جي
مزدورن جا ڪارناما پڙهندي ته خوشي وچان هو جنسي لچڻ
لڳندا هئا، نعرا هڻندا هئا ۽ هنن کي مبارڪبادي ڏيندا هئا.
ان طرح ننڍي ڪمري ۾ دنيا پر جي مزدورن وچ ۾
ڳانڍاپي ۽ ڀائپي جي احساس جنم ورتو. ماڪ جي دل ۾ وسوسا
پيدا ٿيا. هن ڪوڪول کي چيو، ”ڪهڙا عجيب ماڻهو آهيو سڀ
اوهان جا ساٿي آهن. امريڪي، يهودي ۽ جرمن. توهان سيني کي
دوست ٿا سڏيو. توهان کي سڀني جو ڏک ٿو ستائي، سندن

خوشيءَ ۾ اوهان به ڀاڱيائيوار ٿا ٿيو.“

”سچي دنيا اسان جي آهي،“ ڪوڪول پنهنجي دستوري جذباتي لوءِ ۾ چيو، ”سچي دنيا پورهيتن جي آهي. اسان ذات پات، رنگن، ملڪن جي فرقن کي نٿا سڃاڻون. اسان لاءِ صرف دوست يا دشمن آهن. دنيا ڀر جا پورهيت اسان جا دوست آهن ۽ دنيا ڀر جا سرمايه‌دار اسان جا دشمن. جڏهن اسين ويچار ڪندا آهيون ته دنيا ۾ اسان پورهيتن جو تعداد ڪيڏو نه وڏو آهي، اسان جي طاقت ڪيڏي نه وسيع آهي؛ تڏهن اسان خوشيءَ کان ڦولڻا نه سمائبا آهيون. ساري دنيا جا سماجوادي اسان جا ڀائر آهن - آدجڳاد کان وٺي هميشه تائين.“

اهو وشواس زور پڪڙيندو ويو ۽ ماءُ کي ان ڳالهه ۾ سچائي جي جهلڪ ڏسڻ ۾ اچڻ لڳي.

هر روز سنجها ٽائي، پاويل سان گڏ هن جو ڪونه ڪو ساٿي گهر ايندو هو، ڪتابن مٿان ڪتاب پورا ٿيندا رهيا. جڏهن ڪڏهن پاويل چوندو هو، اسان کي هڪ اخبار جاري ڪرڻ کپي.“

”اسان جي باري ۾ ڳالهه هلي وئي آهي.“ هڪ ڏينهن نڪولئيءَ چيو. ”سنت پڪڙجي ٿي ٿيڻ لڳندي.“

”مڇي جار ۾ ڦاسائڻ لاءِ ئي ته ٿيندي آهي،“ ڪوڪول کلندي چيو.

ماءُ کي ڪوڪول ڏاڍو وڻڻ لڳو هو. هو ماءُ جا گهڻا ڪم به ڪندو هو، ۽ جڏهن هو کيس ”امڙ!“ ڪري سڏ ڪندو هو، تڏهن ماءُ خوشيءَ کان ڪپڙن ۾ ڪانه ماپندي هئي. هڪ ڏينهن ماءُ پنهنجي پٽ کي چيو، ”ڪوڪول کي پنهنجي گهر ۾ ڪٿي رهايون. توهان ٻنهي لاءِ سٺو ٿيندو. اوهان کي هڪ ٻئي جي ڳولڻ ڊوڙڻو ڪونه پوندو.“

”توکي تڪليف ٿيندي.“

”واهه! زندگي ڀر ته تڪليفون سهندي آئي آهيان. ڪوڪول جهڙي سٺي ڇوڪري لاءِ ٿوري تڪليف سٺي ته ٿا ٿيندو؟“

”توکي جيئن وڻي تيئن ڪر. هن جي هٿ رهڻ تي مون کي خوشي ٿيندي.“

۽ ڪوڪول سامان کڻي سندن گهر هليو آيو.

( 5 )

”پاويل جي گهر کي سڀ شڪ جي نگاهن سان ڏسڻ لڳا. مائهن کي هنن جون لڪي لڪي ڳالهيون ڪرڻ تي آڻيون. افواهه اُٿڻ لڳا ته پاويل ڪجهه ڳوهه ۽ ويڙهو ٽولي تيار ڪري رهيو آهي. ڳوٺ جا پيدا ٿيل ماءُ کي سڌت پٽ جو وهانءُ ڪرڻ جي صلاح ڏيڻ لڳا.

ماءُ هنن جون ڳالهيون پٽ کي ٻڌائيندي هئي. پاويل سڀ چاپ کلها لوڏيندو هو ۽ ڪوڪول به کاڻ لڳندو هو.

هڪ ڏينهن ماءُ چيو، ”اوهان سڀ سٺا نوجوان آهيو، شراب نٿا پيئو، ڇوڪريون اوهان کي پاڻي عمر ڀر لاءِ نهال ٿي وينديون. پر توهان آهيو جي هنن ڏانهن ڪو ڌيان نٿا ڏيو. ماڻهو سمجهن ٿا ته توهان وٽ شهر مان بدچلن ڇوڪريون اينديون آهن....“

”سمجهندا رهن،“ پاويل ڪي قدر نفرت مان چيو.

ڪوڪول مرڪندي چيو. ”پر امڙ تون ڇوڪرين کي ڇو ڪين ٿي سمجهائين ته شادي ڪرڻ معنيٰ سور ساڻي بڻائڻ، تڪليفون ملهه ڳنهڻ؟ پوءِ جيڪو هو شادي ڪرڻ جي ضد ئي نه ڪن.“

”هو سڀ ڪجهه سمجهن ٿيون پر ڇا ڪن؟ سندن لاءِ ٻيو ڪهڙو چارو آهي؟ اڳي پوءِ سندن نصيب ۾ اهو ئي ته لکيل آهي؟“

”جيڪڏهن چاهين ته پنهنجي قسمت بدلائي سگهن ٿيون،“ پاويل چيو.

"توهان ڇو ڪين ٿا کين سمجهايو؟" ماءُ پڇيو، "هنن سان ڪن ڪي ڇو نہ ٿا، پنهنجي ڳالهائين ۾ گهرايو؟"

"ان سان ڪجهہ نہ ورندو" پاويل نا اميدي ڏيکاريندي چيو.

"اسين ڪوشش تہ ڪري ڏسون،" ڪوڪول چيو.

ٿوري دير خاموش رهڻ بعد پاويل چيو، "نتيجو سٺو ڪونہ نڪرندو، جوڙا جوڙا ٿهي ٿرندا، ڪي شادي بہ ڪري وجهندا، انهيءَ آئجهن ۾ مقصد اڌورو رهجي ويندو."

ماءُ سوچ ۾ پئجي وئي. پاويل جي تياڳي خيال کيس تنگ ٿي ڪيو. هن ڏٺو تہ هن جي صلاح هن جي سائين، خود ڪوڪول بہ قبول ٿي ڪئي، پر هن کي بہ ائين محسوس ٿيو تہ سڀ ڪانئس ڊچا ٿي ۽ ڪنهن بہ ان سخت رويي جي ڪري کيس دل سان پيار نٿي ڪيو.

هڪ پيري جڏهن هوءَ سمهڻ لاءِ لمتي پئي هئي ۽ پاويل ۽ ڪوڪول اڃا تائين پڙهي رهيا هئا، تڏهن هن سنهي پارٽمشن پٺيان سندن وچ ۾ ٿيندڙ گفتگو ٻڌي ورتي هئي.

"توکي خبر آهي، مان نتاشا کي پسند ڪندو آهيان،" ڪوڪول اوچتو آهستي چيو.

ٿوري دير ترسي پاويل چيو، "مون کي خبر آهي."

"سچ؟"

ماءُ ڪوڪول جي اٿڻ ۽ پسار ڪرڻ جو آواز ٻڌو. ڳڏو ڳڏ هن جي هلڪي دردبلي سٽي وڄائڻ جو آواز بہ آيو. پوءِ هن چيو، "۽ هن بہ پروڙي ورتو آهي؟"

پاويل چپ هو.

"تون ڇا ٿو ڀانئين؟" ڪوڪول وري پڇيو.

"ها،" پاويل چيو. "تڏهن ئي تہ هوءَ ميٽنگن ۾ نٿي اچي."

ڪوڪول پسار ڪندو سوٽي وڃائيندو رهيو. پوءِ پڇيائين،
”جيڪڏهن مان هن کي پڙهايان؟“

”ڇا؟“ بندوق جي گولي وانگر جهان هڪ لفظ پاويل جي زبان مان نڪتو. ماءُ ڪوڪول کي پهندو محسوس ڪيو.

ڪوڪول چيو، ”مان سمجهان ٿو ته جيڪڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ کي پيار ڪجي ته ڪيس ضرور پڙهائجي. نه ته ان پيار کي ڪا معني ڪانهي.“

پاويل زور سان ڪتاب بند ڪيو.

”۽ تون ڪهڙي معنيٰ جي مراد ٿو رکين؟“

گهڻو وقت ٻئي خاموش هئا.

”توکي ان باري ۾ صاف رهڻ کپي،“ پاويل چيو.

”انڊري، ته تون ڇا ٿو ڪرڻ چاهين؟ سمجهه ته هوءَ به توکي پيار ٿي ڪري ـ مان سمجهان ٿو ته هوءَ نٿي ڪري، پر اسان ائين سمجهون ٿا ڪٿي. توهان شادي به ڪيا ڪريو ـــ عجيب جوڙو! ذهين ڇوڪري ۽ مزدور مرد! ٻار ڄمندا، توهان کي وڌيڪ محنت ڪرڻي پوندي. اوهان جي زندگي به پنهنجي ۽ ٻارن لاءِ رواجي ماني گهڻي ۽ اجهي حاصل ڪرڻ جي ڪشمڪش بڻجي پوندي. مقصد لاءِ اوهان ٻنهي ۾ دلچسپي عدم پيدا ٿي ويندي“

وري ٻئي خاموش ٿي ويا. وري به ماڪ جي مهر پاويل ٿي ٽوڙي. ”انڊري، ان قصي کي اتي رهڻ ڏي. ماڪ ۾ رهه ۽ هن کي تنگ نه ڪر ـ اهو ئي وڌيڪ ايماندارانه طريقو آهي.“

”توکي ياد آهي، الڪزئي اڻونو وچ چيو هو ته ماڻهو کي سڪي زندگي بسر ڪرڻ کپي ـــ سارپرڪ خواهه مانسڪ طرح. توکي ياد آهي؟“

”سنهورڻ جيون اسان لاءِ نه آهي. جيڪڏهن تون مستقبل سان محبت ٿو ڪرين ته هاڻوڪي زماني جو هر ڪو سڪ تمام، ـ هر ڪو سڪ، پاءِ!“

”اهو ڪٺن آهي.“

"ڀلو ڪهڙو چارو؟ سوچ ته سهي،"

وري خاموشي ڇانئجي ويئي. آخر ڪوڪول چيو، "اڙ دلم بيمار ڪري، اڙ دل ٽڪاري ـ اها به ڪا دل آهي؟"

"مان تو کان ٿو پڇان، ڀلو ڪهڙو چارو آهي؟"

ڪتاب جا پنا اٿلڻ لڳا، ظاهري طرح پاويل وري پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويو. ماءُ جون اکيون بند هيون ۽ ڇرڻ پرڻ ڪان بچي رهي هئي. هوءَ ڪوڪول تي ترس کائي رڻ لاءِ تيار هئي، پر هن کي تنهن کان وڌيڪ قياس پنهنجي پٽ تي اچي رهيو هو.

وري ڪوڪول جو آواز آيو. "سو مون کي خاموش رهڻو آهي؟"

"انڌري، ايمانداريءَ جي اها تقاضا آهي."

"ٺيڪ آهي! اسين ان راهه تي هلنداسين،" ڪوڪول چيو.

۽ پوءِ وري وڌيڪ دردناڪ نوع ۾ چيائين، "پاشا جڏهن تنهنجو پيارو محبت سان پوندو، تڏهن تو لاءِ ڪٺن ٿيندو."

"مون لاءِ اڳ ۾ ئي ڪٺن آهي؟"

"سچ؟"

"سچ."

ان رات هوءَ وهاڻي ۾ منهن لڪائي نه معلوم ڪيستائين گونگا ڳوڙها ڳاڙيندي رهي هئي.

بستيءَ ۾ سماجوادين جي ڳالهه ڇرڻ شروع ٿي ويئي، جي ڪارخاني ۾ پترا ورهائيندا هئا. پمفليٽ ۾ ڪارخاني ۾ مزدورن مٿان ٿيندڙن نااضافين ۽ زيادتين جي اپٽار ٿيل هوندي هئي ـ ڏکڻ روس ۽ پيٽر سبرگ ۾ هلندڙ مزدور ـ هڙتالن جو سربستو احوال ڏنل هوندو هو؛ گڏوگڏ مزدورن کي پڏي ڪري پنهنجي حقن لاءِ لڙڻ جي صلاح ڏنل هئي. انهن پمفليٽ چڱو چوپول مچايو. جن جي ڪمائي ستي هئي، تن انهن پمفلٽ کي شڪ ۽ نفرت جي نگاهه سان ڏٺو، نوجوانن انهن جي دل کولي مرحبا ڪئي ۽ باقي مزدورن سمجهيو ته پمفليٽ مان ڪي ڪم ورندو. ڪٺن نه پترن بستي ۽ ڪارخاني ۾ هلچل برپا ڪري ڇڏي. ماءُ کي

ڄاڻ هئي ته اهي پمفلٽ سنڌيس ڀٽ جي بدولت نڪري رهيا هئا- هوءَ اندر ئي اندر ڏڄندي رهندي هئي، گهٽيءَ ۽ انتظاريءَ ۾ وقت گذاريندي رهندي هئي.

هڪ ڏينهن شام جو ڪنهن ماءُ کي اطلاع ڏنو ته ماڻهن کي پمفلٽ جي باري ۾ پاويل ۾ شڪ آهي ۽ رات جو سنڌس گهر جي تلاشي ورتي ويندي. ماءُ گهٻرائجي وئي. ٻنا ديـر هو 'فيڊيا مازين' نالي مزدور وٽ وئي. هو بيمار هو ۽ ڪارخاني ۾ ڪونه ويو هو. فيڊيا مازين به ڪجهه وقت منجهي پيو، ۽ پوءِ ماءُ کي آٿت ڏنائين ۽ پنهنجي ڀيڻ کي پاويل ڏانهن موڪليائين.

ماءُ گهر آئي ۽ سڀ ڪتاب سهيڙي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي، انهن کي لڪائڻ لاءِ گهر اندرڪا سلامتيءَ واري جاءِ ڳولهڻ لڳي. پر ننڍڙي گهر ۾ هن کي اهڙي ڪا جڳهه نٿي سجهي، جتي رهندي ڪتاب تلاشيءَ ۾ هٿ نه اچن. هوءَ ڪتاب سان ڪٺي گهر ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڦرندي رهي. هن سمجهيو، خبر ملندي ئي پاويل ڪم ڇڏي گهر هليو ايندو، پر هو نه آيو. ماءُ جي انتظاري وڌندي رهي. نيٺ هوءَ رڌڻي ۾ ڪتاب ٽيبل مٿان رکي، انهن تي چڙهي ويهي رهي، جيستائين پاويل ۽ ڪوڪول ڪارخاني مان آيا، تڏهن ماءُ گهٻراهٽ وچان هٻڪندي هٻڪندي چيو. "توهان کي خبر آهي؟"

"اسان کي خبر آهي،" پاويل مرڪندي چيو. "تو کي ڊپ تو لڳي ڇا؟"

"مان ڊڄان ٿي، ڏاڍو ڊڄان ٿي."

"تون ڊڄ نه،" ڪوڪول چيو. "ان مان ڪو فائدو نه پهچندو."

"۽ تو چانهه به تيار نه ڪئي؟" پاويل پڇيو.

ماءُ اٿي بيٺي ۽ ڪتابن ڏانهن اشارو ڪري چيائين، "مان انهن جي ڪري ڊڄي رهي هئس.... سڄو وقت مان ڏڪيس پئي."

پاويل ۽ ڪوڪول کلڻ لڳا. ماءُ کي ڪجهه آٿت مليو.

پاويل ڏورا ڪتاب ڪڍيا ۽ انهن کي اڪائڻ لاءِ ٻاهر ميدان ۾ هليو ويو. ڪوڪول ماءُ کي ٻڌائڻ لڳو. اڳ ۾ پنهنجي ڏيل تلاشين ۽ جيل وڃڻ جون ڳالهيون ان نموني ڪرڻ لڳو ڄڻ ته اهي رواجي ڳالهيون هيون، انهن بنسبت ڳڻتيون ڪرڻ ڇربائپ هئي.

"تون ڪهڙي نه عجب ڍنگ سان ٿو ڳالهيون ڪرين. گويا ڪنهن ڪڏهن توکي ڪو نقصان ئي نه رسايو آهي."

ڪوڪول اٿيو ۽ ماءُ جي پرسان بيهي ڪنڌ لوڏي چيائين، "هيڏي ساري دنيا ۾ ڪو اهڙو ماڻهو آهي، جنهن کي ڪنهن ڪو نقصان نه رسايو هجي؟ مون کي ايترا ڏک پهچايا اٿائون، جو هاڻ مان انهن کي ڏک ئي نٿو سمجهان جڏهن ڪنهن کي نقصان پهچائڻ ماڻهن جي عادت بڻجي ئي پوي، ته ان لاءِ ڇا ڪيو وڃي؟ انهن کان جند ڇڏائڻ ناممڪن آهي. انهن بابت سوچڻ يا ڳڻتيون ڪرڻ وقت وڃائڻو آهي. حياتي ئي اهڙي آهي، امڙ!"

"شل خدا توکي سک نصيب ڪري!" ماءُ ٿڌو شوڪارو ڀري چيو.

"جڏهن مون کي سک ڏيندو ته مان وٺڻ کان انڪار ڪونه ڪندس. پر مان ان جي ڪهر نه ڪندس ۽ ان جي ڳولها ڪرڻ جو مون کي وقت ڪونه آهي." ۽ هو سيٽي وڄائڻ لڳو.

پاويل ٻاهران موٽي آيو. هٿ ڌوئي چيائين، "هو انهن کي ڪڏهن به ڳولهي نه سگهندا —" ۽ پوءِ ماءُ ڏانهن منهن ڪري چيائين، "جيڪڏهن هنن جي اڳيان ڊڄڻ لڳينديئن ته هنن جو شڪ پڪو ٿيندو ۽ اسان اڃا تائين ڪجهه به نه ڪيو آهي، ڪجهه به نه! توکي سڌ آهي ته اسان ڪو خراب ڪم نٿا ڪريون. سچ ۽ انصاف اسان جي طرف آهي ۽ ان لاءِ اسين جانيون به قربان ڪنداسين. اهو ئي اسان جو گناهه آهي. پوءِ ڊڄون ڇا لاءِ؟"

"مان پاڻ سنڀالي وٺنديس، پاشا!" ماءُ پٽ کي خاطري

ڏني ۽ پنهنجي انتظاري نه روڪي سگهندي چيائين، "جيڪڏهن هو جلد اچي وڃن ته سڀ ڇوٽڪارو ٿئي."

پر هو ان رات نه آيا. صبح جو ماءُ ان خيال کان ته ڪٿي ڇوڪرا مٺائيءَ لاءِ لوليون نه ڪن پاڻ تان پاڻهي ڇٽرون ڪرڻ لڳي.

## ( 6 )

تلاشي وٺندڙ هڪ مهيني کان پوءِ اڌ رات جو اچي پيدا ٿيا. ماءُ ننڊ ۾ هئي. ان رات نڪولئي، پاويل ۽ ڪوڪول سان اخبار بابت ڳالهيون ڪرڻ آيو هو، ٽنهي ڳالهيون ويٺي ڪيون، جو ٻاهر ڳرن قدمن جو آواز ٿيو ۽ دروازي تي ڪنهن ٺڪ ٺڪ ڪئي. ماءُ اٿي کڙي ٿي، ڏڪندي ڪپڙا پائڻ لڳي. پاويل خود دروازي کولڻ لاءِ اٿيو. ماءُ کي چيائين، "تون ليٽي پئُ؛ تنهنجي طبيعت ٺيڪ نه آهي."

پاويل دروازو کوليندي پڇيو، "ڪير آهي؟"

ٻه پوليس وارا پاويل کي ٿيلهو ڏيئي اندر گهڙي آيا ۽ هنن جي پٺيان ڊگهو، ونيل ڪارين مڇن وارو آفيسر هو ۽ هن جي پونتان وري ٻيا پوليس وارا هئا.

فيدياڪن پوليس واري، ماءُ جي کٽ مٿان بيهي آفيسر کي چيو، "حضور هيءَ آهي، هن جي ماءُ!" ۽ پوءِ پاويل ڏانهن هٿ سان اشارو ڪري چيائين، "۽ هي آهي پاڻ."

"پاويل ولاسوو؟" آفيسر رعب سان پڇيو. پاويل ڪنڌ لوڏي ها ڪئي.

"مون کي اوهان جي گهر جي تلاشي وٺڻي آهي. اٿ، پوڙهي!"

ماءُ ڪپڙا پائيندي پاڻ سان ڳالهائڻ لڳي، جيئن کيس طاقت ملي. "هيءَ ڪهڙو معاملو آهي؟ رات جو ماڻهو آرامي

آهن ۽ هي اهي ئا جا ڳائن.“

ماءُ پٽ جي پرسان، ڪيس هارن واڪر پانهون ٻڌي بيهي رهي. ماءُ پنهنجون ٽنگون ڏڪنديون محسوس ڪيون ۽ هن جي اکين اڳيان اوندهه ڇانئجي وئي.

اوچتو نڪولائيءَ جو ڪڙڪ آواز خاموشيءَ ۾ گونجي اٿيو، ”ڇا ڪتابن کي زمين تي ڦٽو ڪرڻ ضروري آهي؟“

آفيسر ترشيءَ نظر سان نڪولائيءَ ڏانهن نهاريو ۽ بي پرواهيءَ سان ڪتابن جا پنا اٿلائيندو رهيو.

ماءُ ڏڪڻ لڳي.

ڪجهه وقت کان پوءِ نڪولائيءَ وري گرج ڪئي، ”پوليس وارا، ڪتاب مٿي ڪٺي رک.“

پوليس وارن ڪاوڙ مان نڪولائيءَ ڏانهن ڏٺو، پنهنجي آفيسر ڏانهن نهاريو. آفيسر پيهر نڪولائيءَ کي ننهن کان پيرن تائين جاچيو ۽ غم کائي پوليس وارن کي چيائين، ”چڱو، ڪتاب مٿي ڪٺي رکو.“

”نڪولائي چپ نه ٿو ڪرين؟“ ماءُ پڻ پڻ ۾ پٽ کي چيو. پاويل ڪلها لوڏيا. ڪوڪول ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

”اتي، اها پڻ پڻ ڇاجي آهي؟“ آفيسر خنڪيءَ سان پڇيو. ”ماٺ ۾ رهو. بائيبل ڪير پڙهندو آهي؟“ ”مان!“ پاويل چيو.

”۽ هيءُ سڀ ڪتاب ڪنهن جا آهن؟“

”منهنجا“

سو!“ آفيسر عجب مان چيو ۽ پاڻ ڪٺي ڪرسيءَ تي آچلايائين. پوءِ منيچ کي وڪڙ ڏيئي نڪولائيءَ ڏانهن نهاري چيائين، ”تون انڊري نڪودڪا آهين، ڪوڪول؟“

نڪولائيءَ اڳتي وڌي چيو، ”ها!“

ڪوڪول پنهنجو هٿ وڌائي نڪولائيءَ کي ڪلهي کان جهڪي پٺيان ڪيائين.

”هن چڪ ڪئي آهي؛ مان انڊري آهيان.“ آفيسر

نڪولئيءَ تي تکي ڪري نظر وڌي ۽ پنهنجا ڪاغذ تپاسڻ لڳو پوءِ چيائين، ”نڪودڪا هن ڪسان اڳ ۾ راڄنيتي سببن ڪري ڪڏهن تنهنجي تلاشي ورتي ويئي آهي؟“

”ها، رُوستوف ۽ سَراتوف ۾ منهنجي تلاشي ورتي ويئي هئي. اتي پوليس مون کي ”مسٽر“ سان مخاطب ڪيو هو.“

آفيسر اک ڇنڀي، هٿ کي مهٽيو ۽ ڏند ڪڍي چيائين، ”مسٽر ها نڪودڪا، توکي خبر آهي ته ڪارخاني ۾ ڪوڙا بدمعاش بداخلاقيءَ جو پرچار ڪندڙ پمفليٽ ورهائيندا رهن ٿا.“

ڪوڪول کو جواب ڏئي ني [ڏني، تنهن ڪسان اڳ ۾ نڪولئيءَ بي ڌڙڪ چئي ڏنو، ”اسان پنهنجي ساري عمر ۾ بدمعاش هينئر هتي نه ڏٺا آهن.“

چوڌاري سناٽو ڇانئجي ويو. ماءُ ٿڙ ٿڙ ڪنبڻ لڳي.

آفيسر حڪم ڏنو، ”هن ڪتي کي هتان وٺي وڃو!“

ٻه پوليس وارا نڪولئيءَ کي پڪڙي ڌولڏاڙيندا رلڏئي ۾ وٺي ويا. اتي نڪولئي زمين تي زور سان لت هڻي چيو، ”مون کي ڪوٽ ته کڻڻ ڏيو!“

ايتري ۾ پوليس ڪمشنر ٻاهرين ميدان مان اندر آيو ۽ چيائين، ”اتي ڪجهه به ڪونهي. اسان ڏيي جاچ ڪئي.“

”مون کي اها خبر هئي،“ آفيسر چيو. ”هت کو آزمودگار شخص آهي، تنهن ۾ ڪو شڪ نه آهي.“

ماءُ ڏڪندي ڪنبندي آفيسر جا لفظ ٻڌا. هن آفيسر جي شخصيت ۾، ماءُ کي ماڻهن جو بي رحم دشمن ڏسڻ ۾ آيو. هن سوچيو، ”تڏهن اهوئي شخص آهي، جنهن کي سندس پٽ ۽ هن جي ساٿين ڪاوڙايو آهي.“

آفيسر جو ڪڙڪدار آواز آيو، ”مسٽر انڊري نڪودڪا، مان توکي گرفتار ٿو ڪريان.“

”ڇا جي ڪري؟“ ڪوڪول بنا ڪنهن ڊپ ڊاءُ جي پڇيو.

"اهو مان توکي پوءِ ٻڌائيندس،" آفيسر حاڪماڻي ڍنگ سان چيو. پوءِ ماءُ ڏانهن نهاري پڇيائين، "تون لکڻ پڙهڻ ڄاڻين ؟"

پاويل جواب ڏنو، "نه."

"مون توکان نه پڇيو،" آفيسر ڏڪار سان چيو "پوڙهي، تون ٻڌاءِ، لکي پڙهي ڄاڻين؟"

ماءُ پنهنجي نفرت جو جذبو روڪي نه سگهي. سڌو بيهندي اکيون ڦوٽاري چيائين،" اڙيون چونو ڪرين؟ تون اڃان نوجوان آهين. توکي خبر نه آهي ته مصيبت يا ڏک ڇا ٿيندو آهي...."

"امڙ، ٿڌي ٿي،" پاويل ماءُ کي اڌ ۾ ڪٽيو.

ڪوڪول دستوري مرڪ مرڪندي چيو، "هن معاملي ۾، امڙ، پنهنجي دل ڏلدن وچ ۾ قابو رکڻي پوندي آهي."

"ترس، پاشا!" ماءُ رڙ ڪئي ۽ پوءِ مڙ ڏانهن وڌي آفيسر کي چيائين، "تون هن طرح ماڻهو ڪسي ڇو ٿو وٺين؟"

آفيسر اٿي بيهي چيو، "ماٺ ڪر. ان سان تنهنجو ڪو واسطو نه آهي." پوءِ حڪم ڏنائين، "هن کي وٺي اچو!"

نڪولائيءَ کي ڪمري اندر آندو ويو.

"صحيح ڪر!" آفيسر ڪاغذ اڳيان ڦهلائي حڪم ڏنو.

ماءُ هر ڪنهن کي صحيح ڪندو ڏسي رهي هئي. هن جو جوش ٺڏو ٿي ويو هو ۽ هن جي اکين ۾ بي عزتيءَ ۽ بي وسيءَ جا ڳوڙها ڀرجي آيا. اهڙا ڳوڙها هوءَ ويهه ورهيه پرڻي کان پوءِ به ڳاڙيندي رهي هئي. پر ڪجهه وقت کان انهن ڏکوئيندڙ ورهن کي وساري ڇڏيو هئائين.

آفيسر هن ڏانهن انتها نفرت سان نهاري رهيو هو. پوءِ ان ڏڪار جو اظهار ڪندي چيائين، "پوڙهي، سانت ۾ رهه. نه ته ايندڙ وقت لاءِ تو وٽ لڙڪ باقي نه رهندا."

"ماءُ وٽ هر ڪنهن ڳالهه لاءِ ڳوڙها هڪيا حاضر آهن؛

ها، هر ڪنهن ڳالهه لاءِ جهڳڙا ڪرڻ توکي مناسب آهي، ته اها حقيقت هوءَ ڀلي ڀوڳيندي هوندي.“

آفيسر پوليس ڪمشنر ڏانهن حاڪماڻي رعب سان نظر وجهندي چيو، ”تنهنجي حد ۾ ماڻهو ڏاڍا بي پرواهه ٿي ويا آهن.“

پوليس ڪمشنر جو ڪنڌ هيٺ جهڪي ويو.

”هاڻي هلو!“ آفيسر حڪم ڏنو.

هنن جي هلڻ وڃڻ کان پوءِ پاويل پالهون پڊي ڪمري ۾ پسار ڪندو رهيو. آخر نهايت مايوسيءَ واري انداز ۾ چيائين، ”تون ڏسين ٿي؛ اهو سڀ ڪيئن ٿيندو آهي. مون کي بي عزتو ڪري، پنيان ڇڏي ويا.“

ڪمري ۾ ٽڙيل پکڙيل سامان ڏانهن ڏسندي، ماءُ پڻ پڻ ڪئي، ”دلجاءِ ڪر، توکي به وٺي ويندا. ڀلا نڪولئي هنن سان ان طرح ڇو ڳالهايو؟“

”هو شايد دل ۾ گهٻرائجي ويو. ٻيءَ صورت ۾ هنن سان ڳالهائڻ ناممڪن آهي، هو ڪا ڳالهه سمجهند ئي ڪونه.“

ٿوري دير ماٺ رهڻ کان پوءِ ماءُ چيو، ”هنن تنهنجي بي عزتي ڪئي؟“

”ها. مون کي به منهنجن ساٿين سان گڏ وڃڻ کپي ها.“

ماءُ کي ائين ڏسڻ ۾ آيو ته پاويل جي اکين ۾ ڳوڙها چلڪي رهيا هئا. پٽ جو درد محسوس ڪندي، هن کي پاڻهس ڏيڻ جي ارادي سان ماءُ چيو، ”ٿورو وقت ترس. توکي به وٺي ويندا.“

”ائين ته ضرور ٿيندو ئي.“

ماءُ ڏک مان چيو، ”تون ڪهڙو نه ڪٺور آهين، پاشا تون جهڪر ڪڏهن ”مون کي ڏڍ“ نه ڏين! مان جهڪر ڪا پوائتي ڳالهه ڪريان ته وري تون ان کان بدتر ٿو مٽائين.“

پاويل ماءُ ڏانهن نهاريو. ٿورو ويجهو وڃي نرمائيءَ سان

چيائين، ”امڙ، مان توسان ڪوڙ ڳالهائي نٿو سگهان. توکي صدمن سهڻ تي هري رهڻ کپي.“

## ( 7 )

ٻئي ڏينهن صبح جو خبر پيئي ته اڳين رات ’بوروڪن‘ ’سيميو ليوو‘ ’سوموو‘ ’فيڊيا مازين‘ ۽ پنجن ٻين سائين جي تلاشي به ورتي ويئي هئي. فيڊيا مازين پاويل جي گهر آيو جنهن جوش خروش سان تلاشي وٺندڙن جي بدتميزيءَ خلاف ڳالهايو، تنهن ماءُ کي نڪولئيءَ جي هلت جي ياد ڏياري ڇڏي. هن جي وڃڻ بعد ماءُ پٽ کي چيو، ”ڏسجانءِ ويٺو، جلد هيءُ جوشيلو جوان به اندر ري ۽ نڪولئيءَ جي جاءِ وٺندو.“

پاويل ڪوبه جواب نه ڏنو.

انهيءَ مهل رائبن پاويل جي گهر آيو. هن ايندي ئي ماءُ کي پنهنجاپ سان چيو، ”امڙ هڪ ڪوپ چانهه!“

۽ پوءِ پاويل کي چيائين، ”ڏس پاءُ! مان توسان صاف صاف نموني ڳالهيون ڪرڻ ٿو چاهيان. مان توکي ڏسندو رهيو آهيان. تنهنجو ڍنگ ٻين کان نرالو آهي، تنهن ڪري هنن جو ڌيان تو ۾ لڳو رهي ٿو. مان به علحدگيءَ روش جو ماڻهو آهيان، تنهن ڪري هنن جو مون ۾ شڪ رهندو آهي. ماڻهن ۾ تنهنجي باري ۾ سس پس ٿيڻ لڳي آهي. اسان جو زميندار توکي لادين سمجهندو آهي. تون گرجا ۾ به نه ويندو آهين ۽ وري مٿان اهي پمفليٽ تون ئي ته ڪڍندو آهين؟“

”ها،“ پاويل مختصر جواب ڏنو.

”ڇا ٿو چئين؟“ ماءُ رنڊ ئي مان چوندي آئي. ”تون اڪيلو ته نه آهين؟“

پاويل کلي ڏنو. رائبن جي چپن تي به مرڪ ڊوڙي آئي. ماءُ کي هنن جي ان وهنوار تي چڙ لڳي ۽ هو موني رنڊ ئي ۾ هلي ويئي.

“اهي هدايتون ڇا آهن. اهي ماڻهن ۾ اتساهه ڦوڪين ٿا. ٻارنهن نڪتا آهن..؟”

“ها.”

“مون سڀ پڙهيا آهن. ڪڏهن اهي اهڙا صاف نه هوندا آهن. تنهن هوندي به اهي اسان جي چڱي رهنمائي ٿا ڪن.”

رائيبن مرڪيو ۽ وري چيائين، “۽ اها تلاشي، ان مون کي اوهان ڏانهن مائل ڪيو آهي. توهان جانباز شخص آهيو. ڪوڪول ته لوهه جو ڦهل ٿو لڳي، موت به هن کي ڊيڄاري نٿو سگهي، تنهنجو مون ۾ ڀروسو آهي؟”

پاويل ڪنڌ ڌوڻي چيو، “منهنجو تو ۾ ڀروسو آهي.”

“ڏس، منهنجي عمر چاليهه سال آهي، تو کان ٻيڻي. مون کي دنيا جو توکان گهڻو وڌيڪ آزمودو آهي. مان جتن به ڪافي ڪيا آهن — مان پنهنجي شخصي آزمودي جي آڌار تي چئي سگهان ٿو ته ماڻهن کي پنهنجي زندگيءَ تي اختيار نه آهي.”

ماءُ چانهه ٺاهي ڪمري ۾ کڻي آئي.

پاويل ٻانهون پٺيءَ واري پاسي کان ٻڌي ڪمري ۾ اچ وڃ ڪرڻ لڳو. پوءِ سنجيدگيءَ سان چيائين، “ٺيڪ آهي، اسان جي زندگي بي انصافي ۽ مصيبت تي ٻڌي ويٺي آهي. پر ساڳئي وقت اها بي انصافي ۽ مصيبت اسان کي غفلت جي غفائن مان سجاڳ ٿيڻ جو سڏ ڏئي ٿي. ۽ پوءِ ڪن ۾ ان کي بدلائڻ جو احساس پيدا ٿئي ٿو، آهستي آهستي وڌيڪ کان وڌيڪ ماڻهو ساڳيءَ ريت سوچڻ لڳن ٿا. اهڙيءَ ۽ آزمودي مان اهو رستو نڪري ٿو اچي، جنهن سان زندگي بدلائي سگهجي ٿي.”

رائيبن مرڪندي چيو، “تون اها ننڍو آهين، ان آزموديڪار تون ماڻهن کي ٿورو سڃاڻين.”

پاويل گنڀير ٿي چيو، “اسان کي ننڍي وڏائي بابت نه ڳالهائڻ کپي. اسان کي ڏسڻ کپي ته ڪنهن جا ويچار وڌيڪ صحيح آهن.

”نہ تون ٿو ڄاڻين تہ ايشور بنسبت بہ اسان کي لکيو ويو آهي. مان بہ ائين ٿو ڀانيان تہ مذهب اسان کي ڇهو ئي رسايو آهي.“

ماءُ کي سڌ هئي تہ پاويل جڏهن ايشور ۽ مذهب بابت ڳالهائيندو، تڏهن گهڻو ڪي اهڙو هوندو، جنهن مان سندس جذبات کي چوٽ رسندي. سو ترت چئي ڏنائين، ”تون جڏهن ايشور بنسبت ڳالهائين تہ ڌيان رکندو ڪر تہ ڇا ٿو ڳالهائين. تو کي پنهنجي مقصد جو پل آهي. مگر مون مڙهيءَ وٽ مصيبت ۾ ڪهڙو سهارو رهندو - جڏهن تون منهنجو ايشور بہ مون کسي وٺندين؟“

ماءُ جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. هوءَ ڪوپ ساسريون ڌوئي رهي هئي ۽ هن جا هٿ ڏڪي رهيا هئا.

”امڙ، تو اسان کي پوريءَ ريت نہ سمجهيو آهي.“

”مون کي معاف ڪر، امڙ!“ رائيبن جهڪي کهکهي آواز ۾ چيو، ”مون کان وسري ويو تہ تون پڪي آهين ۽ پنهنجا ويچار بدلائي نٿي سگهين.“

”مان تنهنجي ان ايشور کي گهٽ وڌ نہ ڳالهائيندس.“ پاويل چيو، ”جو سڀ سچو ايشور آهي، جنهن ۾ تنهنجو وشواس آهي. مگر مان ايشور بابت اهڙا خيال نٿو رکي سگهان، جنهن کي لٺ طور ڪتب آڻي، پادري هر وقت اسان کي ڊيڄاريندا ڌمڪائيندا رهندا آهن ۽ جنهن جي نالي ۾ اسان مٿان چند سرمايہ دارن جون خواهشون مڙهيندا رهندا آهن.“

”بلڪل صحيح!“ رائيبن ميز تي مڪ هڻي چيو. ”هنن اسان جي ايشور جي صورت ئي بگاڙي ڇڏي آهي ۽ هنن هر ڪنهن چيز رخ اسان خلاف ڪري ڇڏيو آهي. ايشور اسان کي پنهنجي روپ ۾ پنهنجي پسنديءَ موجب ٺاهيو جوڙيو. تنهن ڪري انسان هن جي روپ جو عڪس آهي. پر اسان کي تہ جهنگلي جانور بڻايو ويو آهي! امڙ، اسان کي پنهنجو ايشور بدلائڻو پوندو.

گرجائن ۾ ايشور مٿان ڀل در اسان کي ڏوئي صاف ڪرڻي پوندي.
هن ايشور جو سروپ بگاڙيو آهي، ان لاءِ تہ جيئن هو اسان جي آتمائن کي ناس ڪري سگهن."

رائيبن هڪ هڪ لفظ صاف، چٽي، جدا جدا ڪري ٿي ڳالهايو. هن جي تقرير جو هرهڪ لفظ ماءُ جي ڪنن تي مترڪي جيان ٿي لڳو. هوءَ پريشان ٿيندي ويئي. هن جي دل پڙا سان پرجندي ويئي ۽ جڏهن رائيبن ڳالهائڻ بند ڪيو، تڏهن ماءُ پنهنجو ڪنڌ لوڏيندي چيو، "مان اهڙيون ڳالهيون پڌي سهي نٿي سگهان." ۽ هوءَ تڪڙي تڪڙي رڌڻي ۾ هلي ويئي.

رائيبن چيو، "ڏس پاويل، ايشور جو مقام دماغ ۾ نہ، دل ۾ آهي ۽ دل ۾ ٻيءَ ڪنهن ڳالهہ جي گنجائش ڪانهي."

پر دماغ تي، صحيح سوچ ويچار ئي انسان ذات کي ڇوٽڪارو بخشيندو."

"سوچ ويچار انسان کي طاقت نٿو بخشي،" رائيبن زوردار انداز ۾ چيو. "مان تو ئي پڌائي ٿو ڇڏيان. طاقت دماغ مان نہ دل وٽان ٿي ملي."

ماءُ ڪپڙا بدلائي، عبادت ڪان سواءِ ليٽي پئي. هن پاڻ کي پريشان ۽ ڏک محسوس ڪيو. رائيبن کي اول هن سياڻو ۽ ڏکيو نظر وارو سمجهيو هو، پر اچانڪ هن لاءِ سندس ذهن ۾ نفرت جو جذبو بيدار ٿي ائيو.

"لادين! دهريو! هو هت ڇو آيو؟ پاڻ تہ هن کان ڪنارو ڪري نہ سگهيو،" ماءُ سوچيندي رهي.

رائيبن جو آواز وري گونجي ائيو. "منهنجا لفظ ياد رکو. جيڪڏهن ايشور دل مان نڪري ويندو تہ دل ۾ هڪ گهاءُ پئجي ويندو. تنهن ڪري ضروري آهي تہ نئون وشواس پيدا ڪجي. هڪ اهڙي ايشور جي تخليق ڪجي جو بخمل نہ هجي، جو جنگي جوڌو نہ هجي؛ پر خلق جو دوست هجي."

پنهي جو بحث مباحثو جاري رهيو، گويا پئي هڪ پئي

سان لفظي ملهه وڙهي رهيا هئا. پاويل ڪمري ۾ ٽڪرو اچ وڃ ڪري رهيو هو، زمين هن جي پيرن جي دٻاءُ ڪري ڊڏڻ ٿي لڳي. جنهن مهل هن ڳالهايو ٿي ته پيا سڀ آواز ڊڪجي ٿي ويا، پر رائيبن جي سانتيڪي آواز مٿان گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ ۽ ٻنديواليءَ جي للڏڻ جو آواز صاف ٻڌڻ ۾ ٿي آيو.

ماءُ کي ننڊ ڪٿي وڃي ۽ هن رائيبن جي وڃڻ جو آواز نه ٻڌو.

پر هو جلد جلد ايندو رهيو. جڏهن پاويل جا ساٿي حاضر هوندا هئا ته هو هڪ ڪنڊ ۾ ماٺ ڪري ويٺو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن چئي ڏيندو هو "ائين برابر آهي!"

۽ هڪ ڀيري پنهنجي ڪنڊ ۾ ويٺي، سڀني ڏانهن نهاريندي گنڀير آواز ۾ چيائين، "اسان کي اهو ڪجهه چوڻ کپي، جيڪي آهي؛ جيڪي ٿيڻو آهي تنهن جي اسان کي ڪا ڄاڻ ڪانهي. جڏهن ماڻهو آزاد ٿيندا، تڏهن هو پاڻهي ڏسندا ته سندن لاءِ ڇا بهتر آهي- اوهان سڀ ڪتاب هنن جي هٿن ۾ ڏيو، هو پاڻهي پنهنجي لاءِ جواب ڳولهي لهندا، ان تي ايمان رکو."

پر جڏهن پاويل رائيبن اڪيلا هوندا هئا ته هن جي ڊگهي تقرير شروع ٿي ويندي هئي. ماءُ چپ چاپ ٻڌندي رهندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن هن کي ائين لڳندو هو ته ويڪرن ڪلهن ۽ ڪاري ڏاڙهيءَ وارو ڪڙمي ۽ سندس ڄاڻو جوان پٽ ٻئي انڌا بڻجي پيا هئا. ان ننڍي اونداهي ڪمري ۾ هنن روشنائيءَ لاءِ هٿوراڙيون ٿي هنيون، ائين ٿي نظر آيو ته هو زمين تي ڪري، ريڙهيون پائي رهيا هئا. پر هنن نه وشواس وڃايو هو ۽ نه نااميد ٿيا هئا.

هوءَ هنن جي ڪڙڪدار ۽ خطرناڪ لفظن تي هري ويئي هن جيتوڻيڪ رائيبن کي ناپسند ٿي ڪيو، تڏهن به هن لاءِ سندس دل ۾ نفرت نالي ڪا شيءِ به ڪانه رهي هئي.

هوءَ هفتي ۾ هڪ دفعو ڪوڪول وٽ جيل ۾ ڪپڙا ۽ ڪتاب کڻي ويندي هئي. هڪ لڳا ڪيس هن کي ڏسڻ ۽ ساڻس

ڳالهائڻ جو موقعو مليو. گهر اچي انساهه سان چيائين، ”هو اتي ۾ اٿين ويٺو آهي، جڏهن گهر ۾ آهي! هو هر ڪنهن سان سٺيءَ ريت ٿو هلي ۽ سڀ سائس چرچا ڪوڙا ڀا ڪن. هن جي تقدير ڪوڙي ۽ ڪساري آهي، پر هو پاڻ اهڙي ڏيکاري ٿو ڏئي.“

”هر ڪنهن کي ان ريت هلڻ گهرجي،“ رائبين چيو. ”اسان سڀ مصيبت ۾ وڪوڙيل آهيون، اسان مصيبت جو سامهون ڪٿون ٿا، مصيبت جا ڪپڙا ٿا پايون - پر اسان کي ان تي ڪو ڌيان ڏيڻ نه گهرجي. سڀ ماڻهو انڌا نه آهن؛ ڪي پنهنجو پاڻ ڪان اکيون پوري ٿا ڇڏين. جيڪڏهن ڪو ان باري ۾ اڻ ڄاڻ آهي تنهن کي سڀ سهڻو ٿو پوي.“

## ( 8 )

پاويل جو گهر ماڻهن جو وڌ کان وڌ ڌيان ڇڪائيندو رهيو. جيتوڻيڪ هن جي دلچسپيءَ ۾ شڪ ۽ هُرکُر جو جذبو شامل هو، تڏهن به اهو بستيءَ جي ماڻهن جي نگاهن جو مرڪز بڻجي پيو. ماڻهو پاويل وٽ شڪايتون کڻي ايندا هئا. ڪو جهيڙو جهٽو ٿيندو هو ته به ڌريون نبيري لاءِ هن وٽ اينديون هيون. پاويل به ماڻهن ۾ ڪافي دلچسپي وٺندو رهندو هو ۽ هو آهستي آهستي ماڻهن ۾ پيارو ٿيندو ويو.

ماءُ پٽ کي عزت پائيندو ڏسي، نهايت خوش ٿيندي هئي.

ڪارخاني جي پٺيان ڪافي پري تائين ڏٻڻ (دلدل) ڦهليل هئي. اونهاري ۾ ان مٿان پلو ۽ سانو ڇارو جمي ويندو هو ۽ ان منجهان مڇر نڪري ساري بستيءَ ۾ پکڙجي ويندا هئا ۽ انهن جي بدولت بخار ڦهلجڻ لڳندو هو. اها ڏٻڻ واري زمين ڪارخاني جي ملڪيت هئي ۽ نئين مئنيجر ان منجهان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ ان کي صاف ڪرائي ان ۾ فصل پيدا ڪرڻ جي رٿ بڻائي. مئنيجر مزدورن کي پڌائو ته ڏٻڻ جي صاف ٿيڻ سان بستيءَ جي عام حالت ۽ صحت سڌرندي ۽ حڪم ڪيائين ته سندن ڪمائيءَ

جو هڪ سيڪڙو ان ڍڪ جي صفائيءَ لاءِ ڪٽيو ويو. مزدورن بغاوت ڪئي، هنن خاص اعتراض ان تي ورتو جو ڪارخاني جي ڪلارڪن کي ان بار کان ڇوٽل رکيو ويو هو.

ڇنڇر ڏينهن جڏهن ان "جذبه دل" جا پوسٽر ڪارخاني ۾ هنيا ويا، تڏهن پاويل بيمار پيو هو. هو ڪم تي نه ويو هو ۽ کيس ان باري ۾ ڪابه خبر ڪانه هئي. ٻئي ڏينهن ٻه بزرگ مزدور پاويل سان صلاح مصلحت ڪرڻ آيا.

پاويل هنن کي ان ڍل جي بي انصافي ۽ مالڪن جو ڏلو وائٹو فائدو سمجهايو. ٻئي ڄڻا تيسي واري جذبات سان واپس ويا.

ماءُ ٻنهي ڄڻن کي دروازي وٽ آماٽي ڪلندي چيو، "پاشا، هاڻ ته پڍا ماڻهو به تو کان صلاح پڇڻ ٿا اچن."

پاويل ڪو جواب نه ڏنو ڪجهه لکڻ ويٺو. پوءِ ماءُ کي چيائين، "مهرباني ڪري هينئر تي شهر وڃ ۽ هيءُ پهچائي اچ."

"ڇا ڪجهه خطرناڪ ڳالهه آهي؟"

"ها! اتان اسان جي هڪ اخبار نڪرندي آهي! هن "جزبه دل" جي ڪهاڻي ٻئي پرچي ۾ ضرور شائع ٿيڻ کپي."

"مان هڪدم ٿي وڃان."

اهو پهريون ڪم هو جو پٽس سندس سپرد ڪيو هو، هوءَ خوش هئي، جو هن ساڻس کليل نموني ڳالهايو هو ۽ هوءَ شايد هن کي آئينده به ڪم ايندي رهي.

هوءَ شام جو دير سان موٽي- ٿڪل مگر خوش.

"اتي مون کي ساشينڪا گڏي،" ماءُ پٽ کي ٻڌايو. "هن تو کي سلام موڪليا آهن. ۽ يگور اڃا نوجوان ته نهايت سادو هو، ڏاڍو خوش مزاج."

"مان خوش آهيان جو تون منهنجن سائين کي پسند ٿي ڪرين."

سومر ڏينهن به پاويل ڪارخاني ۾ نه ويو، هن جي مٿي ۾ سخت سور هو. منجهند جو فيڊيامازين ڊوڙندو، ٿڪندو پاويل

وٽ آيو. چيائين، ”هل! سچو ڪارخانو اُٺي ڪڙو ٿيو آهي! هنن توکي سڏايو آهي. ’سزو‘ ۽ ’ماخوتمن‘، جي ڪالهه تـو وٽ آيا هئا، چون ٿا تہ تون ٿي سڀ ڪجهہ چڱيءَ ريت سمجهائي سگهين ٿو.“

پاويل چپ چاپ ڪپڙا بدلائڻ لڳو.

”زالن جو انبوهہ بہ ڪٺو ٿي ويو آهي. هو رڙيون ڪري رهيون آهن.“

”مان بہ هلنديس!“ ماءُ خيال ظاهر ڪيو. ”تون ٿڪ نہ آهين، ۽ هو ڇا ٿا ڪن؟“

”هل!“ پاويل مختصر جواب ڏنو.

هو ڪارخاني ۾ پهتا تہ ڏٺائون تہ سڀ مزدور احاطي ۾ جمع هئا. ڏاڍو شور غل متو پيو هو. پاويل کي ايندو ڏسي ڪنهن رڙ ڪئي، ”ولاسوو اچي رهيو آهي!“

مزدور پاويل کي جهلي اڳيان وٺي ويا. ماءُ اڪيلي پٺيان رهجي وئي. رائبن چئي رهيو هو، ”اسان کي پئسن لاءِ نہ، انصاف لاءِ لڙڻ کپي. اسان جا پيسا بہ مئنيجر جي پئسن جهڙا آهن، ويندي اسان جا ذرا وڌيڪ ڳورا آهن. جو اسان جي پئسن لاءِ وڌيڪ رت ٿو وهي ۽ مئنيجر جي پئسن لاءِ ٿورو. اهائي حقيقت آهي.“

”سچ ٿو چئين رائبين!“ ڪنهن چيو.

”ماٺ ڪيو! ولاسوو اچي ويو آهي!“ ڪنهن ٻئي چيو.

سڀ خاموش ٿي ويا. پاويل تقرير شروع ڪئي، ”سائيو!“

ماءُ پري کان ڏٺو، پاويل جو چهرو زرد ٿي ويو هو ۽ هن جا چپ ٿڙڪي رهيا هئا. هوءَ پيڙ کي چيريندي پٽ جي پرسان اچي بيٺي.

پنهنجي اڳيان ماڻهن کي يڪمشت بيٺل ڏسي پاويل جي خوشيءَ جو ڪو انت نہ هو. ڪن ساعت لاءِ هن جو گلو گهٽجي ويو. هن پنهنجي دل ۾ هنن اڳيان ڳالهہ رکڻ ٿي چاهي.

”سائيو!“ هن وري چيو. ان لفظ مان هن طاقت ۽

حوصلو حاصل ڪيو. ”اسان ماڻهو آهيون جيڪي ڪارخانا ۽ ديولون ٺاهيندا آهيون، زنجيرون ٺاهيندا آهيون، سڪا گهڙيندا آهيون، راند يڪا ۽ ڪلون جوڙيندا آهيون. اسين اها طاقت آهيون، جا دنيا جي ماڻهن کي جيئڻ کان مرڻ تائين کارائيندي ۽ خوش رکندي آهي.“

”اها ئي اٽل حقيقت آهي!“ رائبن چيو.

”جيتوڻيڪ اسين ڪم ۾ اڳرا ۽ زندگيءَ ۾ پٺتي آهيون. ڪير ٿو اسان جي پرواهه ڪري؟ ڪير ٿو اسان جي ڀلائي چاهي؟ ڪير ٿو اسان کي انسان سمجهي؟ ڪير به نه!“

”ڪير به نه!“ ماڻهن جي انبوهه دهرايو.

پاويل پاڻ سنڀاليندي سلوس ۽ سادگيءَ نموني ڳالهائيندو رهيو. ماڻهو اڃا به وڌيڪ ويجهو وڌندا آيا، پاويل چوندو رهيو، ”اسان تيستائين بهتر زندگي حاصل ڪري نه سگهنداسين، جيستائين اسان هڪ ٻئي کي ساٿي نٿا سمجهون، دوستن جي برادري جي هڪ ئي منشا پنهنجن حقن لاءِ لڙڻ جي خواهش نٿا رکون.“

”ڪم جي ڳالهه ڪر!“ ماءُ جي ڀرسان بيٺلن مان ڪنهن چيو.

”وچ ۾ نه ڳالهاءِ! خاموش رهه!“ مٿان جدا جدا هنڌن تان به آواز آيا. اڪيچار اکيون گهورتان سان پاويل ڏانهن تڪڻ لڳيون.

”سماجوادي آهي، بي وقوف ڪو نهي!“ ڪنهن راڙو ڏنو.

ماڻ ٿو چوان، جرئت ۽ حشمت سان ٿو ڳالهائي“ ماءُ جي ڪلهن تي ٿڏڪون هڻندي، هڪ ڊگهي لنگڙي مزدور چيو.

”وقت آيو آهي، ساٿيو، جو اسين ان هيٺين طاقت خلاف اٿي کڙا ٿيون، جا اسان جي محنت تي جي رهي آهي. وقت آيو آهي جو اسين پاڻ کي بچايون، اسان کي بخوبي سمجهڻ کپي ته اسان کان سواءِ ٻيو ڪوبه اسان کي بچائي نٿو سگهي، هڪ

سيني لاءِ، ۽ سڀ هڪ لاءِ' اهو اسان جو قاعدو هوندو، جيڪڏهن اسين دشمن کي ناس ڪرڻ ٿا چاهيون!"

"سچ ٿو چوي،" ماڻهن چيو ۽ هڪ هوا ۾ لوڏيائين.

"اسان کي منيجر کي ٻاهر سڏائڻ کپي،" پاويل چيو.

"اسان کي هن سان ڳالهائڻ کپي."

مزدور سڀ ٻس ۾ راضپي ڪرڻ لڳا ته ڪير منيجر کي ڏسڻ وڃي، ماءُ پنهنجي پٽ ڏانهن ڏٺو. هوءَ فخر سان ڀرجي ويئي. مزدور پٽس کي عزت ڏيئي رهيا هئا، سندس صلاح قبول ڪري رهيا هئا.

ليڪ صلاح بعد ته سيزوو، رائبن ۽ پاويل مزدورن جي ٻاران منيجر سان وڃي ملاقات ڪن. هو وڃڻ تي هئا، جو منيجر پاڻ ٻاهر نڪري آيو. مزدورن هن کي مان ڏيڻ لاءِ پنهنجا ٽوپلا لاٿا. منيجر وڏندو پاويل ۽ سيزوو جي اڳيان اچي بيٺو. مزدورن ۾ عجيب سانت ڇانئجي ويئي.

"هن انبوهه جو مطلب ڇا آهي؟" منيجر چيو. "اوهان سڀني ڪم ڇو بند ڪيو آهي؟"

ڪجهه دير لاءِ سناٽو ڇانيو رهيو. پوءِ پاويل اڳتي وڌي سيزوو ۽ رائبن ڏانهن اشارو ڪري چيو، "اسان ٽن کي سڀني سائين اختياري ڏني آهي ته اوهان کي هڪ سيڪڙو لاڳو ڪيل ڍل رد ڪرڻ لاءِ چئون."

"ڇو؟" منيجر پاويل ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ پڇيو. "اسان اها واجبي نٿا سمجهون،" پاويل ڏيان جواب ڏنو.

"سو ڍڍڻ جي صاف ڪرائڻ جي رٿ ۾، توکي منهنجي لوٽ کسوٽ ٿي نظر اچي ۽ مزدورن جي ڪا ڀلائي نٿي ڏسڻ ۾ اچي؟"

"ها!" پاويل چيو.

"تون به ائين ٿو سمجهين؟" منيجر رائبن کان پڇيو.

"بلڪل ساڳيءَ طرح!"

"۽ تون، رڇ مڙس!" مئنيجر سيزوو ڏانهن نهاريو.

"مان به چاهيان ٿو ته اسان جا پيسا اسان وٽ رهن."

مئنيجر انهيءَ تي سرسري نظر وجهي وري پاويل ڏانهن ڏسندي چيو، "تون جهان دان سمجهو ٿو معلوم ٿين. تون منهنجي رٿ جي اهميت نٿو سمجهين؟"

پاويل زوردار نموني ۾ چيو، "جڏهن ڪارخاني جي خرچ تي ڍٻڻ صاف ڪرائي وڃي ته اسان کي ڪو اعتراض ڪونهي."

"ڪارخانو ڪا خيراتي جماعت ڪانهي،" مئنيجر خشڪ نوع ۾ چيو، "مان اوهان کي حڪم ٿو ڏيان ته هڪدم ڪم تي چڙهو!"

۽ هو وڃڻ لڳو، ماڻهن ۾ اعتراض جي سس پس ٿيڻ لڳي.

"ڇا؟" مئنيجر روڪجي بيهندي پڇيو.

سڀ خاموش هئا. پريان آواز آيو، "تون وڃي پنهنجي ڪم کي لڳ."

"جيڪڏهن پندرهن منٽن جي اندر اندر اوهان ڪم تي نه چڙهو ته مان مڙني کي برطرف ڪري ڇڏيندس." مئنيجر خشڪ مگر صاف لفظن ۾ اعلان ڪيو.

ماڻهن ۾ سس پس وڌندي ويئي. آواز بلند ٿيندا رهيا.

"هين سان ڳالهائي ڏسڻ جو نتيجو ڏسو!"

"اهو انصاف آهي؟ بدتر نصيب!"

ڪن پاويل کي مخاطب ڪري چيو، "تون تقرير ته لنبي چوڙي ڪئي، پر نتيجو ڇا نڪتو؟"

"پاشا، ولاسوو! هاڻ ڇا ڪجي؟"

پاويل چيو، "ساٿيو، منهنجي رٿ آهي ته جيستائين اها ڍل رد نٿي ٿئي، تيستائين اسان ڪم بند رکون."

جوشيلا آواز بلند ٿيا.

"اسان کي شايد بيوقوف ٿو سمجهي"

"اسان کي ائين ڪرڻ کپي!"

"هڙتال!"

"هڪ سُڪڙي لاءِ؟"

"ڇو ڪين؟"

"اسان سڀ برطرف ڪيا وينداسون."

"ڪير ڪم ڪندو؟"

"ٻيا گهڻيئي مزدور هن کي ملي پوندا."

پاويل ماءُ جي پرسان ٿي ويٺو. هاڻ ڪنهن به هن ڏانهن ڌيان نه ڏنو. هو رڙيون به ڪري رهيا هئا ۽ هڪ ٻئي سان بحث مباحثو ڪري به رهيا هئا.

"تون هنن کان هڙتال ڪرائي نٿو سگهين،" رائيبن پاويل جي پرسان اچي چيو. "ماڻهو ڏاڍا لالچي آهن ۽ ڪانئر پڻ. تنهنجي پٺيان وڌ ۾ وڌ ٽي سؤ ڄڻا هلندا."

پاويل چپ هو. هو ڏسي رهيو هو ته سندس لفظن جو ڪو اثر نه ٿيو هو، هن جو سينو ڏکي رهيو هو ۽ ٿڪو ماندو گهر ڏانهن روانو ٿيو. هن جي پٺيان پٺيان هن جي ماءُ ۽ سيزوو هلندا هليا. رائيبن ساڻن گڏ هلندي چيو، "تون ڏاڍو سٺو ٿو ڳالهائين پر تنهنجو آواز دل تائين نٿو پهچي ۽ اها ئي دقت آهي. ڳالهه دل تائين رسڻ کپي، ان جي اونهي تهه تائين."

پاويل جهڪي آواز ۾ چيو، "وقت آيو آهي جو اسان سوچ ويچار کان ڪم وٺي، زنده رهون ۽ ان جي رهنمائي قبول ڪريون."

سڄو ڏينهن پاويل واندڪائيءَ ۾ پريشان رهيو هو ائين محسوس ڪري رهيو هو گويا ڪجهه وڃايو هئائين. اها سڌ نه هيس ته ڇا وڃايو هئائين ۽ کيس پڻ ڪي وڃائڻ جو انديشو هو.

رات جو جڏهن ماڻس کي ننڊ هئي ۽ پاڻ بستري تي ليٽي پڙهي رهيو هو، تڏهن پوليس آئي ۽ گهر جي ڪنڊ ڪڙڇ جي تلاشي

ورتائين، ميدان جي، رڙڻ جي، ڪمرن جي. آفيسر اهوئي ساڳيو هو جو ٻهرئين دفعي آيو هو. هن جي روش هن ڀيري وڌيڪ اڏنگي ۽ بيهودي هئي ۽ ڳالهين ڪرڻ ۾ هن کي خاص لطف ٿي آيو. ماءُ ڪنڊ ۾ ويٺي، چپ چاپ پنهنجي پٽ جي منهن ۾ نهاريندي رهي. هو پنهنجي زبان کي قابوءَ ۾ رکڻ جي هر ڪا ڪوشش ڪري رهيو هو، پر جڏهن آفيسر کليو ٿي تڏهن هن جون مڪون ڀڪوڙ جي ٿي ويون، ماءُ محسوس ٿي ڪيو ته کهڙي نه ڏکيائي سان پٽس چپ چاپ مخولبازي برداشت ٿي ڪئي. ماءُ کي هن ڀيري ايترو ڊپ نٿي ٿيو، جيترو ٻئي ڀيري ٿيو هو. هن جي دل ۾ پوليس آفيسر ۽ هن جي زيردستن خلاف ڌڪار جو جذبو بيدار ٿي چڪو هو ۽ نفرت جي جذبي هيٺ ڊپ لڪي ويو هو.

پاويل آفيسر جي نظر کان بچي آهستگيءَ سان ماءُ کي چيو، "مون کي پڪ گرفتار ڪندا."

ڪنڌ نوائي ماءُ جهڪي آواز ۾ چيو، "مان به اهوئي سمجهان ٿي."

ماءُ سمجهيو ته ڏينهن جو هن مزدورن کي جيڪي چيو هو، تنهن لاءِ هن کي گرفتار ڪندا، پر جيئن ته سڀ سائس شامل راهه هئا، ۽ سڀ سندس لاءِ يڪمشت ٿي بيهندا، تنهن هن کي گهڻي وقت لاءِ قيد ۾ نه رکندا.

هن چاهيو ته پٽ کي ڀاڪر پائي ۽ روئي رڙي، پر آفيسر جون ٻڙڙيون نظرون ڪيس هر گهڙيءَ تڪڻ ٿي لڳيون. ماءُ کي لڳو ته، هو سندس چپن، شڪايتن ۽ سڏڪن جي تاڙ ۾ هو. هن پنهنجي دل تي پٿر رکي ڇڏيو، ۽ پنهنجو ساهه روڪي آهستي آهستي چيائين، "الوداع پاشا. تو پنهنجي ضرورت جون سموريون شيون کنيون؟"

"سموريون کنيون اٿم. تون چنتا نه ڪر!"

"خدا تنهنجو ساٿي رهي!"

# ( 9 )

پاويل کي وٺي ويا ته ماءُ بينچ تي ويٺي، اکيون بند ڪري گونگا ڳوڙها ڳاڙڻ لڳي. ڏک ۽ بي وسيءَ جي جذبات لفظن ۾ ان سامت نه آئي. دل جي زخم جو سور سڏڪن جي صورت اختيار ڪري ويٺو. هن جي دل ۾ انهن ماڻهن لاءِ ڌڪار زور پڪڙيندي رهي، جي پٽ کي ماءُ کان ان لاءِ ٿا ڪسي وٺن چاڪاڻ ته پٽ سچ جي ڳولها ٿو ڪري.

هوءَ سوچڻ لڳي، ”مون کي به جيڪر ساڻ وٺي وڃن ها!“

صبح جو ڪارخاني سڀني هٿي مزدورن کي ڪم تي چڙهڻ لاءِ سڏ ڪيو. دروازو کليو ۽ رائيبن اندر آيو. هو هن جي اڳيان بيٺو ۽ پنهنجي ڏاڙهيءَ تان سنهن جا ڦڙا ڇنڊيندي چيائين،

”پاويل کي توکان ڇني ويا ڪيئن؟“

”ها، ڇني ويا، ڪتا!“

”هنن منهنجي تلاشي به ورتي،“ رائيبن چيو، ”گهر جي ڪنڊ ڪڙڇ جاچي ڏٺائون. مون کي دل ڀري گاريون ڏنائون، پر ان کان وڌيڪ ضرور نه پهچايائون سو هو پاويل کي وٺي ويا! منيجر پوليس کي سڄ ڏني، پوليس تيار ٿي ويٺي. ۽ پاويل گرفتار ٿي ويو. هي طاقتون مليل آهن، هڪ عوام جي ڪيسن کي ڌاڙو ٿي هڻن ۽ ٻي بندوق جهلي ٿي بيهي.“

”توهان کي پاويل جو ساٿ ڏيڻ کپي!“ ماءُ اٿي بيهي ڏاڍيان چيو. ”توهان جي لاءِ ئي ته هو جهل ويو آهي!“

”ڪهڙو پاويل جو ساٿ ڏين؟“

”اوهان سڀ!“

”تون تمام گهڻو ڪجهه ٿي گهرين. اسان ته اهڙو ڪم به نه ڪنداسين. اسان جا مالڪ هزارن ورهين کان طاقت جمع ڪندا رهيا آهن ۽ هنن اسان جي دلين ڪي لوهي ڪلن سان جڪڙي ڇڏيو آهي. اسان هڪدم يڪمشت ٿي نٿا سگهون. اسان

ڪي اول اهي لوهي ڪلا جي انسان کي هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ کان روڪين ٿا، ڪڏهن پاڻ ٽٽا ڪرڻا پوندا."

اُن ڇني رائين هلهو ويو. هن جي رڳي ورتاءَ ماءُ جي چنتا تهائين وڌائي ڇڏي. هن سڄو ڏينهن ٻاهر ا، ٻاري، ڪاڏو نه ڪاڏو، چانهه نه پيتي. شام جو دير سان ماڻيءَ کپو کاڌائين. جڏهن رات جو بستري تي ليٽي، تڏهن هن کي لڳو ته هيل تائين ڪڏهن به ڪنهن زندگي اڄ جهڙي ذليل، اڪيلي ۽ خشڪ نه لڳي هئي. گذريل ٽورن سالن کان هوءَ لڳاتار تبديلين جي انديشن تي هري وئي هئي، بهتر زندگيءَ جي انديشن تي. انساهي ۽ جرئت ڀريا نوجوان سندس اردگرد رهندا هئا. سندس پٽ جي گنڀيرتا ۽ سچائيءَ سندس اکيان هئي ۽ ڪيس انهن محسوس ٿيندو هو ته ان جذبي ڀرئي اتم جيون جو خالق هو پاڻ هو. هاڻ هو هليو ويو هو ۽ هن سان گڏ سڀ ڪجهه ڇوٽ ٿي ويو هو. سڄي ڏينهن ۾ رائين کان سواءِ ٻيو ڪير نه آيو هو.

اچانڪ دروازو کڙڪيو. ماءُ ٻنا دير اٿي کڙي ٿي. ڪلهن تي شال وجهي اچي دروازو کوليائين. سمولوو اندر آيو ۽ هن جي ٻنيان ٻيو به هڪ ماڻهو اندر گهڙيو. هن جي اوور ڪوٽ جي ڪليل ڪالرن ۽ اکين تائين پاتل ٽوپلي ۾ هن جو منهن ڍڪجي ويو هو.

سمولوو ماءُ سان دستوري خوش خيرو عافيت ڪرڻ کان سواءِ پڇيو، "اسان تنهنجي ننڊ ڦٽائي ڇا؟"

"مان ننڊ ۾ نه هيس،" ماءُ منتظر اکيون منجهين ڪپائي جواب ڏنو.

سمولوو جي ساٿيءَ ٽوپلو لاهي، جهولي واقفڪار وانگر ماءُ ڏانهن هٿ وڌائي چيو، "تو مون کي نه سڃاتو"

ماءُ جي خوشي جي ڪا حد نه هئي. "تون آهين، يگور رائو تو وچ!"

"ها، اهوئي ساڳيو!" يگور ٽهڪ ڏيندو چيو.

"اچي ڪمري ۾ ويهو. مان جهٽ پٽ ڪپڙا بدلائي ٿي اچان."

سمولوو چيو، "اسان خاص ڪم سان آيا آهيون."

يگور ڪمري ۾ گهڙي ويو ۽ اتان چيائين، "اليگزئي اڄ صبح جو جيل مان نڪتو آهي. تون ڪمس ـ چائين؟"

"گهڻو وقت جيل ۾ رهيو؟" ماءُ پڇيو.

"پنج مهينا ۽ يارنهن ڏينهن. هو ڪوڪول سان مليو. ڪوڪول توکي سلام موڪليا آهن. پاويل سان به گڏيو. هن به توڏانهن سلام موڪليا ۽ توکي عرض ڪيو اٿس ته گهبرائج نه. توکي خبر آهي ته ڪالهه هتان گهڻا ڄڻا گرفتار ڪيا ويا هئا؟

"مون کي خبر ڪانهي. ته ڇا پاشا کان سواء ڪن ٻين کي به گرفتار ڪيو ويو آهي؟"

"پاويل اڻونجاهون ڄڻو هو،" يگور سنجيدگيءَ سان چيو. "شايد ڏهه ڪن ڄڻا ٻيا به پڪڙيا وڃن. شايد هن کي به پڪڙن."

"ها، مون کي به!" سمولوو کهنج وجهي چيو.

ماءُ کي ڪي قدر تسلي ملي. "ته هو اتي اڪيلو نه آهي،" هن سوچيو.

جڏهن ڪپڙا بدلائي هوءَ ڪمري ۾ گهڙي ته مرڪندي چيائين، "جيڪڏهن ايترا گهڻا ڄڻا گرفتار ڪيا اٿن ته ڪين گهڻو وقت جيل ۾ ڪونه رکندا."

"تون صحيح آهين،" يگور چيو، "۽ جيڪڏهن ته اسان سوچي ويچاري ڪم ڪيو ته اسين پوليس جون متيون منجهائي ڪين بيوقوف بڻائي ٿا سگهون. ڳالهه دراصل هيءَ آهي. اسان جيڪڏهن ڪارخاني ۾ پمفليٽ موڪلڻ بند ڪنداسون ته هو ان جو فائدو وٺندا. پاويل ۽ سندس سائين کي پمفليٽ ورهائڻ جي جڙ سمجهي هنن کي جيل ۾ رکي ڇڏيندا."

"پوءِ ڇا ڪرڻ کپي؟" ماءُ آناولي ٿي پڇيو.

”اسان کي ڪم جاري رکڻ گهرجي،“ سمولوو چيو ”نه صرف پنهنجي مقصد لاءِ بلڪ پنهنجن ساٿين کي بچائڻ لاءِ به.“
”هر ڪو به ڪم ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي،“ يگور چيو.
”اسان وٽ مواد ته ميسر آهي، پر اهو ڪارخاني اندر ڪيئن رهي، اهو ئي اسان اڳيان مکيه سوال آهي.“
”ها، هو ڦاٽڪ وٽ، هر ڪنهن جي تلاشي وٺندا آهن،“ سمولوو چيو.

ماءُ محسوس ڪيو ته منجهانئس ڪنهن ڪم ڪرڻ جي اميد ڪٿي پئي وڃي. هن سمجهي ورتو ته هوءَ پٽ لاءِ ڪارائتي ٿي سگهي ٿي، سو ٻنادير چوائين، ”اسان کي ڇا ڪرڻ کپي؟“

سمولوو چيو، ”نلوونا، تون ميريا ڪورسونوا ڪارخاني اندر کهور کندڙ مائيءَ کي سڃاڻين؟“
”ها، ڇو؟“
”تون هن سان ڳالهائي ڏس- تون هن کي اسان جو مواد ڪارخاني اندر کڻي وڃڻ لاءِ تيار ڪر.“
”اسان کيس ان لاءِ پيسا به ڏينداسين،“ يگور چيو.

ماءُ ڪنڌ ڌوڻي چيو، ”نه نه هوءَ وڏواتي آهي. جيڪڏهن هوءَ پڪڙائي وڃي ته اهو مواد مون وٽان، هن گهر مان ئي آيو، .... نه، نه!“

پوءِ هن کي ڪو خيال آيو. خوشيءَ وچان چيائين، پمفليٽ مون کي آڻي ڏيو. مان پاڻهي بندوبست ڪنديس. مان ڪو رستو ڳولهي لهنديس. مان ميريا کي نوڪريءَ جي درخواست ڪنديس مون کي جيئڻ لاءِ ڪمائڻو آهي، ڪم ڪرڻو آهي نه؟ ته پوءِ مون کي کومچو ڪارخاني اندر کڻي وڃڻو پوندو. ها، مان پاڻهي سڀ انتظام ڪندس.“

هن خاطري ڏني ته ڪم جي سرانجامي ٿيندي رهندي ۽ ڪنهن کي به ڪا سڌ ڪانه پوندي ۽ آخر ڳنڀير نوع ۾ چيائين ”هو ڏسندا - پاويل ولاسوو جيل ۾ آهي پر هن جون پانهون

جمل مان ڪارخاني تائين پهچي ٿيون وڃن."

يگور مرڪيو ۽ اتساهه سان چوائين، "نهايت عجيب ۽ شاندار ترتيب! تون ڏاڍي سٺي آهين، امڙ!"

ماءُ مرڪيو. اهو هن لاءِ صاف ظاهر هو ته جيڪڏهن پاويل جي عدم موجودگيءَ ۾ پمفليٽ بدستور ورهايا رهندا ته اختياريءَ وارا سمجهندا ته پمفليٽ ورهائڻ ۾ سندس پٽ جي شرارت نه آهي.

"جڏهن تون پاويل سان گڏجين،" يگور سمولوو کي چيو، "تڏهن چئجانئس ته ڪيس ڏاڍي سٺي ماءُ ملي آهي."

"مان توکي خاطري ٿو ڏيان، ته مان سائس جلد گڏبس."

ماءُ سمولوو جو هٿ قابو جهلي چيو، "هن کي پڌائج ته مان سڀ ڪجهه ڪنديس، جيڪي ڪجهه ضروري هوندو سو ڪنديس. مان چاهيان ٿي ته هن کي خبر پوي."

يگور چيو، "امڙ، توکي پاويل لاءِ چنتا ڪرڻ نه کپي، هو جيل مان سٺو ماڻهو ٿي موٽندو. جيل اسان جي آرام ۽ اڀياس جو مڪان آهي. جيل کان ٻاهر انهن ٻنهي ڳالهين لاءِ اسان کي ٿورو وقت ڪين ملندو آهي. مان پاڻ ٽي دفعا جيل مان ٿي آيو آهيان پيري پيري سان منهنجي دل ۽ دماغ کي وڏيڪ فائدو پهتو آهي."

ٿوري دير رکي يگور وري چيو، "ته سڀ ڪجهه ٺيڪ ٺيو نه؟ اسان سڀاڻي توکي سمورو مواد پهچائينداسين ۽ اولڌهه الڌوڪار کي دور ڪندڙ روشنائيءَ جو چڪر وري ڦرڻ لڳندو."

موڪلائيندي سمولوو ماءُ جو هٿ لوڏيندي چيو، "مان پنهنجي ماءُ سان اهڙي ڪا ڳالهه ڪيڻ جي سگهه ساري نه سگهندو آهيان."

"وقت اچڻ تي سڀ ڪجهه پاڻهي سمجهنديون،" ماءُ سمولوو کي خاطري ڏني.

ٻئي ڏينهن ماءُ ميريا وٽ وئي ۽ هن کي نوڪري ڏيڻ لاءِ چيائين ۽ موٽ جهٽ ۾ مڃي وئي. چيائين، ”تنهن مدد ڪرڻ ئي گهرجي. تنهنجو پٽ ماڻهن جي ڀلائيءَ لاءِ جيل ۾ ويو آهي. ڪو وقت هو، تون مون کي منهنجي مڙس کان پناهه ڏيندي هئينءَ. هاڻ مان تنهنجو پٽ ۽ گهر جي عذاب کان بچاءُ ڪنديس.“

## ( 10 )

ٻئي ڏينهن ماءُ ميريا جو کومچو ڪٺي ڪارخاني ۾ پهچي وئي. ميريا پاڻ مارڪيٽ ۾ گهور ڪرڻ هلي وئي، مزدورن سان گهڻا ماءُ سان همدردي ظاهر ڪرڻ لڳا ۽ ڪيس ڏڍ ڏيڻ لڳا ته پاويل جلدئي ڇٽي ايندو. ڪي اهڙا به هئا، جن خارن مان پاويل کي ٻڌيو ٿي.

ڪارخاني ۾ ڪافي تاءُ هو. مزدورن ننڍا ننڍا مجموعا ٿاهي، سس پس ۾ ڳالهيون ٿي ڪيون. فورميئن هيڏانهن هوڏانهن ڦرندو ٿي رهيو.

ٻه پوليس وارا سمولوو کي پڪڙي ماءُ جي پرسان لنگهيا. سمولوو جو هڪ هٿ کيسي ۾ هو ۽ ٻئي سان پنهنجا ڀورا وار سنواريندو ٿي هليو.

سؤ کن مزدور هنن جي پٺيان ٺٺيان هلندا ٺٺي هليا ۽ ڪنهن چيو، ”هاڻ چورن پٺيان پوڻ مان ڪو لاڀ نه آهي.“

ٻئي چيو، ”تنهن ڪري هو ڀل مان اسان کي پڪڙين ٿا.“ ٽئين چيو، ”۽ رات جو نه، پلڪ ڏينهن ڏٺي جو اچي ٿا پڪڙين، بي شرم، بدمعاش!“

سمولوو ماءُ کي ڏسي مرڪيو. ماءُ جي دل لڏي وئي. سوچڻ لڳي، ”هيءُ نوجوان مرڪندا جيل ٿا وڃن، ڪوڙا نه بي ڊپا آهن!“

مانءون خلاص ڪري ماڪ موٽي ويئي. باقي ڏينهن هن ميريا وٽ ڪاٽيو، هن کي ڪم هاڄ ۾ هٿ ونڊائيندي رهي.

شام جو دير سان پنهنجي گهر موٽي ويئي ۽ هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين ڦرندي رهي. ڪٿي به هن کي آرام نه آيو. سڄو گهر ڄڻ هن کي کائي رهيو هو. رات ٿي رهي هئي ۽ هن جي انتظاري وڌندي ٿي رهي. ڀگور اڃا تائين ٻمفليٽ کڻي نه آيو هو.

دروازي تي هلڪو کڙڪو ٿيو. ماڪ دروازو کوليو ته ساشينڪا اندر گهڙي آئي.

"تون!" ماڪ عجب مان چيو. "تون هيترا ڏينهن ڪٿي هئينءَ؟"

"مان جيل هيس،" ساشينڪا مرڪندي چيو، "اليگزئي انونوچ سان، توکي هو ياد آهي؟

"ها. ڀگور ڪالهه مون کي ٻڌايو ته اليگزئي آزاد ٿيو آهي، پر مون کي تنهنجي باري ۾ ڪا خبر ڪانه هئي. مون کي ڪنهن ڪونه ٻڌايو ته تون به جيل ۾ هئينءَ."

"ڪهڙي ضرورت هئي، ان جي ٻڌائڻ جي؟ ڀگور اچي تنهن کان اڳ ۾ مان ڪپڙا بدلائڻ ٿي چاهيان."

"تون سڄي آلي ٿي ويئي آهين."

"مون پاڻ سان ٻمفليٽ آندا آهن."

"اهي مون کي ڏي،" ماڪ اتاولائيءَ مان رڙ ڪئي.

ساشينڪا پنهنجي ٻڙي پري ڪئي ۽ پترا هيٺ ڪرڻ لڳا. گويا ڪنهن وڻ مان پن ڇڻي هيٺ ڪري رهيا هئا.

ماڪ انهن کي ميڙڻ لڳي ۽ کلندي چيائين، "مان عجب کائي رهي هيس ته تون اهڙي ٿلهي ڪيئن ٿي ويئي آهين. ڪيڏو نه وڏو سٽو پاڻ سان کڻي آئي آهين! تون پنڌ ڪري آئي آهين؟"

"ها،" ساشينڪا چيو. هوءَ هاڻ اڳي جهڙي سنهي بدلائتي

ٻنهي ڀيڻي هئي. ماءُ ڏٺو، هن جي ڳلن ۾ ڪَلڊون ٻنهي ويون هيون ۽ اکين هيٺان ٿلها ڪارا نشان هئس.

ماءُ چيو، "تون اڄ تازو جيل مان نڪتي آهين. تو کي آرام ڪرڻ گهرجي ۽ تون آهين جا هيڏي ساري بار سان چار چار ميل پيادل سفر ڪري رهين آهين."

"ڪم ته ڪرڻو آهي،" ساشينڪا چيو. "مون کي ٻڌاءِ ته پاويل ڪيئن منهن ڏنو. هن جي منهن ۾ ڪو گهنج ته ڪونه پيو؟"

"خاطري رک، هو اهڙي ڪا ڳالهه ڪرڻ وارو ڪونهي."

"هو ڪهڙو نه مضبوط آهي!" ساشينڪا پڻ پڻ ڪئي.

"تون ٿڪي رهين آهين،" ماءُ چيو، "مان اجها ٿي تنهنجي لاءِ چانهه ڪاڙهي وٺان."

"تون تڪليف ڇو ٿي ڪرين امڙ؟ مان پاڻهي چانهه ڪاڙهيان ٿي."

"ڇا، اهڙي ٿڪل؟" ماءُ پڇيو ۽ بنا دير رڌڻي ۾ گهڙي وئي. ساشينڪا به سندس پٺيان رڌڻي ۾ آئي. ماءُ چانهه چلهه تي رکي.

ساشينڪا بينچ تي ويهي چيو، "ها، مان ڏاڍي ٿڪل آهيان. نيٺ به جيل ڪمزور ته ڪري ٿي ٿو. جيل ۾ سڀ کان وڏي مصيبت اها آهي ته ڪو ڪم ڪونهي. ٻاهر ماڻهو علم حاصل ڪرڻ لاءِ منتظر آهن. اسين سندن اها گهر بخوبيءَ پوري ڪري ٿا سگهون ۽ هو حيوانن وانگر اسان کي پڃري ۾ بند ٿا ڪن. اها پيڙا ئي اسانجي دل کي سنڪاني لوٽ ٿي ڪري."

ايتري ۾ در ٻاهران ڳرن قدمن جي آهٽ ٿي. ماءُ دروازو کولڻ لاءِ آئي. ساشينڪا چيو، "ترس، جيڪڏهن پوليس دهي ته اها ڏيکاري ڏج ته تون مون کي نه سڃاڻين. مان اتفاق وهان غلط گهر ۾ آيس، تو منهنجا ڪپڙا بدلايا ۽ پترا ڪري پيا. سمجهئي؟"

"ڇو؟" ماءُ پڇيو.

"شايد يگور آهي،" ساشينڪا دروازي ڪڙڪائڻ جو انداز ڀانئيندي چيو.

يگور ئي هو - آلو ۽ سهڪندڙ.

"اوهو! چانهه!" يگور چيو. "اها ئي زندگيءَ ۾ بهترين چيز آهي. ساشينڪا، تون اڳ ۾ ئي پهچي وئي آهين!"

هن ڪوٽ لاهيندي چيو، "هيءَ ڇوڪري آهي، امان، جا پوليس جي نظرن ۾ ڪنڊي جي طرح کٽڪي رهي آهي."

جيل ۾ اوورسيئر هن جي بي عزتي ڪئي ته فوراً اعلان ڪيائين، "مان موت تائين بک هڙتال ڪنديس، جيڪڏهن هو مون کان معافي نه وٺندو ۽ اٺن ڏينهن تائين لنگهڻ ڪيائين."

"ڇا اهو ممڪن آهي جو کاڌي بنا اٺ ڏينهن رهي سگهجي؟" ماءُ تعجب مان پڇيو.

"مون کي هن کان معافي جا وٺڻي هئي،" ساشينڪا چيو. "۽ هن نيٺ مون کان معافي ورتي. ڪنهن کي به بي عزتي برداشت ڪرڻ نه کپي- هرگز نه!"

"۽ جيڪڏهن تون مري وڃين ها ته؟" ماءُ وري پڇيو ۽ وري چيائين، "هتي اهڙيون عورتون آهن جي زندگي ڀر بي عزتي برداشت ڪنديون آيون آهن."

جڏهن چانهه تيار ٿي تڏهن يگور چانهن جو ٿانءُ کڻندي چيو، "هلو، اندر ٿا هلي پيئون." پوءِ چيائين، "منهنجو پيءُ گهٽ ۾ گهٽ ويهه ڪوپ چانهه جا ڏينهن ۾ پيئندو هو؛ هو نيهتر ورهين تائين جيئرو رهيو ۽ ڪڏهن به بيمار نه پيو. هن جي تور به سؤ ويهه پائونڊ هئي. هو واسڪريسنسڪ ڳوٺ جي گرجا ۾ ڪم ڪندو هو."

"تون آئون جو پٽ آهين؟" ماءُ عجب مان پڇيو.

"ها، توکي هن جي نالي جي ڪيئن خبر پئي؟"

"مان به واسڪريسنسڪ جي آهيان."

"ساڳي ڳوٺ جي! ته ڇا تون نهل لنگڙي جي ڌيءُ

آهن؟ مون کي به مهانڊو سچائل پئي لڳو. تنهنجي پيءُ ڪيترا ڏينھا منهنجا ڪن پٽيا هئا!"

ائين ڪلاڪ لڳا. ساشينڪا به پنهنجي ڏانهن نهاري مرڪيو. هوءَ چانهه جو ڪوپ ڏاهن لڳي. چانهه جو ڪوپ ڏئي پيندي چيائين، "پارنهن ٿي ويا آهن؛ مون کي موٽي وڃڻو آهي."

"ڪيڏانهن؟ شهر ڏانهن؟"

"ها."

"ڇا ٿي چوين؟ باهر ڪاري رات لڳي پيئي آهي، مٿان بارش پيئي وسي. رات هت رهي پئو. يگور رلڊئي به سمهندو. تون ۽ مان هت ليٽيا پونديون سين."

"نه. مون کي وڃڻو ئي پوندو"

"ها. هن کي وڃڻو پوندو،" يگور چيو. "هن لاءِ هت رهڻ ٺيڪ نه آهي."

"هو ويندي ڪيئن؟ اڪيلي!"

"ها، اڪيلي." يگور ٺهڪ ڏنو.

"توهان، نتاشا ۽ تون، اڻين ڪيئن ٿيون هلي سگهو؟ توهان کي ڊپ ڪونه ٿو ٿئي؟ مون کي ته جيڪر ڏاڍو ٿئي."

"ڊپ هنن کي به ٿيندو آهي نه، ساشينڪا؟" يگور پڇيو.

"ضرور!"

ماءُ ساشينڪا ڏانهن نهاري وري يگور ڏانهن ڏٺو. ۽ پوءِ جهڪي آواز ۾ چيائين، "ڪهڙا نه عجب...."

"مون چانهه ڏي،" يگور هن کي اڌ ۾ ڪٽي چيو.

چانهه پيڻ بعد، ساشينڪا پنهنجي ڪان سوڪلائي هلي وئي.

ماءُ قياس پري نوع ۾ چيو، "ويچاري ساشينڪا! هوءَ شهر تائين ڪيئن پهچندي؟"

"نڪ جي پوندي. جيل اڳيئي منڊس صحت نوڙي ڇڏي

آهي. مون کي ائين لڳندو آهي ته سنڌس ڦڙ ولهي ڇڪا آهن."
"هوءَ ڪير آهي؟"
"هڪ زميندار جي ڌيءَ. هن جو پيءُ امير آهي، پر بدمعاش- سان سمجهان ٿو، توکي ڄاڻ هوندي، ته هو شادي ڪرڻ ٿا چاهين؟"
"ڪير؟"
"ساشينڪا ۽ پاويل. پر مصيبت اها آهي ته جڏهن هو آزاد هو ته هوءَ جيل ۾ هئي ۽ جڏهن هيءَ ٻاهر آهي، تڏهن هو اندر آهي."
"مون کي ملڻ ڪانه هئي،" ٿوري دير چپ رهڻ بعد ماءُ جواب ڏنو. "پاشا پنهنجي باري ۾ ڪڏهن به مون سان ڳالهه ٻولهه نه ڪندو آهي."
هينئر ماءُ کي ساشينڪا جو تهائين وڌيڪ خيال ٿيو. يگور کي چيائين، "تون هن کي شهر تائين آماڻي اچين ها."
"ناممڪن!" يگور سنجيدگيءَ سان جواب ڏنو. "مون کي هت گهڻو ڪم ڪرڻو آهي ۽ سڀائي صبح کان وٺي مون کي پنڌ ئي پنڌ ڪرڻو آهي. منهنجي دم کي خيال ۾ رکجي ته اهو آسان نه آهي."
"هوءَ ڏاڍي سٺي ڇوڪري آهي." ماءُ چيو.
"توکي هن جي تڪليف جو خيال ٿو ٿئي. ڪهڙو فائدو؟ تنهنجي دل پوري نه پوندي جو ڪڏهن تون اسان سڀني باغين تي قياس ڪندي رهندينءَ. اسان جي حياتي گلن ڇانئي واٽ نه آهي، اهو مان ڀيان ٿو.

هو ڳپت ڏيئي ڪوپ ۾ رهيل باقي چانهه پي ويو ۽ پوءِ ماءُ کي پنهنجا ۽ پنهنجن ساٿين جا حيرت انگيز، عبرت ناڪ ۽ دل ڏهڪائيندڙ آزمودا ٻڌائيندو رهيو. ماءُ هن ڏانهن نهاريندي، خاموش، ڏکن سورن، همت ۽ دليريءَ وارين ڪهاڻيون ٻڌندي رهي.
"چڱو، اچ ته ڪم جي ڳالهه ڪريون،" يگور چيو.

هن جو آواز ڦري ويو ۽ اهو وڌيڪ ڳنڀير ٿي ويو. ماءُ ڪهڙي ريت پمفليٽ ڪارخاني اندر کڻي وينديءَ، ان باري ۾ هن ڪيترا سوال پڇيا، پوءِ چيائين، "امان، تون ٿڪجي پئي آهين وڃي سمهه!"

ماءُ رڌڻي ۾ وڃي ليٽي.

صبح جو نيرن ڪرڻ بعد پيگور چيو، "سمجهه، ته هو توکي پڪڙين ٿا ۽ پڇن ٿا پمفليٽ ڪٿان آيا. تون ڪهڙو جواب ڏيندينءَ؟"

"مان چونديسان، ان سان اوهان جو ڪو واسطو ڪونهي."

"تون هنن کان سٿري جند ڇڏائي نه سگهندينءَ. هو سوالن جي پيڙ مار ڪندا."

"مان ڪو جواب ئي ڏينديسان!"

"هو توکي جيل ۾ وجهندا!"

"ڪهڙي پرواهه آهي! مان گهٽ ۾ گهٽ ان جي قابل به ته سمجهي وينديس نه!"

پيگور چپ چاپ ڪمري ۾ پسار ڪندو رهيو. پوءِ ماءُ ڏانهن وڌي چيائين، "تو لاءِ نهايت ڏکيو ڪم آهي!"

ماءُ هٿ لوڏي چيو، "سڀني لاءِ ڏکيو آهي. شايد انهن لاءِ، جي ان جي اهميت سمجهن ٿا، سولو هجي. مان به ان جي ٿوري گهڻي اهميت سمجهڻ لڳي آهيان."

ماءُ پيگور ڏانهن نهاريو ۽ کلڻ لڳي.

## ( 11 )

ٻئي ڏينهن منجهند جو پمفليٽ پنهنجي ڪمر جي چوڌاري ويڙهي، خوانچو کڻي ماءُ ڪارخاني ڏانهن هلي، ڪارخاني جي ڦاٽڪ وٽ پوليس وارا بيٺا هئا. پهريدار اندر ويندڙ مزدورن جي تلاشي وٺي رهيو هو. مزدورن ۽ پهريدارن وچ ۾ رد بدل هلي رهي هئي جو ماءُ ڦاٽڪ وٽ پهتي.

"مون کي اندر وڃڻ ڏيندين؟" ماءُ پڇيو. "مان ٻار هيڏان ڏهڇي رهي آهيان. منهنجي ٻلي ڏوري کهٽ پٺيان تي آهي."

"وڃ، وڃ!" پهريدار چوڙندي چيو. "هيءَ به دليل بازي نٿي ڪري."

ماءُ پنهنجي مقرر جاءِ تي خوامخواه رکي ڇڏي ويٺي. پنهنجي پيشانيءَ تان پگهر جون بوندون آگهندي چوطرف نهاريائين.

گوسپو پاٿر، لوهار هن جي ويجهو آيا ۽ منجهائن وڏي ونسليءَ پڇيو، "ڪباب آندا اٿيئي؟"

"سڀاڻي آڻيندس."

اهو مخفي اشارو هو اڳ ۾ ئي طئي ڪيو ويو هو. ٻنهي پاٿرن جا چهرا ٽهڪي اٿيا. 'آئون' پاڻ روڪي نه سگهيو. چيائين "تون کهڙي نه سٺي ماءُ آهين!"

ونسلي گوڏن ڀر نميو ۽ خوانچي ڏانهن نهارڻ لڳو. يڪايڪ پمفليٽ جو بنڊل هن جي ڇاتيءَ ۾ لڪي ويو.

"آئون!" هن ڏاڍيان چيو. "اسان گهر نٿا هلون. هن ڪان ني ڪاڏو وٺي ٿا ڪائون." ۽ بنا دير وڏيڪ پمفليٽ پنهنجن بوٽن ۾ لڪايائين. "نئين گهوڙيءَ کي هڻائڻ ڪهڙي. تنهنجو ڇا ويچار آهي؟"

"ٺيڪ آهي،" آئون چيو ۽ زور سان ٽهڪ ڏنائين.

ماءُ چوڏاري نهاري هوڪو ڏنو، گرما گرم! ٻڪل گوشت، سوپ ۽ ڪاڏو! گرما گرم!"

۽ پوءِ بنڊل پٺيان بنڊل ڪيڏي پاٿرن کي ڏيندي ويئي.

وڃ وڃ ۾ ٻين مزدورن جي ويجهي اچڻ تي هوءَ هوڪو ڏيڻ ٿي لڳي ۽ هنن جي ٻري ٽڏڻ تي هن پمفليٽ ونسليءَ جي حوالي ٿي ڪيا.

جڏهن سڀ پمفليٽ ونسلي وٽ پهچي ويا، تڏهن هو آئي ڪڙو ٿيو. چيائين، "مون گرم ڪاڏو تڏهن به اهڙو نه پهر محسوس ڪريان." ۽ پوءِ هو هليو ويو. هن جي پٺيان آئون به

ٻڪندو سمنڊون وچانئدو هامو ويو. ماءُ هوڪو ڏيندي رهي،
”گرما گرم! ٻڪل گوشت، سُوپ ۽ ڪاڏو! گرما گرم!“

رات جو هوءَ جڏهن پنهنجي گهر ۾ وئي هئي ته اوچتو دروازو کڙڪيو. هن وڃي دروازو کوليو. سنديس سامهون انڊري بيٺو هو.

”امڙ!“ انڊري نوڙي سلام ڪندي هن جي ڪلهن تي هٿ رکيو هيو.

ماءُ انڊريءَ جي ڇاتيءَ ۾ ڪٺي منهن لڪايو. انڊري ماءُ جي مٿي تي هٿ رکي، هن جا وار سنوارڻ لڳو. هن جا دٿ ڏڪي رهيا هئا. پنهنجي مٺڙ آواز ۾ چيائين، ”امان، روءُ نه. منهنجي هردي کي چوٽ نه رساءِ. مان ايمانداريءَ سان چوان ٿو ته مٿت هن کي آزاد ڪندا.“

پنهنجي ڏکهي ٻانهن ماءُ جي چوڏاري وڪوڙي هو هن کي ڪمري اندر وٺي ويو. ماءُ اکيون آگهي انڊريءَ ڏانهن ڏٺو. پوءِ چيائين، ”مون کي خبر آهي ته هن کي جلد ڇڏيندا.“

”جيڪڏهن خبر اٿيئي ته پاڻ چڱو. مون کي ڇانهه ڏي، امان. مون کي ٻڌاءِ ته تنهنجو وقت ڪيئن پيو ڪٽجي؟“

هن ماءُ ڏانهن نهاريو ۽ مرڪيائين. ماءُ کي ڪوڪول اڄ ٿهائين وڌيڪ عزيز پاسي ٿيو هو. ماءُ ڏکهو ساهه کڻي چيو، ”مان توکي نهايت گهڻو پيار ٿي ڪريان انڊروشا!“

”مون کي ڄاڻ آهي ته تون مون کي پيار ٿي ڪرين؛ تون هرڪنهن کي پيار ڪرڻ جي قابل آهين. توکي ڪافي وڏي دل آهي.“

”نه، مان توکي نرالي نموني ٿي پيار ڪريان. جيڪڏهن توکي ماءُ هجي ها ته تو جهڙي پٽ جڻ تي گهڻيون مائر هن سان ريس ڪن ها.“

ڪوڪول ڪنڌ کي موڙو ڏنو ۽ آن کي ٻنهي هٿن سان زور سان مهٽيائين، هن جهڪي آواز ۾ چيو، ”مون کي ماءُ

آهي، ڪٿي نه ڪڍ!"

"توکي خبر آهي، اڄ مون ڇا ڪيو؟" ماءُ آهستي وچان ڪي قدر ڳالهيون ٻڌائي ڇڏيون ۽ پوءِ ڀرپاسي ڪارخاني ۾ ڪٿي ويل جي سموري ڪهاڻي ڪري ٻڌايائين.

ڪوڪون اکيون ڦاڙي ڪا مهل ماءُ ڏانهن تڪيندو رهيو. پوءِ خوشيءَ وچان چيائين، "هائو اهو ڇرچو نه آهي، اهو ڏنڊو آهي! توکي سڌ نه آهي ته اهو ڪهڙو اعليٰ مقصد آهي! پاويل ۽ هن سان گڏ گرفتار ٿيلن سائين لاءِ!"

ائنڊري سوچي وجهڻ لڳو.

"پيارا ائنڊروشا!" ماءُ ڳڻڀير ٿي چيو، "منهنجي مڙي ڄمار ڪئن گذري آهي؟ مارون ۽ گاريون سهندي! مون کي ڊپ کان سواءِ ٻي ڪنهن چيز جي خبر نه هئي. ۽ پاشا ڪئن وڏو ٿيو، سا خبر ڪانهم اٿم، مون کي اها ڳڻ به ڪانهي ته مان هن کي پنهنجي مڙس جي جيتري پيار ڪندي هيس. مون کي صرف اها ئي چنتا هوندي هئي ته ڪئن پنهنجي حياتيءَ جي مالڪ کي پورو کاڌو کارائيندي رهان، سندس خدمت ڪندي رهان جيئن ڪڏهن ناراض نه ٿئي، مون کي ماري نه. تنهن هوندي به هو مون کي نه ڇڏيندو هو. خوب ماريندو هو - نه ان طرح جيئن ڪنهن زال کي ماربو آهي، پر ان طرح جيئن انهيءَ ماڻهو کي ماربو آهي، جنهن لاءِ حد کان وڌيڪ ڌڪار هوندي آهي. ويهن ورهين تائين مان ان طرح رهيس، شاديءَ کان اڳ ۾ منهنجي زندگي ڪئن گذري تنهن بابت مون کي ڪابه چٽي يادگيري ڪانهي." هوءَ ٿڪڙا ساهه کڻڻ لڳي. وري چوندي رهي، "جڏهن منهنجو مڙس مري ويو، تڏهن منهنجو ڌيان پٽ ڏانهن ڇڪيو ۽ هو هن ڌنڌي ۾ ڪاهي پيو. مون کي هن تي قياس اچڻ لڳو. مان ائين سمجهڻ لڳيس ته هو پسجي ويندو. پوءِ مان اڪيلي ڪئن گهاريندس؟ منهنجي دل ڌڪي ٿي ويئي، جڏهن مون هن جي آئينده بابت ٿي سوچيو. عورت جو پيار به لاتما پيار نه آهي. اسان انهيءَ کي

پيار ڪندڙيون آهيون، جنهن جي انسان کي گهرج هوندي آهي. تون پنهنجي ماءُ لاءِ ٿو ڏک ڪرين. تو کي هن جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ ڇا سڀ ماڻهن جي لاءِ تڪليفون نه سهن، جيل ٿا وڃن، سائبيريا ۾ ٿا مرن، ڦاسيءَ تي ٿا لٽڪن. جوان ڇوڪريون رات جي وڳوڙي ۾ اڪيليون ميلن جا ميل ٿيون طئي ڪن؛ برف ۾، چڪڻ ۾، برسات ۾! ڪير ٿو هنن کي ان طرح هلائي؟ ڪير ٿو کين ڌڪاري؟ اهڙا سڀئي ماڻهو پيار ٿا ڪن. هنن جو پيار ئي لڄ، پوتر پريم آهي. هنن جو وشواس آهي، آنڊريوشا! پر ٻئي طرف مان آهيان، جا سندس جيان پيار ڪري نه ٿي سگهان. مان پنهنجن، ويجهن کي پيار ٿي ڪريان!"

"هر ڪو ماڻهو ويجهن کي پيار ڪندو آهي،" ڪوڪول هن تان نظرون هٽائي پنهنجو منهن، اکيون ۽ مٿو زور سان مهٽيندي چيو؛ "پر وڏيءَ دل لاءِ، جيڪي پرانهان هوندا آهن، سي به ويجها ٿيندا پوندا آهن. تون گهڻو ڪجهه ڪرڻ جي قابل آهين. تو ۾ ماتاپڻي جون گهڻيون خصوصيتون موجود آهن."

"شل مان ان طرح گهڻو ڪجهه ڪري سگهان،" ماءُ سانتيڪي ڏيک ۾ چيو؛ "مان تو کي پيار ٿي ڪريان، شايد پاويل کان به وڌيڪ - پاويل هميشه خاموش هوندو آهي. مثال طور هو ساشينڪا سان شادي ڪرڻ ٿو چاهي، پر مون کي پنهنجي ماءُ کي، ان بابت ڪجهه به نه ٻڌايو اٿائين."

"اهو صحيح نه آهي،" ڪوڪول بنا دير جواب ڏنو. "اها حقيقت آهي ته هو ساشينڪا کي پيار ٿو ڪري ۽ هوءَ به کيس چاهي ٿي. پر شادي؟ نه، هو شادي ڪرڻ وارا نه آهن. هوءَ شايد چاهيندي، پر پاويل - هو هرگز نه چاهيندو."

"توهين ڪهڙا نه آهيو! توهان پنهنجو پاڻ وڃائي ٿا ويهو."

"پاويل غير رواجي ماڻهو آهي،" ڪوڪول آهستگيءَ سان چيو، "هو لوهه جو ٺهيل آهي!"

"۽ هاڻ هو جهل اندر آهي،" ماءُ ڀڻ ڀڻ ڪئي، گويا پنهنجو پاڻ سان ڳالهائي رهي ٿي. "زندگي ٿي ڏري ويئي آهي. توهان ڪي هر ڪنهن لاءِ همدردي آهي، هر ڪنهن تي قياس ٿو اچي ۽ دل به ڏري ويئي آهي. آنما پنهنجون اکيون کوليون آهن، چوڌاري ڏسي ٿي ۽ هڪ ئي وقت خوش ۽ نا خوش ٿئي ٿي. توهان جون ڪهڙيون ڳالهيون منهنجي سمجهه ۾ نٿيون وهن ۽ توهان جو ايشور جي باري ۾ جيڪو رويو آهي سو به مون کي پسند ڪونهي، تڏهن مان سمجهان ٿي ته اوهان سٺا انسان آهيو ۽ توهان سخت زندگي صرف عوام جي سک، بهتريءَ ۽ سچائي جي حمايت ڪرڻ لاءِ گهاري رهيا آهيو. مان اهو به سمجهڻ لڳي آهيان ته جيستائين سرمائيدار آهن، تيستائين عوام کي ڪجهه به پلئه نه پوندو. نه، سچائي نه خوشحالي."

"تون بلڪل سچ ٿي چوين،" ڪوڪول چيو.

"مان هينئر هيترو ڳالهائي رهي آهيان،" ماءُ سلسلو جاري رکندي چيو. "مان ڳالهايان ٿي ۽ مان پنهنجن ڪنن تي اعتبار ٿي نٿي ڪريان ته ڪو اهو منهنجو آواز آهي. مان سڄي عمر خاموش هيس. منهنجي اهائي چاهنا هوندي هئي ته ڏينهن نبري وڃي ۽ ڪو مون ڏانهن ڌيان نه ڏئي، جيئن ڪو مون کي هٿ نه لائي. ۽ هاڻ مان سڀني ڳالهين جي باري ۾ سوچيان ٿي. مان توهان جي ڪم کي چڱيءَ طرح نه سمجهندي به توهان سڀني کي پنهنجي ويجهو پيئي سمجهان. مون کي هر ڪنهن جو درد ٿو ٿئي، ۽ مان هر ڪنهن کي جيئڻون دعائون ٿي ڏيان. ؟ تولاءِ ائنڊروشا، پين سڀني ڪان کي قدر وڌيڪ."

ائنڊري ماءُ جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهليو ۽ ان کي زور ڏنائين.

ڪجهه دير بعد ائنڊريءَ چيو، "امان، تون نڪولئيءَ سان پنهنجائپ وارو ورتاءُ ڇو ڪين ٿي ڪرين ؟ هن کي ان جي ضرورت آهي. جيل ۾ نڪولئيءَ کي پنهنجو پيءُ ڪڏهن ڪڏهن

ڏسڻ ايندو آهي ۽ هو هن کي گاريون ڏيڻ شروع ڪندو آهي. نڪولائي ڏاڍو سٺو آهي. هو [illegible] ۽ پڻ جانورن کي پيار ڪندو آهي، پر ماڻهو هن کي نه وڻندا آهن. ها ماڻهوءَ کي اهڙي درجي تي به آندو ويندو آهي."

"هن جي ماءُ اوچتو ئي اوچتو گم ٿي وئي ۽ هن جو پيءُ شرابي ۽ چور آهي." ماءُ نڪولائيءَ تي ترس کائيندي چيو.

ان بعد جلد ئي اُٿي پنهنجي پنهنجي هنڌ تي وڃي ليٽيا، پر ننڊ ٻنهي کي ڪافي دير سان آئي.

## ( 12 )

ٻئي ڏينهن تي نلووونا جڏهن خرچو کڻي ڪارخاني جي ڦاٽڪ وٽ پهتي ته پهريدارن کيس روڪي بيهاريو ۽ سندس خرچي جي تلاشي وٺڻ لڳا.

جيئن هو سندس ڪپڙن کي هٿ لائي ڏسڻ لڳا ته هن چيو، "منهنجو مال ٿڌو ٿي ويندو."

"چپ ڪر!" هڪ پهريدار خوشيءَ مان چيو.

"اهي پمفلٽ شايد لوڙهي وٽان ڦٽا ڪيا ويندا آهن،" ٻئي ٺٺوليءَ واري نوع ۾ چيو.

ماءُ وٽان ڪي به پهريدارن کي هٿ نه آيو. هن کي اندر وڃڻ ڏنائون.

مزوو ماءُ جي پرسان آيو ۽ جهڪي آواز ۾ چيائين، "پمفليٽ وري اچي ظاهر ٿيا آهن. ان مان ثابت آهي ته اها ڪاروائي منهنجي پاٽنئي مازين ۽ تنهنجي پٽ جي نه آهي، خير آخر سڪوڻ ته نه آهن جن کي پڪڙي بند ڪري سگهجي؟"

مال وڪڻندي ماءُ ڪارخاني اندر چهل پهل محسوس ڪئي. سڀ مزدور ٽوليون ٺاهي ڳالهيون ڪري رهيا هئا. نوجوان نهايت خوش ٿي ڏٺا ۽ وڏن جي چپن تي مرڪ نمودار هئي. اختياريءَ وارا خبرداريءَ سان هيڏانهن هوڏانهن ڊڪي رهيا هئا ۽

پولس وارا ڏاڍي ڊڪ ڊوڙ ڪري رهيا هئا.

ونسلي کيسو ماءُ وٽ اچي وڏي واڪي چيو، ”اڄ به مان تو وٽ ڪانه ايندس. مٺو ڪاٿي آهي؟“ ۽ پوءِ آواز جهڪو ڪري چيائين، ”پمفليٽ ڏاڍو اثر پيدا ڪيو آهي. اما ڏاڍو مٺو ٿيو!“

امان جي خوشيءَ جي ڪا حد نه هئي. جو بستيءَ جو تمام اڙٻنگ نوجوان ساڻس عزت سان ۽ نهايت مخفي ڳالهائي رهيو هو. ڪارخاني ۾ پيدا ٿيل چرپر به کيس ٻوڏ ۾ آڻي ڇڏيو هو. هوءَ سوچڻ لڳي، ”مون کان سواءِ هنُو ڇا ڪن ها؟“

ٽي رواجي مزدور ماءُ کان ٿورو پري، پاڻ ۾ گفتگو ڪري رهيا هئا. هڪ نرالانيءَ واري نوع ۾ چيو، ”مون کي هڪ به پمفليٽ هٿ نه چڙهيو.“

ٻئي چيو، ”مان پاڻ پڙهي نٿو سگهان، پر ٻڌڻ تي ڏاڍي مرضي اٿم.“

ٽئين چوڌاري نهاري چيو، ”هلو ته بائلر روم ۾ هلون. اتي مان ٿو توهان کي پڙهي ٻڌايان.“

”اثر پيو ٿو!“ ونسليءَ اک ڀڃندي ڀڻ ڀڻ ۾ چيو. نلوونا سفن آسنگن سان گهر ۾ گهڙي. اڄ هن پنهنجين اکين سان ڏٺو هو ته ساهتيه جو ماڻهن تي ڪهڙو نه گهاٽو اثر ٿو پوي.

هن انڊريءَ کي چيو، ”ڪارخاني ۾ ماڻهن کي اهو ڏک آهي ته هو پڙهي نٿا سگهن. پر مان آهان جا جوانيءَ ۾ پڙهڻ سکي هئس پر هاڻ سڀ ڪجهه وساري ويٺي آهيان.“

”وري ڪٿي سک،“ ڪوڪول صلاح ڏني.

”هن وهيءَ ۾؟ تون مون سان مذاق ڇو ٿو ڪرين؟“

انڊري هڪ ڪتاب کولي ماءُ کان اکر پڙهڻ لڳو. ماءُ هٽڪندي هٻڪندي اهي پڙهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. پنهنجا ڀرون ڇڪيندي، اکين تي زور ڏيندي هوءَ وسريل اکر ياد ڪرڻ لڳي. پر ستت هن جون اکيون ٿڪجي پيون. اول اهي ٿڪاوت

وهان اشڪبار ٿي ويون، پوءِ ڏس جا لڙڪ ڪري اچي ڪتاب جي صفحي تي پيا.

”مان پڙهي سگهي رهي آهيان،“ ماءُ رئندي چيو. ”منهنجي مرڻ جو وقت اچي ويو آهي ۽ مان پڙهي سگهڻ ٿي شروع ڪريان!“

”توکي رئڻ نه کپي،“ کوکول فرمائيندي چيو. ”تو جا زندگي بسر ڪئي آهي، تنهن ۾ تنهنجو ڪوبه ڏوهه نه آهي. تون ته وري به محسوس ٿي ڪرين ته تو ڏکيا ڏينهن ڪاٽيا آهن. هزارين آدمي اهڙا به آهي جي توکان بهتر نموني رهي سگهيا ٿي، پر جانورن جي وانگر رهيا ۽ پوءِ به اها هام هڻندا آهن ته حياتي ڏاڍي سٺي ڪاٽي اٿن. هو ڪم ڪندا آهن، کائيندا آهن، پار ڄڻيندا آهن ۽ بس. هنن جي آتمائن تي ڪٽ چڙهي چڪي آهي. صحيح معنيٰ ۾ انسان اهي آهن جي پنهنجي جسمن ۽ دماغن جون زنجيرون ٽوڙڻ لاءِ ڪوشش ٿا ڪن ۽ هاڻ ته تون به پنهنجي سموري لياقت سان ان مقصد ۾ جنبي رهي آهين.“

”مان؟ مان ڪيئن ٿي اهو مقصد لاءِ ڪم ڪري سگهان؟“

”ڇو ڪين؟ اسين سڀ برسات جي بوندن جيان آهيون. هڪ هڪ بوند ٻج کي سگهه ٿي پهچائي. ۽ جڏهن تون پڙهڻ جي قابل ٿيندينءَ تڏهن —“ کوکول کلڻ لڳو ۽ پوءِ اٿي ڪمري ۾ اچ وڃ ڪرڻ لڳو.

”ها، توکي ضرور پڙهڻ سکڻ کپي! ۽ جڏهن پاويل گهر ايندو تڏهن هن کي عجب ۾ نه وجهندينءَ؟“

”انڌروشا! نوجوانن لاءِ سڀ ڪجهه سوکو آهي پر مون جهڙي مڙهيءَ لاءِ، ڪم طاقت ٿي ۽ پڻ تڪليفن جي ڪري ڪو شوق باقي نٿو رهي.“

شام جو انڌري ٻاهر ويو ته ماءُ سڀ دريون دروازا بند ڪري هڪ ڪتاب کڻي، هجي ڪري اکرن پڙهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي. ايتري ۾ دروازي تي کٽ کٽ ٿي. ماءُ ٻنا دير ڪتاب پنهنجي جاءِ تي رکي، دروازو کولڻ لاءِ ٻاهر لڪتي ۽

پڇيائين، "ڪير آهي؟"

# ( 13 )

رائيِن اندر آيو. پنهنجي ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيريندي چيائين "اڄ ته تون پڇڻ کان سواءِ دروازو کوليندي هئينءَ. تون گهر ۾ اڪيلي آهين؟"

"ها."

"مون سمجهيو ڪوڪول به آهي. مون اڄ هن کي ڏٺو. جمل ڪنهن جي جذبات کي ماري نٿو سگهي."

هو ڪرسيءَ ۾ گهڙيو، ويٺو ۽ ماءُ کي چيائين، "مون کي توسان خلاصو ڳالهائڻو آهي. هر ڪا شي پيسا تي ٽڪي. جمڻ تي به پئسا ٿا لڳن، موت تي به پيسا ٿا خرچ ٿين. ڪتابن ۽ پترن تي به پيسا لڳندا آهن، ته اهي پيسا ڪٿان ٿا اچن؟"

"مون کي سڌ ڪانهي،" ماءُ جهڪي آواز ۾ چيو.

"مون کي پڻ به هڪ سوال پڇڻو آهي. اهي ڪتاب ۽ پترا ڪير ٿا لکن؟ پڙهيل ڳڙهيل آدمي. اسان جا مالڪ!" ڪن ساعت ترسي رائيِن وري چوڻ لڳو، "هائو، مالڪ پترا ٿا لکن ۽ ورهائن ٿا. هر پترن ۾ سندن خلاف ئي زهر اوڳاڇيل هوندو آهي. مون کي پڌاءِ ته هو پنهنجا پيسا ۽ وقت مائهن ۾ پنهنجي خلاف جوش جاڳائڻ ۾ ڇو ٿا ضايع ڪن؟"

ماءُ اکيون پوري ڇڏيون، وري اکيون ڦاڙي حيرت مان پڇيائين، "تون ڇا ٿو سمجهين؟"

"دغا بازي! دوکو! مون کي ڪا سڌ ڪانهي، تڏهن به پڪ اٿم ته اهو دوکو ئي آهي. ها، مالڪ ڪا چالبازي ڪرڻ ٿا چاهن. مون کي سچ کپي. پر مان مالڪ سان هٿ هٿ ۾ ڏيئي هلي نٿو سگهان."

"رائيِن جي سخت ۽ جوشيلن لفظن تي ماءُ جي دل سور

ڪان ڪڙهڻ لڳي.

”هي ايشورا“ ماءُ چيو، ”سچ ڪٿي آهي؟ انڌن ممڪن آهي ته پاشا سچ نٿو سمجهي ۽ ڇا شهر مان جيڪي اچن ٿا سي به سچ نٿا ڄاڻن؟“ ۽ ماءُ جي اکين اڳيان پکور، الڪزئي ۽ ماشينڪا جا گنڀير ۽ صداقت ڀريا مکڙا ڦري آيا.

”نه، نه!“ ماءُ رڙ ڪئي. ”مان ان تي اعتبار ڪري نٿي سگهان. هو سچائيءَ عزت ۽ مقصد خاطر لڙن ٿا. هنن جي من ۾ مدي نه آهي.“

”ممڪن آهي جيڪي تحريڪ مان مڏو منٿون واسطي ۾ آهن تن جون منشائون مديون نه هجن. پر جيڪي سندن ٻڌان آهن سي خود مطلبي آهن. مالڪن مان ڪنهن به چڱائيءَ جي امند ڪري نٿي سگهجي.

ماءُ چپ هئي، رائبن وري چيو، ”مون هنن سان شامل ٿيڻ ٿي چاهيو، ساڻن گڏ ڪم ڪرڻ ٿي چاهيو. مان ڪم ڪرڻ جي قابل آهيان. مان لکي پڙهي ڄاڻان. مون کي ڄاڻ آهي ته ماڻهن کي ڇا ٻڌڻ گهرجي. پر مان هاڻ هنن سان ڪم ڪري نٿو سگهان. مان گهوٽ گهڙٽ، گهر گهر ڦرندس ۽ اڪيلو ئي ماڻهن کي بيدار ڪندس. اهو ضروري آهي ته ماڻهو معاملو پنهنجن هٿن ۾ کڻن ۽ پاڻ ئي جدوجهد ڪن. هو رڳو اها ئي حقيقت سمجهي وٺن، پوءِ خود بخود پنهنجو رستو ڳولهي لهندا. سو مان ڪين اها حقيقت سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندس.“

”توکي گرفتار ڪيو ويندو؟“ ماءُ هوريان چيو.

”گرفتار ڪري وري آزاد ڪندا ۽ مان پنهنجي راهه تي وري اڳتي وڌندو رهندس.“

”هاري خود توکي پڪڙيندا ۽ توکي جيل ۾ وڌو ويندو.“

”مان هارين کي ڇڏيندس مون تي اعتبار نه ڪريو، صرف ٻڌو ۽ جڏهن ڏيان مان ٻڌندا، تڏهن منهنجن ڳالهين تي وسهڻ لڳندا.“

”تون پيسا ڏيندين!“ ماءُ ڏک وچان ڪنڌ ڌوڻيندي چيو.

”تون ڄاڻو آهين ته يسوع مسيح انهن بابت ڇا چيو؟ ”تون مرندين نه، بلڪ ٻئين جڳ ۾ وري حيات ٿي اٿندين.“ مان پاڻ کي اڃا ته موت جي ويجهو نٿو سمجهان. مان صرف ٻن ڪان نرانو ڏڳ ٿو وٺان. مان هاڻ گهٽي تي وڃي ماڻهن سان ڪي گهڙيون گهاريان ٿو. ڇا ڪوڪول ٻئين سر ڪم ۾ جنبي ويو آهي؟“

”ها!“ ماءُ مرڪندي چيو. ”جيل مان نڪرڻ شرط هو پنهنجي مقصد ۾ لڳي ٿا وڃن.“

”انهن ٺي ٺيڪ ڪيو. هن کي منهنجي باري ۾ ٻڌائج.“

”مان سڀائي هليو ويندس،“ ائين چئي رائيبن هليو ويو.

”ماءُ ڪا مهل دروازي وٽ بيٺي رائيبن کي ويندو ڏسندي رهي.“

جڏهن اندر واپس وريو تڏهن ماءُ هن کي رائيبن جون سموريون ڳالهيون ڪري ٻڌايون.

”هو وڃي ٿو! ڪوڪول تعجب مان چيو. ”ڀلي هو ڳوٺن ۾ وڃي. ڀل هو ڳوٺن ۾ سچ جو نغارو وڄائي، ماڻهن کي بيدار ڪري. هت هو اسان سان هلي نٿو سگهي.“

”مالڪ سچ پچ ٿوهان سان دوکو ٿا ڪن؟ ائين ممڪن آهي؟“ ماءُ پڇيو.

پيسن جي ڳالهه توکي به ستائي ٿي، امان! نه؟“ ڪوڪول ڪاهو. ”امان، ڪاش، اسان وٽ پيسا هجن! اسان حال في الحال ته دان تي هلي رهيا آهيون. اليگزئيءَ جو مثال ئي ڪٿي وٺ. هو مهيني ۾ پنجهتر روبل ڪمائيندو آهي ۽ انهن مان پنجاهه اسان کي ڏيندو آهي! ۽ ٻيا به ائين ڪندا آهن ۽ غريب وديارٿي به ٿورا ٿورا ڪري، اسان لاءِ ڪڏهن ڪڏهن پيسا ڪٺا ڪندا آهن.“

ڪوڪول ڪجهري ۾ پيار ڪندو رهيو. ماءُ هن ڏانهن نهاريندي رهي. ڪجهه دير بعد ڪوڪول ماءُ جي آگيا ٻڌڻي ڇڏيو، "انسان ذات ٻن طبقن ۾ ورهائجي ويئي آهي - هڪڙن وٽ سڀ ڪجهه آهي ۽ ٻين وٽ ڪجهه به نه آهي، ڇا اهو ٺيڪ آهي؟ اڻيٺ ٺيڪ ڪيئن؟ اسان سڀني کي هڪجهڙو ڪرڻ ٿا چاهيون، ڪين هڪ صف ۾ آڻڻ ٿا چاهيون. جهڙي ڪي دماغن ۽ هٿن جي محنت سان پيدا ٿئي ٿي سو سڀني ۾ هڪ جهڙو ورهائڻ گهرجي. انسان هڪ ٻئي کان نه ڊڄن، حسد نه ڪن؛ بي وقوفي ۽ لالچ ۾ نه ڦاسن - اها ٿي اسان جي مراد آهي ۽ جيڪي ان مراد کي صحيح نه سمجهن، سي تڪليفون سهڻ، ڪوٺي ڪسرتي پيسن ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ٿا وڃن."

ان طرح جڏهن ڪڏهن ماءُ ۽ ڪوڪول جي وچ ۾ ڀانت ڀانت جي مسئلن تي گفتگو ٿيندي رهندي هئي. ڪوڪول کي ڪارخاني ۾ وري نوڪري ملي ويئي هئي. هو پنهنجي ڪمائيءَ جا سمورا پيسا ماءُ جي تريءَ تي آڻي رکندو هو.

ڪڏهن ڪڏهن ڪوڪول ماءُ کي چوندو هو، "اڄ ته ٿورو پڙهي وٺون." ان وقت هن جي اکين ۾ عجيب چمڪ هوندي هئي.

ماءُ سدائين انڪار ڪندي هئي. هن جي اکين جي چمڪ هن کي ناگوار لڳندي هئي ۽ دل ۾ چوندي هئي، "جڏهن تون مون تي ڪاهي ٿو ته پوءِ مون کي پڙهڻ لاءِ ڇو ٿو چوين؟"

ڪوڪول ڏٺو ته هوءَ گهڻو ڪري ڪن لفظن جي معنيٰ ڪانه پڇندي رهندي هئي. معنيٰ پڇندي هوءَ منهن ٻئي پاسي ڪندي هئي ۽ ڏيکاري اها ڏيندي هئي ته انهن لفظن جي مطلب سان هن جو ڪو خاص مقصد نه هو. ڪوڪول سمجهي ويو ته ماءُ لڪي ڇپي اڀياس ڪري رهي هئي. هڪ ڏينهن اوچتو ماءُ کيس چيو، "اندروشا، منهنجي نظر گهٽجندي رهي آهي. ڀانيان ٿي، عينڪ جي ضرورت اٿم."

"ڇوڪرو! ايندڙ آواز تي شهر ۾ پنهنجي دوست ڊاڪٽر وٽ وڃي هلندو ساڻس ۽ توکي عينڪ ملندي!"

ان کان اڳ ماءُ ٻي دفعا جيل ۾ پاويل سان ملاقات ڪرڻ ويئي هئي، پر ٻنهي ڀيري سان پوليس آفيسر بهانا ڏيئي ڪيس ملاقات لاءِ موڪل ڏيڻ کان نابري واري هئي.

نيٺ ماءُ کي پاويل سان ملاقات ڪرڻ جي اجازت ملي ويئي. هن کي جيل جي آفيس واري ڪمري ۾ وهاريو ويو. اتي ڪيترا ماڻهو ويٺا هئا، جي به پنهنجن مٽن مائٽن ۽ دوستن سان ملڻ آيا هئا. هوءَ ماڻهن جي گفتگو ٻڌندي رهي، جيستائين سندس وارو اچي. ماڻهن جي گفتگو گهڻي ڀاڱي عام حياتيءَ بابت هئي ۽ هر ڪو پنهنجو رايو ڏيڻ لاءِ آتو هو. سڀني اڌ ڊهل آواز ۾ ٿي ڳالهايو ۽ هر ڪنهن جي ڳالهائڻ سان ڏڪار جو جذبو جهلڪي رهيو هو. اهو ماءُ لاءِ نئون آزمودو هو. سندس گهر سڀ نرالي نموني جون ڳالهيون ڪندا هئا. ڏاڍيان ۽ وڏيڪ چٽيون.

اوچتو هڪ ٿلهي وارڊن، ماءُ جو نالو پڪاريو. ماءُ اٿي بيٺي. هن ڪيس پٺيان اچڻ جو اشارو ڪيو، هڪ ننڍي ڪمري ۾ پاويل ويٺو هو. هن ماءُ کي ڏسي مرڪيو ۽ هٿ وڌايائين. ماءُ سندس هٿ کي زور سان پڪڙيو ۽ کلي ڏنائين. ڳالهائڻ لاءِ لفظن نه ملڻ تي، ڪس کان هوريان پڇيائين، "ڪئين آهين؟"

ماءُ جي هٿ کي زور ڏيئي پاويل چيو، "تون ڪا چنتا نه ڪر."

پوءِ ماءُ کان سندس صحت ۽ گهر بابت پڇيائين. ماءُ هن کي سڀني سوالن جا جواب ڏنا.

"توکي جلد ڇڏيندا؟" ماءُ اوچتو سوال ڪيو. "هنن توکي بند ڇو ڪيو آهي؟ پترا ته وري ڪارخاني ۾ اچي پيدا ٿيا آهن."

پاويل جو چهرو ٻهڪي ويو. "سچ پچ؟ ڪڏهن؟ ڪيترا؟"

وارڊن چيو، "ان موضوع تي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جي

منع آهي. اوهان صرف گهرو مسئلن بابت ڳالهه ٻولهه ڪري ٿا.“
”ڇا ڇا گهرو مسئلو نه آهي؟“ ماءُ شوخ انداز ۾ چيو.
”امان، تون گهرو ڳالهيون ئي ڪر،“ پاويل ماءُ کي چيو.
”تون ڇا ڪندي آهين؟“
”مان اهو سڀ ڪجهه ڌوئي وٺندي آهيان - ميريا جي کوهڙي ۾ سوپ، گوشت ۽ ڪاڌو ڪٽي وٺندي آهيان، ڪٿي ڪٿ ٻيو به ڪي.“
پاويل سمجهي ويو.
”امڙ، تون ڪهڙي نه سٺي آهين!“ پاويل آهستي مان چيو. ”ڪم ۾ تون ونڌري رهندين ته، اڪيلائي نه ستائيندءِ.“
ملاقات جي وقت پوري ٿيڻ تائين، هوءَ پاويل سان رهتان هئنان جون ڳالهيون ڪندي رهي.
ماءُ موٽي گهر آئي ۽ هن ڪوڪول کي سڀ ڪجهه ٻڌايو. ماءُ ڏاڍي خوش هئي جو ٻئي کي سندس ڪم جي خبر پهچي ويئي ته هن جو چهرو ٻهڪي اٿيو هو، اکين ۾ چمڪ ڊوڙي آئي هئي ۽ هن جي ڏانهنس ورتاءُ ۾ فرق وڌي ويو هو.
ٻي ڏينهن پوءِ شام جي وقت ماءُ جوراب سبي رهي هئي ۽ ڪوڪول ڪمس روم جي غلامن جي بغاوت بابت پڙهي ٻڌائي رهيو هو. اوچتو دروازي تي زور سان کڙڪو ٿيو. ڪوڪول دروازو کوليو ته نڪولئي اندر پهچي آيو. هن جي بغل ۾ هڪ هڙ هئي ۽ هن جو ٽوپلو مٿي تي پوئتي سرڪيل هو.
هن ماءُ ڏي نهاري چيو، ”هنن صرف مون کي ئي آزاد ڪيو آهي.“
ماءُ ڪوڪول کي چيو، ”ڏاڍو لهي ويو آهي. هن کي چانهه سان تازو توانو ڪرڻ کپي.“
”مان اجهو ٿو چانهه ڪاڙهي وٺان،“ ڪوڪول چيو ۽ هو رڌڻي ۾ هليو ويو.
نڪولئي ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. پوءِ چيائين، ”مون هنن

ڪي چيو - مون کي آزاد ڪريو نه ته مان هتي ڪنهن نه ڪنهن کي خون ڪري، پاڻ کي به ماري ڇڏيندس.''

ماءُ ڪو جواب نه ڏنو. رڙڪي مان ڪوڪول پڇيو، ''اهڙيا مازين ڪهڙن آهي؟ شعر اکندو آهي؟''

''ها، پر مان اها ڳالهه نه سمجهندو آهيان،'' نڪولئي عجيب انداز مان ڪنڌ ڌوڻي چيو، ''هتي ڪيس پڃري ۾ بند ڪيو آهي ۽ هو اتي راڳ ڳائيندو آهي. مون کي صرف هڪ ڳالهه جي پڪ آهي - مان گهر وڃڻ نٿو چاهيان.''

''گهر وڃڻ تي تنهنجي دل ڪهڙن ٽيندي؟ اتي تنهنجي لاءِ ڇا رکيو آهي؟ ''ماءُ همدرديءَ واري نوع ۾ چيو. ''گهر خالي پيو آهي. اتي ٻاهر نٿي پري ۽ ڏاڍي ٿڌ آهي؟''

ڪجهه دير خاموش رهڻ بعد نڪولئيءَ پڇيو، ''نلوونا، تون راتوڪي رات مون کي هت رهڻ ڏيندينءَ.''

''مان ڪانڻ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪٽي ٿي اچان،'' ماءُ چيو ۽ اٿي هاي ويئي.

نڪولئيءَ ڪوڪول تي اکيون کپائي چيو، ''مان سمجهان ٿو ڪن ماڻهن کي مارڻ کپي.''

''ڇو؟ اهڙو سبق توکي ڪنهن ڏنو آهي؟'' ڪوڪول پڇيو.

''انهن ماڻهن ئي!'' نڪولئي گنڀير نوع ۾ چيو. جيڪڏهن هو مون کي لتون ٿا هڻن ته مون کي مارڻ جو حق آهي. منهنجو عقيدو آهي - نه تون مون کي هٿ لاءِ ۽ نه مان توکي ڇهان. مون کي حق آهي ته جيئن ۾ رهڻ چاهيان تيئن رهان وٽيم ته جهنگل ۾ رهان، وٽيم ته ڪنهن لهر جي ڀرسان جهوپڙي اڏي رهان.''

''وڃ، جيئن وڻيئي تئن وڃي رهه!'' ڪوڪول کلها لوڏيندي چيو.

''هن وقت اهو ناممڪن آهي!''

”ڪير ٿو تنهنجي راهه ۾ رڪاوٽ وجهي؟“

”ماڻهو ئي!“ نڪولائيءَ ڪي قدر ڏاڍيان چيو. ”هنن منهنجي دل کي زخم رسايا آهن، هنن ئي منهنجي دل ۾ نفرت جو ٻج ڇٽيو آهي. مان ڪين نفرت ٿو ڪريان ۽ سڀ ماڻهو مون سان غير واجبي ورتاءُ ٿا ڪن.“

نڪولائي خاموش ٿي ويو. ڪوڪول کي ڪجهه نه چوندو ٻڌي وري چيائين، ”مون ۽ پاويل سڀاڻا ماڻهو آهيون. ڪڏهن به توهان جو مون سان ڇا اهڙو ساڳيو ورتاءُ آهي جهڙو فيديا مازين يا سموولو يا خود جهڙو اوهان جو هڪ ٻئي سان آهي؟ ڪوڙ نه ڳالهاءِ. مان اعتبار نه ڪندس. اوهان سڀ مون کي پري ڌڪي ٿا ڇڏيو.“

”مون کي ان باري ۾ ڪي به نه چوڻو آهي،“ ڪوڪول مرڪندي چيو. مون کي ڄاڻ آهي ته ”جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي دل جا سڀ زخم رت ڳاڙيندا هجن تڏهن هن سان دليلبازي ڪرڻ نادانِي آهي.“

”مون سان دليل بازي ڪرڻ ناممڪن آهي. مان....“

ڪوڪول هن اڌ ۾ ڪٽيندي چيو، ”ان طرح جي خيالات بيماريءَ جيان آهي. اسين سڀ ان ۾ مبتلا آهيون. جيڪي مضبوط آهن سي گهٽ ۽ جيڪي ڪمزور آهن سي وڌيڪ. اها ماڻهوءَ کي ان وقت وچڙندي آهي جڏهن هو پاڻ کي لوڇي لهندو آهي ۽ اڃان زندگيءَ کي سمجهڻ کان هوندو آهي ۽ نه وري اها ڄاڻ هوندي اٿس ته حياتيءَ ۾ سندس ڪهڙي جڳهه آهي ۽ جڏهن تون پنهنجي صحيح جڳهه نٿو سمجهين، تڏهن توکي ائين ٿو لڳي ته دنيا ۾ تون ئي هڪ بدنصيب آهين جنهن کي ٻيا سڀ ڪاٽي ڏيڻ ٿا چاهين. ٿوري عرصي بعد تون پاڻهي محسوس ڪندين ته ٻين ماڻهن جون دليون خراب نه آهن.“ ڪوڪول چپ ٿي ويو. هو ٽڪ ٽڪ ڏانهن ڏسڻ لڳو. نڪولائيءَ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

”انڊروشا!“ ماءُ جو رڌڻي مان آواز آيو. ”ڪاڏو تيار آهي.“

جڏهن انڊري ڪاڏو کڻي اندر آيو تڏهن نڪولئيءَ آرسيءَ اڳيان بيهي چيو، ”ڪيئن ڏينهن کان پنهنجو منهن نه ڏٺو هوم. ڪهڙو نه بدزيبو آهي؟“

”ان مان تو ۾ ڪهڙو فرق ٿو پوي؟“ ڪوڪول متعجب ٿي پڇيو.

”ساشينڪا چوندي آهي منهن اندر جي آرسي آهي،“ نڪولئي جڻ پاڻ سان ڳالهائي رهيو هو.

”هروڀرو ائين نه آهي،“ ڪوڪول رد تد ڏنو ”ساشينڪا جي نڪ جون ناسون ڦٿل آهن ۽ سنديس منهن جا هڏا ڪنچنيءَ مثل آهن پوءِ به سنديس دل ننڍڙي تاري جيان چمڪندڙ آهي.“

هو ڪاڏو کائڻ ويٺا.

گرهه وات ۾ وجهي نڪولئيءَ پڇيو، ”هتان جو ڇا حال آهي؟“

جڏهن انڊريءَ هن کي ڪارخاني ۾ وڌندڙ سماجوادي پرچار بنسبت ٻڌايو تڏهن هن چيو، ”ڏاڍي ڍلي رفتار آهي.“

”حماتي، گهوڙس مثل تہ نہ آهي جنهن کي چهبڪ سان تکو ڊوڙائي سگهجي.“ اهو ماءُ جو آواز هو.

نڪولئيءَ ڪنڌ ڌوڻي چيو، ”ڏاڍي ڍلي ترقي آهي. مون کي ايترو صبر نہ آهي. مان ڇا ڪريان؟“ هن جي آواز مان ڊرامائي ٿهڪي رهي هئي.

”اسان جو ڪم آهي سکڻ ۽ ٻين کي سمجهائڻ،“ انڊريءَ جواب ڏنو.

نڪولئيءَ پڇيو، ”اسين وڙهنداسين ڪڏهن؟“

”اها مون کي سڌ ڪانهي،“ ڪوڪول وراڻيو، ”ول اسان کي پنهنجن دماغن کي هٿيار بند ڪرڻو پوندو ۽ تنهن کان پوءِ ئي پنهنجن هٿن کي. مان ائين ٿو سمجهان.“

”دل کي؟“ نڪولئيءَ پڇيو.

ڪاڏو ڪاني وڃڻ بعد نڪولائي اٿيو ۽ چيائين، ”مان ننڊ ڪرڻ ٿو چاهيان. مان ڏاڍو ٿڪل آهيان.“

هو وڃڻ ۾ هليو ويو. ماءُ انڌيري ۾ ڪي چيو، ”هن ڪي ڪا خطرناڪ ڳالهه دل ۾ آهي.“

”هن ڪي سمجهڻ ڏکيو آهي،“ ڪوڪول قبول ڪيو ”امان، تون به وڃي سمهه. مان ڪجهڙي ساعت پڙهندس.“

ماءُ ڪمري جي ڪنڊ ۾ ويئي جتي پردن پٺيان هنڌ وڇايل هو. انڌيري ميز وٽ ويٺو ماءُ جي پڻ پڻ ۽ ٿڌن شوڪارن جو آواز ٻڌندو رهيو. ماءُ پڻ پڻ ۾ پرارٿنا ڪري رهي هئي، ”هي ايشور! دنيا ۾ ڪيترا ماڻهو آهن ۽ هرڪو شڪايت ڪندو رهي ٿو، تڏهن اهي آدمي ڪٿي آهن جي خوش آهن؟“

”جلد اهڙا آدمي به ايندا، جلد!“ ڪوڪول چيو.

## ( 14 )

ماءُ ڏيري ڏيري جيون جي باري ۾ ڪوڪول، پاويل ۽ سندن سائين جي نقطہ نگاهہ سمجهڻ لڳي. هن جو وشواس وڌندو ويو. پر ساڳئي وقت هن کي ائين لڳندو هو ته ماڻهو خود مطلبي آهن. هو سندن ساٿ نه ڏيندا. ڪوڪول وٽ ماڻهن جي آمد رفت وڌندي ويئي. شهر مان پمفليٽ ۽ ڪتاب ايندا رهندا هئا. ماڻهو انهن کي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ لاءِ خواهشمند هوندا هئا. پوءِ عام بحث ٿيندو هو. پاڻ ڪجهه به نه ڪهندو هو. هن کي ڪارخاني ۾ نوڪري ڪانه ملي هئي. هو ڪاٺ جي هڪ واپاريءَ وٽ نوڪري ڪندو هو ۽ هن باران گهوڙي گاڏيءَ تي ڪاٺ هڪ هنڌان، ٻئي هنڌ ڪٿي ويندو هو.

هڪ ڏينهن بحث مباحثي بعد جڏهن ٻيا سڀ هليا ويا تڏهن نڪولئي ترسي پيو ۽ ڪوڪول کان پڇيائين، ”سڀ کان وڏيڪ ڏوهه ڪنهنجو آهي؟ زار جو؟“

”ڪوڪول ڪجهه وقت تائين سليس لهوني زندگيءَ ۽ ماڻهن بنسبت ڳالهائيندو رهيو. پر هن جي ڳالهائڻ مان انهن ٿي ظاهر ٿيو ته ڏوهه سڀني ماڻهن جو آهي. نڪوليءِ کي تسلي نه ٿي. چيائين، ”ضرور ڪن ماڻهن جو ڏوهه هوندو اسان کي انهن تي قياس ڪرڻ نه کپي.“

۽ جڏهن ڪوڪول سندس پٺڀرائي نه ڪئي ته هو ناراض ٿي هليو ويو.

ماءُ ڪوڪول کي چيو، ”مون کي هن مان ڏاڍو خوف لڳندو آهي. سواءِ تڪرار ۽ ڪاوڙ جي ٻي ڪا ڳالهه ڪري ئي ڪانه.“

ڪوڪول چيو، اسان جي حڪمرانن پنهنجي باري ۾ ماڻهن جي اندر ڪهڙو نه غليظ ڀاو پيدا ڪري ڇڏيو آهي؟ جڏهن نڪوليءِ جهڙا شخص سندس بي انصافي پالبي ويندا ۽ پنهنجو صبر وڃائي ويهندا تڏهن ڇا ٿيندو؟ ”آسمان رت جي ڦڙگن سان رنگجي ويندو ۽ ڌرتي رت جي درياءَ هيٺ ٻڏي ويندي.“

”انڊروشا! اهو ته هيبتناڪ نظارو ٿيندو!“

”هو مکيون گهڻي وقت آهن، داڻ اهي اوڳارڻيون ٿينديون! ۽ اسان، سندن جهڙو رت وهندو سو اڳ ۾ ئي جنتا جي ڳوڙهن جي سمنڊن ۾ سنان ڪري چڪو هوندو.“

موڪل جو ڏينهن هو. ماءُ ڪٿان ٻاهران گهر موٽي. هن صدر دروازو کولي اندر قدم مس ڌريو هو جو ڪمري مان کِس پاويل جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. ماءُ جي خوشيءَ جي حد نه رهي، هوءَ ڊوڙندي اندر ويئي ۽ پٽ مان لپٽجي پيئي. ڪوڪول ٻاهر ميدان ۾ هليو ويو.

پاويل چيو، ”امڙ، مان تنهنجو ڏاڍو ٿورائتو آهيان.“

”ڇا لاءِ؟ مون ڇا ڪيو آهي؟“

تو سان جي مقصد کي هٿي ڏني. مان سمجهندو هوس ته تون ڪڏهن به اسان جي ويچارن کي اپنائي نه سگهندينءَ ۽ باقي

عمر ۾ ماٺ ميٺ ۾ سهندي گذاريندينءَ."

"اندروشا ڪيترين ڳالهين مون کي سمجهايون آهن،"

ماءُ چيو، "يگور ٻه، توکي خبر آهي ته اندروشا مون کي پڙهڻ ۾ سيکارڻ چاهيو ٿي؟"

"تون ڪاوڙجي وئين! پوءِ پنهنجي سر ڪجهه ڳوڙهه ۾ پڙهڻ شروع ڪيئه؟"

ماءُ جي حيرت جي حد نه رهي،" سو هئو پاڻهي وئي!"

ماءُ پوءِ اندريءَ کي اندر سڏڻ جي صلاح ڏني ۽ پاويل اندريءَ کي سڏيو. اندري ڪجهه دير بعد ... ۾ اندر گهڙيو ۽ ڪمري ۾ نه اچي رالڏٽي مان ٿي چانئين، "اماڻ، ڏسين ٿي، سرڪار باغين کي سزا ڏيڻ عيوض ٿلهو متارو ٿي بڻائي! پاويل چڱو پاڻ پريو آهي، نه؟"

ماءُ ٺهڪ ڏنو. هن تي اهان تائين خوشيءَ جو خمار چڙهيل هو. هوءَ ڪاڏو تيار ڪرڻ لاءِ آئي.

پاويل ڪوڪو کي ٻڌايو، "اڳي پوءِ سڀني کي ڇڏي ڏيندا. ڪنهن جي برخلاف ڪا به شاهدي وٽن نه آهي."

ڪاڏي تي ڪوڪول پاويل کي رائيبن جي هلڻ وڃڻ جو قصو ڪري ٻڌايو.

پاويل چيو، "مان گهر هجان ها ته هن کي ان طرح وڃڻ نه ڏيان ها. ۽ هاڻ هو ويو ڪهڙي حالت ۾ آهي؟" ناخوش دل ۽ منجهيل دماغ ڪٿي!"

"جڏهن آدمي چالهن کان مٿي چڙهي ٿو وڃي تڏهن هن کي سمجهائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، خاص ڪري ان کي جو دل ئي دل ۾ رڃن سان وڙهندو رهيو آهي."

۽ هنن جي وچ ۾ گرم بحث ڇڙي ويو. هنن اهڙا ئي لفظ استعمال ڪيا جي ماءُ جي سمجهه کان مٿي ها. بعضي بعضي سندن بحث مباحثو سلمس هو.

"اسان کي پنهنجي راهه تي محڪم رهڻ کپي، ان کان

ته ڪاٻه مرڻ ڪهي، نه ساڃي!“ پاويل زور ڏنو.
”۽ اڪيلا ماڻهون ۾ ڏوڪي ٻنون جي اسان کي دشمن سمجهندا؟“
”ان ڪان ڪارو ڪري لٿو سگهجي.“
”پوءِ ماڻهن کي سمجهائڻ واري تنهنجي اصول جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟“

ماءُ هنن جي گفتگو ٻڌندي رهي. ماءُ کي سمجهه ۾ آيو ته پاويل هارين جي پرواهه نٿي ڪئي پر ڪوڪول هنن جي حمايت ٿي ڪئي ۽ چوڻ ٿي ته هو به منائي ۽ سچائي سمجهڻ جي قابل ٿين. ماءُ ڪوڪول کي ڏگهيءَ پر سمجهي سگهي ۽ کيس ائين لڳو ته هيُو صحيح هو. هن کي اهو انديشو هو ته ڳالهائيندي ڳالهائيندي ڪٿي هو ٻئي جهڳڙڻ نه لڳن. پر جيتوڻيڪ هنن نهايت وڏي واڪي ٿي ڳالهايو تڏهن به هڪ ٻئي تي غصو نه ٿي ڪيائون.

( 15 )

بنسبت رات اچي ويئي. مٺي ڏينهن ملهائڻ جون تياريون ٿيڻ لڳيون. ان جي اهميت سمجهائڻ لاءِ ڪارخاني ۽ بستيءَ ۾ پمفليٽ ورهايا ويا. نوجوانن ۾ سرگرمي اچي ويئي. هو چوڻ لڳا، ”ها، ان ڏينهن تي اسان کي موڪل ملڻ کپي.“

نڪولئيءَ چيو، ”وقت آيو آهي جو اسين لڪ ڇپ راند بند ڪريون!“

فيديا مازين ڪافي اتساهت هو. هو ڪافي لهي وٺو هو. ٻنهنجن ڏڏندڙن اشارن ۽ ٽٽل ڦٽل تقريرن سان هو پجري ۾ بند ٽول عقاب معلوم ٿي رهيو هو. سمولوو؛ وئسلي گوسوُ، ڊرنگونوو ۽ ٻين گهڻن جو رايو هو ته ان ڏينهن تي هٿياربند ٿي نڪرجي. پاويل، ڪوڪول، سموو ۽ ٻين ڪن ان راءِ جي مخالف ٿي ڪئي بکور ان ڳالهه کي کل ۾ اڏائيندي چيو، ”سائيو، ڪم

جي موجوده ڍنگ کي بدلائڻ وڏو ڪم آهي ۽ ان ۾ تيزي آڻڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته مون کي نئون بوٽ هجي. منهنجو موجوده بوٽ نهايت ڦاٽي پيو آهي ۽ پاڻي اندر گهڙي منهنجا پير پسائي ٿو ڇڏي. جيستائين اسين پراڻو ڪم ڪرڻ جو طريقو ڪليو ڪلاڀو ترڪ ڪريون، تيستائين مون کي ڌرتيءَ کان وڇهي ۾ ويجهي گره ڏانهن هجرت ڪري وڃڻ جو ڪو ارادو نه آهي. تنهن لاءِ مان ضروري ٿو سمجهان ته اول مون کي مضبوط بوٽ وٺي ڏيڻ کپي." تنهن کان پوءِ هن موجي ڍنگ ۾ ٻڌائڻ شروع ڪيو ته ڪيئن پرديس ۾ محنت ڪش پنهنجو بوجو هلڪو ڪرڻ لاءِ ڪم ڪري رهيا هئا. ماءُ کي مزور جي ڳالهائڻ جو ڍنگ ڏاڍو وڻندو هو ۽ هوءَ ان کان ڏاڍو متاثر ٿيندي هئي.

هڪ ڀيري يگور بجت ڳالهائيندي پاويل ڪوڪول کي چيو، "توکي خبر آهي، انڊري، جن ماڻهن جي دل ۾ هميشه درد رهندو آهي سي ئي گهڻي ۾ گهڻا چرچا ڪندا آهن؟"

ڪجهه دير خاموش رهڻ بعد ڪوڪول وراڻيو، "نه، اها حقيقت نه آهي. جيڪڏهن ائين هجي ها ته اڄ ساري رشيا کلي کلي پنهنجيون پاسريون ئي ڀڃي ڇڏي ها."

نتاشا وري اچي پر ڪونه ٿي. هوءَ به ڪنهن ٻئي شهر ۾ جيل ويئي هئي. پرمنجهس ڪو ڦيرو نه پيو هو. ماءُ ڏٺو، هن جي حاضريءَ ۾ ڪوڪول خوش خلق بڻجي ٿي پيو، جنهن تنهن سان چرچا گهڻا ٿي ڪيائين، هن جي عدم موجودگيءَ ۾ ڪوڪول گنڀير بڻجي ٿي ويو ۽ درد ڀريون سٽون وچائيندو ڪمري ۾ پسار ڪرڻ ٿي لڳو.

ساشينڪا جلدي ايندي هئي، سدائين تڪڙ ۾، هميشه ڪنهن نه ڪنهن ڪم ۾ مشغول ۽ نجاڻا ڇو گنڀير هوندي هئي

هڪ دفعي پاويل هن کي ٻاهر تائين ڇڏڻ ويو. ماءُ هنن جي گفتگو ٻڌي ورتي.

"تون جهنڊو ڪٿندينءَ؟" ساشينڪا آهستگيءَ سان پڇيو.

"ها، اهو منهنجو حق آهي."

"وري جهل ڏانهن؟"

پاويل خاموش هو.

"ڇا تنهنجي لاءِ اهو ممڪن نه آهي ته...." هوءَ وڌيڪ چئي نه سگهي.

"ڇا؟"

"ته جهنجو ڪنهن ٻئي کي ڪٽڻ ڏين؟"

"نه!" پاويل ڏاڍيان چيو.

"ويچار ڪري ڏس- تنهنجو ماڻهن تي اثر آهي. هت تون ۽ ڪولول صرف ٻه اڳرا انقلابي مزدور آهيو. تون آزاديءَ جي ڪارج لاءِ ڪيترو نه ڪرڻ جي قابل آهين! خبر اٿيئي، ان لاءِ هو توکي ڪيترو ڪيترو پري ۽ گهڻو گهڻو وقت موڪلامندا!"

ماءُ کي ساشينڪا جي آواز مان چنتا ۽ ڪاوڙ ٽپڪندي نظر آئي. هن جا لفظ ماءُ جي دل تي ڳورن برفيلن ڳڙن جي طرح ڪريا.

"مون فيصلو ڪيو آهي ۽ مان اهو ڦيرائي نٿو سگهان!"

"جيڪڏهن مان توکي منت ڪريان پوءِ به نه؟"

پاويل اتاولو ٿي چيو، "توکي ان طرح ڳالهائڻ نه کپي!"

ماءُ ساشينڪا جي وڃڻ جو آواز ٻڌو. هوءَ تڪڙن قدمن سان، ذري گهٽ ڊوڙندي ٿي ويئي. پاويل هن جي پٺيان ميدان ۾ ويو.

ماءُ جي دل تي ڳورو بار پئجي ويو. هنن ڇا بابت ٿي ڳالهايو، سو ماءُ سمجهي نه سگهي. پر هوءَ اترو ڀانپي ويئي ته مٿس ڪا بدقسمتي نازل ٿيڻ واري هئي. هوءَ ور ور ڪري سوچڻ لڳي، "هو ڇا ٿو ڪرڻ چاهي؟"

پاويل اندريءَ سان گڏ گهر اندر گهڙيو.

ماءُ منتظر ٿي ڪانئس پڇيو، "ٻاشا، تون ڇا ٿو ڪرڻ چاهين؟"

”ڪڏهن؟ هينئر؟“

”ڀورين مٿي تي؟“

”سو تو ٻڌي ورتوا“ پاويل جهڪي آواز ۾ چيو، ”مان جهنڊو کڻندس ۽ جلوس جي اڳواڻي ڪندس. مان سمجهان ٿو هو مون کي وري جمل ۾ وجهندا.“

ماءُ جون اکيون ٻرڻ لڳيون. سندس چپ خشڪ ٿي ويا پاويل هن جو هٿ ورتو ۽ ان کي پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهامندي ٺڪيون هڻندي چيائين، ”اها ته خوشيءَ جي ڳالهه آهي. توکي رنج نه ٿيڻ کپي. اسان کي ڪڏهن اهڙيون ماڻر ماڻديون جي خوشيءَ سان پنهنجن ٻارن کي موت جي منهن ۾ موڪلينديون؟“

”مون توکي ڪي چيو؟“ماءُ پنهنجو ڳات ڪي قدر مٿي ڪري چيو. ”مان تنهنجين ڳالهين ۾ دخل نٿي ڏيان. جيڪڏهن مون کي تنهنجي باري ۾ چنتا ٿي ٿئي ـ اهو ته ماءُ جو دستور آهي.“

پاويل ماءُ جو هٿ ڇڏي هن کان پري ٿيو ۽ تکي آواز ۾ چيائين، ”اهو پيار ئي آهي جو آدميءَ جي زندگيءَ ۾ دست اندازي ڪندو آهي.“

ماءُ ڏڪڻ لڳي. ڪٿي هو ڪو وڌيڪ شوخ لفظ نه چئي وجهي، ماءُ جهٽ پٽ چئي ڏنو، ”مان سمجهان ٿي پاشا، تون ٻيءَ طرح ڪري نٿو سگهين. توکي پنهنجن سائين لاءِ ائين ڪرڻو پوندو.“

”سائين لاءِ نه، مان پنهنجي لاءِ ٿو ڪريان!“

کوکول دروازي وٽ بيٺو هو. چيائين، ”مان سمجهان ٿو ته بهتر ائين ٿيندو ته تون پنهنجو واعظ بند رکين.“

ماءُ رڙ ڪرڻ چاهيو ٿي پر ڪٿي پٺس سندس لڙڪ نه ڏسي وٺي، هوءَ ڳوڙها ٻي ويئي.

”ڇا هن کي ايذاءُ پهچائڻ ۾ تون فخر ٿو وٺين؟“ کوکول پاويل کان سوال ڪيو.

"توکي انهن ڳالهائڻ جو ڪو حق نه آهي!" پاويل رڙ ڪئي.

"مان هڪ سٺي ماءُ جي حيثيت ۾ توکي پنهنجو پاڻ کي بيوقوف بڻائيندو ڏسي خاموش رهي نٿو سگهان. تو ماءُ کي اهو سڀ ڪجهه ڇو ٻڌايو؟"

"ماڻهوءَ کي سدائين محڪم رهڻ کپي. مون کي اهو پيار نه کپي، اها دوستي نه گهرجي جا منهنجن پيرن ۾ ٻيڙيون وجهي ۽ مون کي پٺتي ڌڪي."

"شاباس! تون سورمو آهين! وڃ، وڃي ساشينڪا کي اهو سڀ ڪجهه ٻڌاءِ."

"مون هن کي اڳ ۾ ئي ٻڌايو آهي!"

"ٻڌايو اٿيئي! اهڙي نموني جيئن تون پنهنجي ماءُ کي ٻڌايو؟ نه. تون هن سان نرميءَ سان ڳالهايو. مون توکي ڳالهائيندو نه ٻڌو، مون کي خاطري آهي. پر ماءُ جي سامهون تو پنهنجي سورهيائي تکي آواز ۾ پيش ڪئي. ۽ اها سورهيائي ڏمڙي جي ملهه به نٿي رکي."

ڪٿي هو ٻئي سچ پچ جهيڙو نه ڪري وجهن، اهو سوچي ماءُ پڇيو، "توهان چانهه پيئندا. مان ته ڏاڍي ٺري ويئي آهيان."

پاويل هوريان ڏانهنس وڌي آيو ۽ نرم نوع ۾ چيائين، "امڙ، مون کي معاف ڪر! مان اڃا ٻار آهيان، الڙ ۽ بيوقوف!"

ماءُ ڪمري ۾ چوڌاري نهاريو ۽ پوءِ ڏکوئيل آواز ۾ چيائين، "انڊريوشا! تون هن سان تکو نه ٿءُ، تون هن کان وڏو برابر آهين ۽ توکي ...."

"مان ضرور هن سان تکو ٿيندس،" انڊريءَ چيو، "ڪنهن ڏينهن مار به ڏيندو سانس."

ڪوڪول رڌڻي ۾ هليو ويو. ماءُ به هن جي پٺيان ويئي.

سگريءَ ۾ ڪوئلا وجهندي ڪوڪول چيو، ”اماں، تون ٻڌ ته.
مان هن کي ڪجهه نه ڪندس. مون ته صرف چرچو ٿي ڪيو."
پاويل به رڌڻيءَ ۾ آيو. مشڪندي چيائين، ”اهو مسڪو
لڳائڻ بند ڪر. تو مون کي پنهنجي سخت ڪلاميءَ سان ڪافي
مار ڏني آهي. اها بس آهي!"
ڪوڪول ۽ پاويل هڪ ٻئي جي ڀاڪر ۾ ڀڪوڙجي
ويا — ٻه جسم ۽ دوستيءَ جي جذبي سان ٽمٽار هڪ آتما!
ماءُ جي ڳلن تان ڳوڙها وهي هليا پر اهي خوشي جا
ڳوڙها هئا. لڙڪ اگهندي چيائين، ”عورت روئڻ پسند ڪندي
آهي — ڏک ۾ به روئندي آهي، خوشيءَ ۾ به هنجون هاريندي
آهي!"
”امڙ، تون ٿورو وقت آرام ڪر،" ڪوڪول چيو، تنهنجي
دل چوٽون سهندي سهندي ڪمزور ٿي ويئي آهي."
پوءِ پاويل کي چيائين، ”اسين صحيح زندگي جو ذائقو ته
هاڻي چکڻ لڳا آهيون، سچي، انساني ۽ پيار ڀري زندگي."
”ها،" پاويل ماءُ ڏانهن نهاريندي ڪوڪول جي پٺڀرائي
ڪئي.
”هاڻ سڀ ڪجهه ڦريل آهي،" ماءُ چيو، ”ڏک به
ڦريل آهي ته خوشي به ڦريل آهي. مان ڪجهه نٿي ڄاڻان:
ڪجهه نٿي سمجهان. پوءِ به مون کي پنهنجي جذبات ظاهر ڪرڻ
لاءِ لفظ نٿا ملن."
”امڙ، هڪ نئين دل وجود ۾ اچي رهي آهي، زندگيءَ
۾ هڪ نئين دل وڌي رهي آهي. انسان اڳتي وڌي رهيو آهي.
سوچ ويچار جي روشنيءَ ۾ للڪاري رهيو آهي، ساري دنيا جا
انسانو، هڪ برادريءَ ۾ يڪمشت ٿي وڃو، پريت، زندگيءَ جي
ماءُ آهي ۽ نه نفرت." مان لهندي يا اڪيلو پسار ڪندي اها
للڪار ٻڌندو آهيان. ڌرتي به ڏک ۽ بي انصافيءَ کان تنگ اچي
هڪ گهنڊ جي طرح وڄندي انسان جي دل ۾ نئين سورج جي

ايرڻ تي خوشي ظاهر ڪندي آهي، ان جي مرحبا ڪندي آهي."

پاويل اٿي کڙو ٿيو، ھٿ ملائي ڪري ڪجهه چوڻ تي هو جو ماءُ روڪيس، "هن جي ڳالهائڻ ۾ رکنو نه وجهه."

"امڙ، خبر اٿيئي،" ڪوڪول چوندو رهيو، ماڻهن کي اهڙا گهڻا ڪشٽ سهڻا آهن. سندن اهڙا ٻه گهڻو رت وهندو ۽ مان سڀ ڪجهه سنهندس چاڪاڻ ته منهنجي دل ۾ اها خوشي آهي جا ڍڪي نٿي سگهجي. ۽ ان خوشي ۾ طاقت جي دنيا سمايل آهي."

هو اڌ رات تائين جاڳندا رهيا ۽ زندگي، عوام ۽ آئيندي بابت گفتگو ڪندا رهيا.

## (16)

ٻئي ڏينهن صبح جو پاويل ۽ ڪوڪول جي ڪارخاني ڏانهن وڃڻ کان پوءِ ڪنهن اچي ماءُ کي عيسي جي خون جي خبر ٻڌائي. عيسو پاويل، ڪوڪول ۽ سندن ساٿين تي جاسوسي ڪندو هو ۽ نڪولئي هڪ ٻه دفعو هن کي خون ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو هو. تنهن ڪري ماءُ سمجهڻ لڳي اها شرارت ضرور نڪولئيءَ جي هوندي.

اهو ويچار ايندي ئي ماءُ جي دل ڏڪي ويئي.

ماءُ ميريا سان گڏ عيسي جو لاش ڏسڻ ويئي. ڪيترا ماڻهو اڳ ۾ ئي جمع ٿي ويا هئا پر ڪنهن کي ٻه عيسي سان همدردي نه هئي. هڪ پوليس وارو لاش جي نگهباني ڪري رهيو هو ۽ ماڻهن کي پري ڪري رهيو هو. گهر موٽندي ماءُ جو ڌيان وري نڪولئيءَ ڏانهن ڇڪجي ويو ۽ دل ئي دل ۾ هن سان همدردي ڪرڻ لڳي.

منجهند جي ماني کائڻ لاءِ پاويل ۽ ڪوڪول گهر آيا ته ماءُ پڇيو، "عيسي جي خون لاءِ ڪنهن کي پڪڙيو اٿن؟"

"اسان ان باري ۾ ڪجهه ٻڌو نه آهي،" ڪوڪول جواب ڏنو.

ماءُ ڏلو، اڃا به پريشان ٿي لڳا.

”نڪولئي‘ جي باري ۾ ڪجهه نٿو چئو ڇا؟“ ماءُ هوريان پڇيو.

پاويل ماءُ ڏانهن منهن ڪري چيو، ”هن ۾ ڪنهن جو به شڪ ڪونهي. هو ڪالهه ڪان وٺي ٻاهر ويو آهي ۽ واپس نه وريو آهي. مون هن بنسبت جاچ ڪئي آهي.“

”مالڪ جا لک شڪرانا!“ ماءُ ساهت جو ساهه کنيو.

ڪاڏو ڪائيندي پاويل چيو، ”مون کي اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته ڪير ڪيئن ٿو اهڙي اڻاڻپ جي جهوڳ جي هٿيا ڪري سگهي.“

”عيسو جانور هو؟“ ڪوڪول چيو.

”مان چاڏان ٿو.“

”اسان هڪ منگهڻ کي ان لاءِ مارينداآهيون، ڇاڪاڻ ته هو رت جو هڪ ڦڙو اسان جي جسم مان چوسي وٺندو آهي.“

ڪجهه وقت ڪان پوءِ پاويل ڪوڪول کان پڇيو، ”تون جيڪر ڪنهن کي ماري سگهين؟“

ڪوڪول پاويل ڏانهن ڏسڻ بعد ماءُ ڏانهن نهاريو. پوءِ ڏکوئيل مگر محڪم آواز سان چيائين، ”پنهنجي لاءِ جيڪر مان ڪنهن کي به هٿ نه لايان. پر ساٿين لاءِ، مقصد لاءِ، مان سڀ ڪجهه ڪرڻ جي قابل آهيان. مان خود به ڪري سگهان ٿو. پنهنجي پٽ جي هٿان ڪري سگهائيندس.“

”او، ائندر وشا!“ ماءُ چلايو.

ڪوڪول مرڪيو چيائين، ”اسان جي زندگي ئي اهڙي آهي.“

”هه... ها،“ پاويل هڪدم ڏاڍي چيو، ”اسان جي زندگي ئي اهڙي آهي.“

ڪنهن اوچتي جذبي جي ماتحت ائندري اٿي بيٺو. هٿ لوڏيائين ۽ چيائين، ”ڇاڪرو وڃي. اسان کي ڪنهن ماڻهوءَ سان نفرت ڪرڻي ٿي پوي ته جيئن اهو سمو جلد اچي سگهي جڏهن

سڀ ماڻهو هڪٻئي سان پريم ڪن. انهن ماڻهن کي ناس ٿي ڪرڻ کپي جي انساني زندگيءَ جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ ٿا وجهن، هو پيسن تي انسانن کي وڪڻن ٿا جئين پنهنجي لاءِ امن ۽ عزت حاصل ڪري سگهن. اهو گناهه آهي؟ پر انهن انساني زندگيءَ جي مالڪن کي پنهنجي سک ۽ سلامتي خاطر سولجرن ۽ جلادن، جيلن ۽ لاڪپن ۾ رکڻ جو ڪهڙو حق آهي؟ هو هزارن ماڻهن جي هتيا ٿا ڪن. ان مان مون کي اهو حق ٿو حاصل ٿئي ته مان به ان دشمن جو خون ڪريان جو پهرين جي پيٽ ۾ منهنجي حياتيءَ کي وڌيڪ ضرور ٿو رسائي. اها منطق آهي. مون کي ڄاڻ آهي ته دشمن جي خون وهائڻ مان ڪو نتيجو نه نڪرندو. هنن جو خون سڦل آهي. سچائي اسان محنت ڪشن ۽ مظلومن جي خون سان ريج ڏنل زمين ۾ اڀري ٿي ۽ مفت خور سرمايه دارن جو خون اجايو ٿو وڃي. اها مون کي ڄاڻ آهي. تڏهن به مان خون ڪندس، جڏهن ان جي ضرورت پوندي. مان صرف پنهنجي پاران ٿو ڳالهايان، منهنجو گناهه مون سان گڏ مرندو. اهو آئينده تي ڪو داغ نه ڇڏيندو. اهو مون ڪماسواءِ ڪنهن ٻئي کي ڏکي نه ڪندو."

ڪوڪول ڪمري ۾ پسار ڪرڻ لڳو. ماءُ انتظاريءَ جي احساس سان هن ڏانهن ڏسندي رهي. ماءُ کي ائين لڳو ته هن کي ڪا چوٽ رسي هئي، هن کي ڪو درد هو. عيسيٰ جي خون بنسبت ماءُ کي ڪا ڳڻتي نه هئي. جڏهن نڪولئيءَ خون نه ڪيو هو ته پاويل جي ساٿين مان ڪنهن ٻئي هن جي هتيا نه ڪئي هوندي! پاويل ڌيان سان ڪوڪول کي ڏسندو رهيو. ڪوڪول وري زوردار لوع ۾ چوڻ شروع ڪيو، "اڳتي قدم وڌائيندي ڪڏهن خود پنهنجي خلاف به وڙهڻو پوندو آهي. سڀ ڪجهه قربان ڪرڻ، مقصد لاءِ مرڻ آسان آهي. ان کان به وڌيڪ ڏيڻ کپي اها هر شئي قربان ڪرڻ کپي جا پنهنجي زندگيءَ کان به وڌيڪ پياري آهي. تڏهن ئي سچ وڌيڪ وڌندو نظر ايندو.

ڪوڪول ڪمري جي وچ ۾ بيٺي رهيو. پنهنجو هٿ لوڏي هوريان مگر گنڀير نوع ۾ چيائين، ”مون کي ڄاڻ آهي، اهو وقت ايندو جڏهن انسانن جون دليون هيڇ ۽ حسد کان پاڪ هونديون ڪنهن به وير ڀاؤ باقي نه رهندو. تڏهن اسين صداقت سچائي ۽ خوبصورتيءَ سان وهنداسين. زندگي اوچ ڀڄندي ۽ ماڻهو به اعلي ڀڄي ويندا.“

ڪوڪول وري ٻسار ڪندي چيو، ”اهڙي زندگيءَ لاءِ مان سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. مان پنهنجي دل چيري ٻاهر ڪندس ۽ جيڪڏهن ضرورت پيئي ته ان کي پنهنجن پيرن هيٺان لتاڙيندس.“

۽ اوچتو ڪوڪول جي اکين مان آنسو وهي هليا، پاويل جون اکيون ڦاٽي ويون ۽ زرد چهري سان هن ڏانهن ڏسندو رهيو ماءُ جي ڏک درد جي ڪا حد نه هئي.

”انڊري، توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟“ پاويل نرمائيءَ سان پڇيو.

ڪوڪول پنهنجو سر لوڏيو. ۽ ماءُ ڏانهن نهاريندي چيائين، ”عيسي کي مون ماريو.“

ماءُ اٿي ڏڪندي هن ڏانهن وڌي. هن جو هٿ پنهنجن هٿن ۾ پڪڙي ٻڙ ٻڙ ڪيائين، ”انڊروشا، منهنجا پيارا ڪهڙي مصيبت! ڪهڙي بدقسمتي!“

”ترس، امان،“ ڪوڪول چيو. ”مان توکي ٻڌايان ٿو ته مون اهو ڪيئن ڪيو.“ ڪوڪول ماءُ کان پنهنجو هٿ ڇڏائي پٺتي هٽي بيٺو.

پاويل آهستي آهستي هن ڏانهن وڌيو ۽ پنهنجي ساٿيءَ ڏانهن آلين اکين سان نهاريائين. پاويل جي منهن تي هيڊ هارجي ويئي هئي ۽ هن جا چپ ڦڙڪي رهيا هئا. عجيب مرڪ مرڪندي نرمائيءَ سان چيائين، ”انڊري، مون کي پنهنجو هٿ ڏي. مان توسان هٿ ملائڻ ٿو چاهيان. مان سمجهي سگهان ٿو ته ڪهڙي

ڪنهن حالت ۾ تو ائين ڪيو هوندو."

"پاويل ڪوڪول جو هٿ پڪڙي، ان کي زور ڏنو ۽ زور سان ڌونڌاڙيو."

"۽ تون مون کي هدايت ٿو چاهين ته تو هن کي ماريو آهي؟" ماءُ چيو، "نه تو هن کي نه ماريو. جڏهن مان پنهنجن اکين سان ڏسان ها ته به اعتبار ڪين ڪريان هان."

پاويل پنهنجو ٻيو هٿ اڱڻ جي ڪلهي تي رکيو. ڪوڪول ڏکوئيل آواز ۾ چيو، "مون هن کي مارڻ نٿي چاهيو، پاويل! جڏهن اڄ صبح جو تون اڳتي وڌي وئين ۽ مان آئون گيسو سان پٺتي رهجي ويس تڏهن عيسو سامهون آيو، اسان ڏانهن نهاريائين ۽ عجيب مرڪ مرڪيائين آئون گهر هليو ويو ۽ عيسو مون سان گڏ ڪارخاني ڏانهن وڌندو رهيو. هو چوڻ لڳو، "مون کي توهان جي هر ڪارگذاريءَ جي ڪل آهي. توهان سڀني جا نالا پوليس رڪارڊ تي آهن. مٿي ڏينهن کان اڳ ۾ ئي توهان سڀني کي گرفتار ڪيو ويندو" مون ڪو جواب نه ڏنو. مون ظاهري ڪلهو مگر منهنجو رت ٽهڪي آئيو. وري چوڻ لڳو، تون چالاڪ آدمي آهين. توکي ان رستي تي هلڻ نه کپي. تون سرڪار جو ساٿ ڏي، تنهنجي پوري پوري قدرشناسي ڪئي ويندي." ڪوڪول پنهنجو هٿ هوا ۾ لوڏيو ۽ مٺ پڪوڙيائين. "سرڪار! ان جي عيوض هو مون کي چساٽ هٿي ڪيئي ها ته مان سهي وڃان ها. پر هن جي بي عزتيءَ واري صلاح مان برداشت ڪري نه سگهيس." ڪوڪول جو آواز بلند ٿيندو ويو. "مون هن کي لونڊڙيءَ وارو ڌڪ هڻي ڪيڀو ۽ اڳتي وڌي ويس. مون منهن ورائي پٺيان نهاريو ۽ مون هن جي ڪرڻ جو آواز ٻڌو مون کي خواب خيال به نه هو هو ته هو مري ويندو."

"تون هاڻي ڇا ٿو ڪرڻ چاهين؟" پاويل انتظاريءَ مان پڇيو.

"مان ان قبول ڪرڻ کان ڊڄان نٿو ته مون ڪيس ماريو

آهي. پر مون کي انهن هوندي شرم ٿو اچي. مون کي اهڙي خسيس ڳالهه لاءِ جيل وڃڻ، سخت پورهيو ڪرڻ کان شرم ٿو اچي. پر جيڪڏهن ڪنهن اُن کي پڪڙيائون ته پوءِ مان پنهنجو ڏوهه پاسي ڏيندس. اهڙيءَ صورت ۾، هرگز نه!"

ڪارخاني جي سيٽي وڳي.

ڪوڪول چيو، "مان ڪم تي نٿو وڃان."

"مان غسل خاني ۾ ٿو وڃان،" ڪوڪول مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو.

ڪوڪول جي هلي وڃڻ بعد ماءُ پاويل کي چيو: "تون ڇا ٿو چئين پاشا، مون کي هن تي اعتبار نٿو اچي. ڪٿي اعتبار به ڪريان تڏهن به مان هن کي ڏوهه نه ڏيندس. مان چاهيان ٿي ته اسان کي گناهه آهي پر تڏهن به اينڊريءَ کي گنهگار نٿي سمجهان."

اينڊري جلد پاڻ کي معاف ڪري نه سگهندو. اهو ڏسڻ ۾ ٿي آيو ته هو ڪهڙين حالتن ۾ اڙجي ٿو وڃي. مارڻ جي خواهش نه هوندي به ماري ٿو وجهي. ۽ ڪمزور ڪيو! پوليس سواهڙ ۽ جاسوس اهي سڀ اسان جا دشمن آهن پر تنهن هوندي به اسان جهڙا ماڻهو آهن. هنن جو رت به اسان جهڙو ڳاڙهو ٿو وهي ۽ ڪين اسان کان وڌيڪ انسان نٿو سمجهيو وڃي، حڪمران ۽ سرمايه دارن، ماڻهن کي هٿيارن، لٺين، ۽ پٿرن ۾ تبديل ڪيو آهي ۽ ان کي سيپتا، سرڪار جو نالو ڏنو آهي."

پاويل ماءُ ڏانهن ويجهو وڌي ويو ۽ چوائين، "تون هنن ۽ اسان ۾ فرق ڏسين ٿي؟ اينڊريءَ مرضيءَ خلاف هڪ آدميءَ کي ماريو. هو پريشان آهي، شرمندو آهي. هو هزارن ڪي ڪنهن به ترس، ڪنهن به لحاظ کانسواءِ مارين ٿا ۽ ان ۾ خوشي محسوس ٿا ڪن. هو جنهن ڪنهن کي مارين ٿا جئن سندن گهر فرنيچر، سون چاندي ۽ نوٽ سلامت رهن."

اوچتو صدر دروازي ٻاهران ڪنهن جي اچڻ جي آهٽ ٿي.

۾ آئي. ھنھي ھڪ ھٿ ڏانھن نھاريو.
پاويل ٻڙ ٻڙ ڪئي، "ڪٿي پوليس تہ اُنھيءَ کي گرفتار ڪرڻ نہ آئي آھي...."
"مون کي ڪا ڄاڻ ڪانھي" ماءُ ھوريان چيو، "اي خـدا!"

# (17)

صدر دروازو آھستي کليو ۽ رائبن اندر گھڙي آيو.
"ڪئن آھيو؟" ھن پڇيو، پاويل، توکي آزاد ڪيائـون؟ تون خوش نہ آھين، للو وڻا!"
"تون تہ ٺيڪ آھين نہ؟" ماءُ پڇيو.
رائبين پنھنجو اوور ڪـوٽ لاھيندي چيو: ھا. مـان وري گھوٽالو ھڻجي ويو آھيان."
۽ پوءِ ڪمري ۾ چوڌاري نظر ڦيرائيندي چيائين، "اوھان جي جائداد ڪانہ وڌي آھي پر اوھين ڪتابن ۾ شاھوڪار ٿي ويا آھيو. "ڪتاب پياري ۾ ھماري ملڪيت آھن." مون کي ٻڌايو، ھت ڪم ڪئن پيو ھلي."
"اسين واڌارو ڪري رھيا آھيون،" پاويل چيو.
"ھا، مان چانھہ پيئندس، ۽ چار ڊڪ ووڊڪا (شراب) جا پيئندس. ۽ جيڪڏھن کي ڪائڻ لاءِ ڏيندينءَ تہ مان انڪار نہ ڪندس."
"تنھنجو ڇا حال آھي؟" پاويل پڇيو.
"مڙيئي ٺيڪ آھي. مون ابدلجو ڳوٺ ۾ ديرو دمايو آھي. اتي سال ۾ ٻہ ميلا لڳندا آھن. ٻہ ھزار کن آدم آھـي. مـاڻھو سٺا نہ آھن. ڪين پنھنجي زمين ڪانھي. زمين ٽڪرن ۾ مقاطعي تي ڏني ويندي آھي."
"تون ماڻھن سان ڳالھائيندو آھين؟"

”مان چپن کي چونو لڳائي نہ رهندو آهيان. مون وٽ اوهان وارا ڀترا آهن. هتان کڻي ويو هوس. پر مان کُلو کُلو بائيبل ذريعي پرچار ڪندو آهيان. اهو ڍاهو ڪتاب آهي. سرڪاري ڪتاب آهي. ان کي گرجا جي سند آهي. ان تي اعتبار ڪرڻ آسان آهي. هن پاويل کي اک ڀڃي ۽ چيائين، ”پر اهو بس نہ آهي. مان هتي توکان ڪتاب وٺڻ آيو آهيان. ٻيو بہ هتي آهي. اسين ڏامر کڻي وڃي رهيا هئاسين. واٽ تي ورڪ ڪري هت آيا آهيون. ٻيو اهي تنهن کان اڳ ۾ ڪتابن جو سٿو مون کي ڏيئي ڇڏ. هن کي اها ڄاڻ پوڻ نہ کپي.“

”اهڙو“ پاويل چيو، ”وڃ، ٿورا ڪتاب کڻي اچ. هنن کي ڇنڇ هارين واسطي ڪتاب کپن. هو پاڻهي ڪتاب چونڊي توکي ڏيندا.“

”چانهہ پڻ گهڙين ۾ تيار ٿي ويندي. پوءِ مان وڃان ٿي.“

رائبن مرڪندي چيو، ”تون بہ هلچل ۾ گهڙي آهين، نلوونا؟ ڏاڍو سٺو ٿيو! مان پنجن سالن تائين هڪ ڪارخاني مان ڀٽي ۾ ڀٽڪندو رهيس. ۽ پوءِ جڏهن وري ڳوٺن ۾ ويس ۽ پنهنجي ارد گرد نهاريم تہ اول تہ ائين پيو ڀانيان تہ مان هارين سان رهي نہ سگهندس. مون کي هنن جي رهڻي ڪرڻيءَ کان ڪراهت اچڻ لڳي. جئن تئن مون نفرت جي جذبي کي دٻايو، ۽ هاڻ هارين جي مصيبتن لاءِ همدرديءَ ۽ کين ڀوڙيندڙن خلاف ڌڪار جو احساس کڻي ڳوٺ ڳوٺ ڦري رهيو آهيان.“

رائبن پاويل جي ڪلهي تي هٿ رکي پنهنجي ڳالهائڻ جو سلسلو جاري رکندي چيو، ”مون کي مدد ڪريو. ڪتاب ڏيو ڪتاب بہ اهڙا جي ماڻهن کي ڪي آرام ڀنائڻ، سندن دماغن ۾ ولولو وجهن. پنهنجن شهري ساٿين کي چئو تہ ڳوٺاڻن لاءِ بہ ڪتاب لکن جو ڳوٺن ۾ جذبو جاڳي ۽ هو موت ڏانهن ڌوڪڻ کان بہ نہ ڪيٻائين.“

پنهنجو هٿ مٺي ڪئي، هڪ هڪ لفظ تي زور ڏيندي هن جذباتي نوع ۾ وري چيو، "هزارين موت جي منهن ۾ وڃن جيئن ڌرتيءَ تي پيا ماڻهو نئون جيون حاصل ڪن. مرڻ سوکو آهي، پر ماڻهو نئين زندگي شروع ڪن، اهو اوکو ڪم آهي."

ماءُ چانهه ڪٺي آئي. هوءَ رائيبن ڏانهن ڏسندي رهي. هن جا گهورا ۽ جذباتي لفظ هن کي تڪليف ڏيڻ لڳا. هن کي پنهنجي مڙس جي يادگيري اچي ويئي. هو به سدائين خفي ۾ هوندو هو، بي آرام هوندو هو، خطرناڪ هوندو هو، پر گونگو هوندو هو. رائيبن گونگو نه هو، خاموش نه هو ۽ انهيءَ ڪري گهڻو خطرناڪ هو.

پاويل ڪنڌ ڌوڻي چيو، "اسان کي ڳوٺاڻن لاءِ به اخبار کپي. اسان کي مصالحو ڏي ۽ اسان توکي ڳوٺاڻن لاءِ اخبار ڏينداسين."

ماءُ ڪوٽ پائي گهر کان ٻاهر نڪري ويئي.

"ها، اسين اوهان کي مصالحو ڏينداسين. پر اهڙي سولي ٻوليءَ ۾ لکجو جو ڳابا به سمجهي سگهن."

رڌڻي جو دروازو کليو ۽ ڪو اندر آيو.

"يفم آهي،" رائيبن رڌڻي ۾ نهاري چيو "اچ، اندر اچ!"

هن يفم کي اندر سڏيو، پاويل ۽ يفم جي هڪ ٻئي سان واقفيت ڪرايائين.

"چانهه بي وٽ يفم، اسان کي جلد هلڻو آهي،" رائيبن چيو.

اوڏي مهل ائنڊري ڪمري اندر گهڙي آيو. هن جو چهرو سرخ هو، پگهر سان شل هو ۽ نهايت ملول هو. هن چپ چاپ يفم سان هٿ ملايو ۽ رائيبن جي پر سان ويهي مرڪڻ جي ڪوشش ڪيائين.

"ڪهڙي ڳالهه آهي؟" رائيبن ڪوڪول کان پڇيو، "منجهيل پيو لڳين؟"

"ڪجهه ڪينهي."

”تون به مزدور آهين؟“ يفم ڪوڪول سان مخاطب ٿي پڇيو.

”ها. ڇو؟“

”هيءُ پهريون گهمرد آهي جو هن ڪارخاني جا مزدور ڏٺا آهن،“ رائيبن سمجهائي ڏني. ”هيءُ چوندو آهي ته اهي پڻ ماڻهن کان نرالا ٿيندا آهن.“

”سو وري ڪيئن؟“ پاويل پڇيو.

يفم انڊريءَ ڏانهن نهاريندي چيو، ”اوهان جا هڏا نوڪدار آهن، هارين جا گول ٿيندا آهن.“

رائيبن چيو، ”هاري پنهنجا پير زمين تي محسوس ڪندو آهي جيتوڻيڪ اها سندس ڪانه هوندي آهي، پر ڪارخاني جو مزدور پڪيءَ مثل آهي. هن کي گهر ڪونهي. اڄ هت آهي ته سڀاڻي ڪٿهن ٻئي هنڌ. خود هنجي زال کيس هڪ هنڌ ٻڌي نٿي سگهي. پر هاري هڪ ئي هنڌ واڌارو ڪرڻ جو خواهشمند آهي. تنهنجي ماءُ اچي رهي آهي!“ ائين چوندو هو رڌڻي ۾ هليو ويو.

يفم ڪتابن جي شيلف تي لالچي نگاهن سان ڏسندي پاويل کي چيو، ”مون کي هڪ ڪتاب ڏيندين؟ پڙهي واپس ڪندس. اڄ ڪلهه ڪتاب اسان لاءِ رات جي روشني آهن.“

پاويل شيلف تان چونڊ ڪري هڪ ڪتاب آڻي يفم کي ڏنو.

رائيبن رڌڻي مان ٿي سڌيري ايندي يفم کي چيو، ”هل. هاڻي اسان کي هلڻ کپي.“

يفم مرڪندي ڪتاب رائيبن کي ڏيکاري چيو، ”مان هيءُ پڙهندس.“

جڏهن هو ٻئي هليا ويا تڏهن پاويل انڊريءَ کي چيو، ”تون ڪونه هئين. تون دل جي راند ڏسي سگهين ها. تون سدائين دل جي ڳالهه ڪندو آهين. رائيبن جذبات ڀلئي رکي، مون کي ڏوڏي ڇڏيائين. هن ۾ ڪافي طاقت آهي.“

”مالڪن جي پيٽ ۾ اسين مزدور هارين جي ويجهو آهيون،“ ڪوڪول چيو، ”هو اسان تي اعتماد ڪندا. اسان جي مٺ وٺندا.“

”خبر اٿيئي، رائوبن جو خيال آهي ته اسين ڳوٺائن لاءِ به اخبارون ڪڍون.“

”جيترو جلد ٿي سگهي اهڙي اخبار اسان کي ضرور ڪڍڻ کپي.“

اوچتو ڪوڪول کي نه ڄاڻان ڪهڙو ريچڪ آيو. چيائين، ”مان ٻاهر گهمڻ ٿو وڃان. مان ٿڌي هوا جي ضرورت پيو محسوس ٿو ڪريان.“

۽ هو ٻاهر نڪري ويو.

## ( 18 )

گهٽا ڏينهن پوءِ نڪولئي آيو.

”توهان ٻڌو آهي، عيسيٰ کي ڪنهن ماريو؟“ هن پاويل کان پڇيو.

”نه!“ پاويل مختصر جواب ڏنو.

”هو منهنجي هٿان مرڻ کپندو هو- منهنجي دل وٽان اهو ڪم هو.“

”بيوقوفي نه بڪ، نڪولئي!“ پاويل دوستاڻي نوع ۾ چيو.

”توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟“ ماءُ پڇيو، ”تون رحمدل آهين پوءِ به شوخ ڪتي جيان ڀوڪندو ٿو رهين. تون ان ريت ڇو ٿو هلين؟“

ان وقت ماءُ نڪولئي، کي ڏسي سچ پچ خوش هئي. ۽ هن سان غير معمولي همدردي هيس.

”مان اهڙن ڪمن کان سواءِ ٻئي ڪنهن ڪم جي قابل ڪونه آهيان،“ نڪولئيءَ نراسائي واري نوع ۾ چيو، ”مان سوچيندو رهندو آهيان ته دنيا ۾ منهنجي ڪٿي ۽ ڪهڙي جڳهه آهي. ماڻهن سان ڳالهائڻ کپي ۽ مان ڳالهائي نٿو سگهان. مان سڀ

ڪجهه ڏسان ٿو. مون کي ماڻهن جي سڄي تڪليفن ۽ بي انصافين جو احساس آهي، پر مان چڱيءَ ريت اظهار ڪري نٿو سگهان. مون کي گونگي آتما آهي." ۽ پوءِ پاويل ڏانهن مڙندي ڏکويل پارائي ۽ التجا پري نوع ۾ چيائين، "مون کي ڪو سخت ڪم ڏي، ڪامريڊ! مان هن طرح بي معنيٰ ۽ نڪمي زندگي وڌيڪ وقت گهاري نٿو سگهان. توهان سڀ تحريڪ ۾ ڪم ٿا ڪريو اها وڌندي ٿي وڃي ۽ مان ان کان سراسر ٻاهر آهيان. ڇا صرف ڪاٺ ڍوئڻ لاءِ زنده رهڻ ممڪن آهي؟ مون کي سخت ڪم ڏي."

پاويل نڪولئيءَ جو هٿ پاڻ ڏانهن ڇڪي چيو، "اسين توکي ڪم ڏينداسين."

پردن پٺيان ڪنڊ مان ڪوڪول جو آواز بلند ٿيو،

"نڪولئي مان توکي ڪمپوزنگ سيکاريندس. ۽ تون اسان جي پرنٽنگ پريس لاءِ ڪمپازيٽر ٿي رهج. منظور؟"

"جڏهن تون مون کي ڪم سيکاريندين ته مان توکي پنهنجو چرو ڏيندس."

"پن ڏي پنهنجي چري کي" ڪوڪول وراڻيو ۽ اهي کِل ۾ ڇٽڪيو.

اتيئي کل روڪي صلاح ڏنائين، "هلو ته ٻاهر پنڌ ۾ هلون. چاندني رات آهي. وڻندڙ نظارو آهي."

پاويل ۽ نڪولئيءَ کي اها صلاح وڻي.

ڪوڪول رڌڻي ۾ ڪپڙا بدلائي رهيو هو جو ماءُ چيس، "گرم ڪپڙا پائي وڃج. نه ته تون بيمار ٿي پوندين."

جڏهن هو هليا ويا تڏهن ماءُ دريءَ مان هنن کي ويندو ڏسندي رهي. "خدا سندن رکوالي ڪري،" هن پڻ پڻ ۾ چيو. پوءِ بتي وسائي چاندني رات جي سوجهري ۾ اڪيلي ويٺي عبادت ڪرڻ لڳي.

ڏينهن تڪڙا نبرندا ويا ۽ ماءُ "سٺي ڏينهن" بابت گهڻو سوچي نه سگهي. پر پات ٿاڻي تڙ تڪڙ ۾ هلڪي نيرن ڪري

۽ ڇانهن ۾ پاويل ۽ ڪوڪول ڪارخاني ۾ هليا ويندا هئا ۽ ماءُ لاءِ ڊزن ڏيڍ سنهن ڳالهن ڪمن جون فرمائشون ڇڏي ويندا هئا. ماءُ سڄو ڏينهن ڪم ۾ رڌل هئي. روٽي ڪندي هئي. اشتهار ڇنبڙائڻ لاءِ لئي تاهيندي هئي. ماڻهو ايندا هئا ۽ پاويل لاءِ سنيها ڇڏي ويندا هئا. "مئي ڏينهن" جي باري ۾ هر روز ڪارخاني ۽ بستيءَ ۾ پمفليٽ ورهايا ويندا هئا. هر رات اهي پتمن ۽ خود پوليس ٿاڻي جي ڦاٽڪن تي ڇنبڙايا ويندا هئا. صبح جو پوليس جتان ڪٿان انهن کي لاهيندي ڦاڙيندي ڳاريون ٻڪندي رهندي هئي. منجهند جو اهي پمفليٽ وري گهٽين ۾ اڏامڻ لڳندا هئا ۽ لنگهندڙن جي پيرن ۾ اچي پوندا هئا. شهر مان جاسوس آيا. هو گهٽين جي ورن وٽ بيهندا هئا، چوطرف ڪرڙي نظر رکندا هئا، پوءِ به پمفليٽ اوچي پرڪوٽ ٿيندا هئا. هر ڪو آدمي پوليس جي ان طرح مٺي پايد ٿيندي ڏسي خوش ٿي ٿيو. خود ڪرڙوڊ ۽ پوڙها مزدور هڪ ٻئي ڏانهن نهاري مرڪندا ۽ چوندا هئا، "تحريڪ زور پڪڙيندي ٿي وڃي، ڇو؟"

ماڻهو ننڍا ننڍا مجموعا ٺاهي پمفليٽن جي مضمونن تي بحث مباحثا ڪندا هئا. زندگيءَ ۾ چستي اچي ويئي. هن بنسبت رت ۾ هر ڪنهن جي دلچسپي وڌي ويئي.

پاويل ۽ ڪوڪول کي خير ڪا ننڊ نصيب ٿيندي هئي. پوئين رات ٿڪا ماندا گهر موٽندا هئا. ماءُ کي ڄاڻ هئي ته هو جهنگلن ۾ ميٽنگون ڪندا رهندا هئا. ساري رات بستيءَ ۾ پوليس وارا ۽ جاسوس چڪر لڳائيندا هئا. مزدورن جي تلاشي وٺندا هئا، ننڍن ننڍن ننڍن مجموعن کي ڇڙ وڇڙ ڪندا هئا ۽ ڪڏهن ڪن کي گرفتار به ڪندا هئا. ماءُ اهو به ڄاتو ٿي ته ڪنهن به رات جو پاويل ۽ انڊري گرفتار ٿي سگهيا ٿي. ۽ ڪڏهن ڪڏهن هوءَ ائين به سمجهندي هئي ته هنن لاءِ گرفتار ٿي وڃڻ ئي بهتر هو. ڪين آرام ته نصيب ٿيندو.

عجب اهو هو ته عيسي جي خون جي تحقيقات بن ڏينهن

بعد بند ٿي ويئي هئي. ڏهن ٻارنهن ماڻهن کان پڇا ڪري معاملو لڏ مٽي ڪيو ويو هو.

ميريا جي لهه وچڙ پوليس مرڪز سان هئي. هن ماءُ کي ٻڌايو، ”پوليس وارا چون ٿا - خوني ڳولهڻ ڪٺن ممڪن آهي؟ ان صبح جو سڀ ماڻهو عيسيٰ سان هئا، ۽ منجهائن ڪوئي چئي هن کي ڌڪ هڻي ڪيو هوندو. گذريل اٺن سالن ۾ هن پاڻ کي ڪافي بدنام ڪيو هو.“

ڪوڪول ۾ ڪافي ڦيرو اچي ويو. هن جي ڳلن ۾ کڏون پئجي ويون هيون، اکيون ڏرا ڏيئي ويون هيون ۽ منهن ۾ به گهنج پئجي ويا هئا. هو زوريءَ مرڪندو نظر ايندو هو. روزمره جي ڳالهين تي گهٽ ڳالهائيندو هو، هو روشن ۽ شاندار آئينده تي وعظ ڪندو رهندو هو.

جڏهن عيسيٰ جي خون جي تحقيقات پوري ٿي تڏهن هن چيڙهندڙ مرڪ سان چيو، ”حڪمران ۽ سرمائيدار نه صرف عوام سان اڻنگو ورتاءُ ٿا ڪن بلڪ پنهنجن پاڙيتن پيچ لڳائن جي به ڪا پرواهه نٿا ڪن. هو صرف پنهنجي مفاد جو ويچار ٿا رکن.“ ٿوري دير جي خاموشيءَ بعد چيائين، ”مان جڏهن عيسيٰ بابت وڌيڪ ٿو سوچيان تڏهن هن سان منهنجي همدردي وڌندي ٿي وڃي مون هن کي مارڻ نٿي چاهيو.“

”اينڊري، بس ڪر!“ پاويل زوردار نوع ۾ چيو.

”تو ڪنهن ردي ۽ سڙيل چيز کي ڏک هنيو، اها ڪري چيهون ٿي پيئي،“ ماءُ جهڪي آواز ۾ چيو.

”تون صحيح آهين. پر ان مان مون کي ڏڍ نٿو ملي.“

نوٽ پهرين مئي آئي! ڪارخاني جي سيٽي دستور موافق وڳي. ماءُ، جا ساري رات اک لڳائي نه سگهي هئي، بستري تان اٿي ڪاڙهي ٿي. چلهه تي چانهه رکي هوءَ پاويل ۽ ڪوڪول جي ڪمري جو ڪڙو ڪڙڪائڻ تي هئي جو کيس ياد آيو ته هو ساري رات هڪ ويچار ڪندا رهيا هئا، ڀلي سمهيا پيا هجن. هن دٿ هوٽ

ڪري ڇڏيو.

ڪارخاني تي، ڪي قدر لنبي سمنڊ هنئين. ڪمري اندران ڪوڪول جو آواز آيو. ”پاويل، پڌين ٿو؟ ڪارخاني جو سڏ ٿي رهيو آهي.“

”چانهه تيار آهي،“ ماءُ اطلاع ڏنو.

”اسان اُٿون ٿا،“ پاويل جواب ڏنو.

اول ڪوڪول رنڌڻي ۾ آيو. ماءُ کان پڇيائين، ”تو رات سڄي ننڊ ڪئي؟“

ماءُ پڻ پڻ ۾ ورايو، ”اُنڊ روشا، تون هن جي پرسان رهج.“

”ضرور. جيستائين ممڪن ٿي سگهيو اسان هڪ ٻئي جي ويجهو رهنداسين. خاطري ڪر.“

”اها پڻ پڻ چاجي آهي؟“ پاويل پڇيو.

”ڪجهه ناهي. هوءَ سون ڪي چئي رهي آهي ته مان چڱيءَ طرح سنان ڪريان جيئن ڇوڪريون سون ڏانهن تڪڻ لڳن.“ ۽ ڪوڪول سنان ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتو.

پاويل مزدورن جو قومي ترانو گنگنائڻ لڳو.

اُٿو، جاڳو، دنيا جا محنت ڪش مزدور!

دستور خلاف اڄ هو آرام سان چانهه پيئڻ ويٺا.

”جلوس جو بندوبست مڪمل آهي؟“ ماءُ پڇيو.

”بلڪل!“ پاويل جواب ڏنو.

ڪوڪول چيو، ”جيڪڏهن اسان سڀ گرفتار ٿي وياسين ته اليگزئي ائونووچ توکي سمورو سماچار اچي ڏيندو. هو توکي هر ڪم ۾ مدد ڪندو.“

ماءُ ٿڌو شوڪارو ڀري چيو، ”چڱو.“

”اسان کي ٻاهر هلڻ کپي،“ پاويل چيو.

”نه، اندر چڱا ويٺا آهيون،“ ڪوڪول ورايو، ”پوليس جي نگاهن کي هر هر چيڙائڻ ٺيڪ نه آهي.“

فيڊيا مازين ڊوڙندو آيو. چيائين، ”سڀ ماڻهو رستن تي

آهن، سندن منهن ڪهاڙيءَ جي تکي ڌر مثل چمڪي رهيا آهن. لڪوليءَ، گسو ڀاڻر ۽ سمولو سڄو وقت ڪارخاني جي ڦاٽڪن وٽ بيٺا تقريرون ڪري رهيا آهن. ذري گهٽ سڀ ماڻهو ڪارخانو ڇڏي ويا آهن. اسان کي به اوڏانهن هلڻ کپي."

"مان هلان ٿو،" پاويل چيو.

ماءُ اٿي ۽ ڪپڙا مٽڻ لڳي.

"امڙ، تون ڪيڏانهن ٿي وڃين؟"

"تو سان گڏ ٿي هلان."

پاويل چيو، "امڙ، مان توکي ڪي نٿو چوان، تون به مون کي ڪجهه نه چنجهه."

"چڱو، چڱو. خدا تنهنجي حفاظت ڪندو.

جڏهن هوءَ هنن سان ٻاهر نڪتي ته ڏٺائين، ماڻهو حرڪت ۾ اچي ويا هئا. مزدورن پاڻ ۾ ماڻهو ۽ پاويل ۽ ڪوڪول کي ڪيڪ ريو هئي.

"اڳواڻ اچي رهيا آهن."

"اسان کي خبر ڪانهي ته ڪير آهن!"

"چو، مون ڪا غير واجبي ڳالهه ته نه چئي؟"

پريان آواز آيو، جلد پوليس کين گرفتار ڪندي ۽ سڄو قصو ختم ٿي ويندو."

ٻيو آواز آيو، "جڏهن پوليس هنن کي گرفتار ڪندي تڏهن به ڪهڙي پرواهه آهي؟"

وات تي هڪ بزرگ مزدور ميرونو ڪين بيهاري پڇيو، "اهو صحيح آهي ته اوهان سپرنٽينڊنٽ جون دريون ڀڃندا؟"

"چو؟ اسان نشي ۾ چور آهيون ڪئن؟" پاويل ورايو. اسان صرف جلوس ڪڍي، راڳ ڳائيندا، نعرا هڻندا رستن تان هلندا سين،" ڪوڪول چيو، "توکي اسان جن گيتن ٻڌڻ جو وجهه ملندو. توکي اسان جي آدرش جي جهلڪ ملي آهي،" ميرونو گنهبرتا مان چيو، "مون اوهان جا پمفليٽ پڙهيا آهن.

تون، نلوونا، تون به بغاوت ڪندين؟"

"مان سڀڻ کان اڳ ۾ هڪ دفعو ئي سچ سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلڻ ٿي چاهيان."

مرانوو چيو، "مان سمجهان ٿو ته هو سچ ٿا چون ته تون ڪارخاني اندر منع ٿيل ڪتاب ۽ پمفليٽ ڪٽي ويٺي هئين."

"ڪير ٿا چون؟" پاويل پڇيو.

"ماڻهو!" مرونوو چيو ۽ هو کسڪي ويو.

ماءُ هلڪو ٽهڪ ڏنو. هن کي خوشي ٿي ته ماڻهو سندس بنسبت به ڳالهيون ڪري رهيا هئا. پاويل مرڪندي چيو "امڙ، توکي به جيل ۾ وٺو ويندو."

"مون کي پرواهه ڪانهي."

ڪارخاني جي مکيه لنگهه وٽ سؤ کن آدمي جمع ٿيا بيٺا هئا ۽ نڪولائيءَ جو ڪڙڪيد آواز آيو، "هو اسان جو رت چوسيندا ٿا رهن." هن جا لفظ هٿوڙي جي ڌڪن جي طرح وڄي رهيا هئا.

"اهو سچ آهي!" هڪ ئي وقت ڪيترن زبانن مان نڪتو.

"نڪولئي واهه جا واڄٽ وڄائي رهيو آهي،" ڪوڪول چيو، "مان وڃي ٿو مدد ڪريانس."

پاويل هن کي جهلي ئي جهلي تنهن کان اڳ ۾ هو ماڻهن جي انبوهه ۾ ڌوڪي پيو ۽ سندس سريلو آواز بلند ٿيو، "ساٿيو! هو چون ٿا ڌرتيءَ جي سطح تي جدا جدا نسل آهن— انگريز، جرمن، يهودي ۽ تاتاري. پر مان ائين نٿو سمجهان. دنيا ۾ ٻه قومون آهن، ٻه نه لهندڙ ٽوليون— امير ۽ غريب. دنيا جا ماڻهو جدا جدا ويس اوڍين ٿا، جدا جدا ٻوليون ڳالهائن ٿا، پر امير آدمي انگريز هجن يا جرمن، فرينچ هجن يا يهودي — هو سڀ پنهنجن مزدورن سان ساڳيو تاتارين جهڙو ورتاءُ ٿا ڪن. منهنجن شل ڪا پليگ پوي!"

ٻڌندڙن مان ٽهڪن جو آواز گونجيو.

”هتي طرف اسان ڏسي سگهون ٿا ته فرينچ مزدور انگريز مزدور سڀ اسان روسي مزدورن جهان گهڻو ڪتن جي زندگي بسر ٿا ڪن.“

انبوهه وڏندو ويو. ڪوڪول جو آواز بلند ٿيندو ويو، ”بهرين مئي تي“ مئي ڏينهن تي، ساري دنيا جا مزدور هڪ ٻئي کي خاص پيغام موڪليندا آهن. هو ڪم بند رکي، رستن تي هڪ ٻئي ڏانهن نهاري، پنهنجي طاقت جو جائزو وٺندا آهن. ان ڏينهن تي دنيا ڀر جا مزدور سڀني جي بهتريءَ، خوشحاليءَ ۽ صداقت لاءِ جان جي بازي لڳائڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن.“

”پوليس!“ ڪنهن رڙ ڪئي.

( 19 )

چار گهوڙيسوار پوليس وارا ڇهبڪ هوا ۾ ڦهڪائيندا انبوهه ڏانهن وڌيا.

”ڇڙوڇڙ ٿي وڃو!“

”ڪير ٿو تقرير ڪري؟“

ماڻهن پٺ پٺ ڪئي ۽ پوليس وارن کي اڳتي وڃڻ ڏنائون کي پري بيٺا ڪي ڇتين تي چڙهي ويا. جتي ڪٿي پوليس وارن تان ٺٺوليون ٿيڻ لڳيون.

ڪوڪول اڪيلو رستي وچ ۾ رهجي ويو. ٻه گهوڙا مشڪون ڪوڪول سان ڇهائيندا اڳتي وڌيا. ڪوڪول اڳتي سري ويو. ماءُ اچي هن جو هٿ جهليو ۽ پٺ پٺ ڪندي چيائين ”تو مون سان انجام ڪيو ته پاڻ جي ڀرسان رهندي ۽ هٿ تون اڪيلوئي تلوار جي ڌار تي ڊوڙي رهيو آهين.“ ماءُ هن کي ڇڪيندي پاڻ سان وٺي وئي.

”مان قصور وارو آهيان،“ ڪوڪول مشڪندي چيو.

ماءُ، پاويل ۽ ڪوڪول وڌندا چونڪ ۾ اچي پهتا جتي گرجا هئي. گرجا جي ارد گرد ماڻهن جو چڱو انبوهه جمع هو.

تمز سمنڊ وڳي. ويٺل اٿي بيٺا ۽ ڪن ساعت لاءِ موت جهڙو سناٽو ڇانئجي ويو. سڀ خبردار ٿي ويا ۽ ڪيترن ڇهرن تي هيٺ هارجي ويئي.

"ساٿيو" پاويل جو محڪم آواز بلند ٿيو.

ماءُ جي اکين ۾ عجيب خشڪ چمڪ ڊوڙي آئي. هوءَ پنهنجي پٽ جي پٺيان ٿي بيٺي. سڀ پاويل ڏانهن متوجه ٿيا ۽ هن ڏانهن وڌندا آيا.

"ڀائرو! وقت آيو آهي جو اسين هن هيچ، نفرت، اونده، ذاد ۽ ڪوڙ واري زندگيءَ کي خيرباد چئون. هيءَ زندگي اسان کي انسان ٿي رهڻ نٿي ڏئي."

هو خاموش ٿي ويو. سڀ چپ چاپ اچا ۾ ويجهو وڌندا آيا. ماءُ هن جي اکين ۾ مغروري، بهادري ۽ تجلو ڏٺو.

"ساٿيو! اسان فيصلو ڪيو آهي ته کلمو کلايو ظاهر ڪريون ته اسين ڪير آهيون. اڄ اسان پنهنجو جهنڊو بلند ڪنداسين سوچ ويچار، صداقت ۽ آزاديءَ جو جهنڊو مان هاڻ اهو ٿو بلند ڪريان."

هڪ سنهو سفيد جهنڊو ماڻهن سامهون آيو. ٿورو وقت ماڻهن جي نظرن کان اوجهل رهڻ بعد مزدورن جو جهنڊو ڳاڙهي پکيءَ جيان پر ڦهلائيندو ڏسندي ڏسندي مٿي کڄي ويو.

پاويل پنهنجو هٿ مٿي ڪيو. جهنڊو کي قدر لڏيو ۽ ڏهن هٿن ان کي سنڀالي ورتو. انهن ۾ هڪ هٿ ماءُ جو هو.

"محنت ڪش زنده باد" پاويل نعرو هنيو. سوين گلن مان ساڳيو نعرو بلند ٿيو.

"زنده باد سوشل ڊيمو ڪريٽڪ ورڪنگ مينس پارٽي، اسان جي پارٽي، ساٿيو، سان جي روحاني ماءُ!"

ماڻهن ۾ چوڌول مچي ويو. جن جهنڊي جي معنيٰ سمجهي سي اڳتي وڌي آيا. مازين، سمولوو ۽ گسيئر پائر پاويل جي پرسان ٿي بيٺا. لڪوانٽي انبوه کي چيريندي اڳتي وڌيو. ڪيترا ماءُ جا

ناواقف ماڻهو اڳتي وڌندا آيا.

"ساري دنيا جا محنت ڪش زنده باد!" پاويل نعرو هنيو. ۽ ان نعري سان فضا گونججي ائي.

ماءُ پاويل ۽ ڪنهن ٻئي جو هٿ پڪڙيو. اکين ۾ پرجي آيل لڙڪن هن کي ساهم ڪنڻ نٿي ڏنو. تڏهن به هن لڙڪ لڙڻ نه ڏنا. هن جون ڄنگهون ڏڏي رهيون هيون ۽ ڏڪندڙ چپن سان چيائين، "اهو سچ آهي. هاڻي اوهين...." هو وڌيڪ ڪي چئي نه سگهي.

نڪولئيءَ جي ڇهري تي مرڪ نمودار ٿي. هن جهنڊي ڏانهن نهاريو، پنهنجو هٿ جهنڊي ڏانهن وڌايائين ۽ رڙ ڪري ڪجهه چيائين. ۽ پوءِ ساڳيو هٿ ماءُ جي ڳچيءَ ۾ چوڌاري ورائي هن کي چمي ڏنائين. هو کلڻ لڳو.

"ساٿيو!" ڪوڪول جو سريلو آواز فضا ۾ گونجيو "ساٿيو! هاڻي اسان نئين خدا-صداقت ۽ روشنيءَ جي خدا، پڌي ۽ سڇائيءَ جي خدا جي نالي ۾ پوتر جلوس شروع ڪيو آهي. اسان ان سرگس ۾ لنبي ۽ سخت رستي تي نڪري پيا آهيون. اسان جي منزل دور آهي، گهڻو دور آهي ۽ ڪنڊن جو ڇٽ وچ ۾ آهي. جيڪي سچائيءَ جي طاقت ۾ ايمان نٿا رکن، جن ۾ موت سان مقابلو ڪرڻ جي همت نه آهي، جن جو پاڻ ۾ وشواس نه آهي ۽ سختين کان ڊڄن ٿا، اهي هليا وڃن. اسان انهن کي للڪاريون جن جو اسان جي جيت ۾ وشواس آهي. جيڪي اسان جي منزل مقصد لئا ڏسي سگهن، سي اسان سان نه هلن انهن کي صرف مصيبت نصيب ٿيندي! ساٿيو! قطار ۾ بيهي وڃو. مئي ڏينهن آزاد ماڻهن جي مرڪل جو ڏينهن، زنده آباد!"

انبوهه ويجهو وڌيو پاويل جهنڊو لڙڪايو.

"اچو ته اسين جهوني دنيا ترڪ ڪريون!" مازين پڪاريو.

پنهنجن خشڪ چپن تي مرڪ آڻي ماءُ مازن جي پٺيان پٺيان هلڻ لڳي ۽ هن جي مٿي مٿان پٺ ۽ جهنڊي کي ڏسندي

رهي. ماءُ کي جلوس ۾ حشام ماڻهن جا چمڪندڙ مکڙن ۽ اٿاهه اتساهه سان هلندا نظر آيا. ۽ انهن حشام ماڻهن اڳيان هئا پاويل ۽ ڪوڪول! هنن جا آواز، تنهن ۾ انٽرنيشنل جو سريلو آواز هن کي صاف صاف ٻڌڻ ۾ ٿي آيو.

اٿو، جاڳو، دنيا جا محنت ڪش مزدورو!
وڌندا هلو، جنگ تي، حشام بکايلو!

ماءُ اهو ترانو اڳ به ٻڌو هو. اهو دٻيل آواز ۾ اڪثر ڪري سنديس گهر ۾ ڳايو ويندو هو، پر اڄ ان جي مڌرتا ڦريل هئي، ۽ ان ۾ غضب جو تاثير هو.

"اسان مصيبت زده ماڻهن سان يڪمشت ٿا ٿيون".

گيت فضا ۾ گونجندو رهيو. ماڻهو وڌندا ويا.

اٿو، جاڳو، دنيا جا محنت ڪش مزدورو!

ماڻهن جي ڀيڙ وڌندي ويئي. ۽ ان ڀيڙ ۾ ماءُ ھٽي رهجي ويئي. هوءَ خوش هئي جو ماڻهن جو تعداد وڌندو ٿي ويو. ماڻهو سامهون نهاري رهيا هئا. لعل جهنڊو هوا ۾ ڦڙڪي رهيو هو. ماڻهن پاڻ ۾ به ڳالهايو ٿي مگر هنن جو آواز تراني جي بلند مڌر آواز ۾ ٻڌي ٿي ويو.

ماڻهن جي امنگ ۽ اتساه، جوش ۽ ايمان کي ڏسي ماءُ جي جيءَ ۾ نئين آيو ته هو هنن کي وڏي واڪي پڪاري، "منهنجا پيارا پاڙرو!" هن ڪان پري لال جهنڊو هوا ۾ لهرائي رهيو هو. هوءَ پنهنجي پٽ کي ڏسندي به ڏسي رهي هئي. هن جي چمڪندڙ پيشاني، وشواس جي آگ سان جلندڙ چمڪندڙ اکيون! هنئر هوءَ جلوس جي پڇاڙيءَ ۾ اهڙن ماڻهن سان هئي جي آهستي هلي رهيا هئا هنن جون ڳالهيون ماءُ کي ٻڌڻ ۾ ٿي آيون.

"ملٽريءَ جو هڪ جٿو اسڪول پرسان بيٺو آهي ۽ بيو ڪارخاني جي پرسان."

"گورنر آيو آهي."

"هان؟"

"موٽ هن کي پنهنجين اکين سان ڏٺو."

ڪنهن مسخري ڪندي چيو، هو اسان جي ماڻهن کان ڊڄڻ لڳا آهن، نه؟ سولجر آيا آهن، خود گورنر به...."

اوچتو جلوس کي ڌوڏو آيو. ماڻهو ڪي قدر پٺتي هٽيا. گيت به ڪي قدر ڏڏيو پر وري صاف ۽ بلند ٿي ويو. پر وري آوازن جي لهه ڏڏي ويئي، آواز هڪ ٻئي جي ڪورس کان ٻاهر نڪري ويا. ڏڏندڙ ٿڙڪندڙ آواز اڃان به اڳي رهيو هو.

"اٿو، جاڳو، دنيا جا محنت ڪشو مزدورا!"

ميتوئيڪ ماءُ ڪجهه به ڏسي نٿي سگهي ۽ کا کل نه هيس ته اڳيان ڇا ٿي رهيو هو تڏهن به ماءُ کي پٺتي ڌڪوڙي ويئي ۽ ڪڙي ڪٿي اڳتي وڌڻ لڳي.

( 20 )

"ساٿيو!" پاويل جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، "سولجر به اسان جهڙا آدمي آهن. اسان تي حملو نه ڪندا. هو اسان کي ڇو مارين؟ ڇاڪاڻ ته اسين سڀني لاءِ ضروري صداقت ٿا ساڻديون؟ اسان جي سچائي هنن لاءِ به ضروري آهي. اڄ هو اها ڳالهه نٿا سمجهن. پر اهو وقت ويجهو اچي رهيو آهي جڏهن هو به اسان جهان آئي ڪڙا ٿيندا، جڏهن هو ڌاڙيلن ۽ خونين جي جهنڊي هيٺ نه وڌندا پر اسان جي آزادي ۽ سچائيءَ جي جهنڊي هيٺ. اسان کي اڳتي وڌڻ کپي جيئن هو جلد اسان جي صداقت سمجهي سگهن. ساٿيو، اڳتي وڌو!"

پاويل جي آواز مان بهادري بکي رهي هئي. پر انبوهه ڇڙو ڇڙ ٿيڻ لڳو. ڪي گهر راهي ٿيا، ڪي ساڄي کابي هٽي رستي جي ٻنهي ڪنارن کان بيهي رهيا. جلوس هڪ سنهي سڌي ليڪ بڻجي پيو. پاويل ان جي مهڙ ۾ هو. هن جي مٿان محنت ڪشن جو لال جهنڊو ڦڙڪي رهيو هو. رستي جي ڇوڙي تي، ماءُ ماڻهن جي خاڪي ديوار ڏٺي. سولجرن جا منهن ڏسڻ ۾ نٿي

آيا. سندن ڪلهن تي بندوقون آيون هيون.
ماءُ اڳتي وڌندي هلي.
”سائيو!“ پاويل پڪاريو، ”اڳتي وڌو اسان لاءِ ٻيو ڪو چارو ڪونهي نه آهي. ڳايو!“
وايو سنڌول گنڀير ٿي ويو. جهنڊو اڃا به بلند ٿي ويو. ماڻهن جي مٿان اهو سولجرن جي ديوار ڏانهن وڌي رهيو هو. ماءُ ڪنبي ويئي. هن اکيون پوري ڇڏيون ۽ رڙ ڪيائين او، او!“
پاويل، انڊري، سمولوو ۽ مازين کان سواءِ ٻيو ڪو به اڳتي نه وڌيو.
فيڊيا مازين جو آواز بلند ٿيو، ”ظلم جو ديو ناس ٿيندو....“
”۽ جنتا آئي کٿي ٿيندي.“ ڪورس ۾ راڳ جو آواز فضا ۾ گونجيو.
چار سروينچ ڳائيندا ٿي وڌيا، سندس پٺيان ڊزن کن ڪاٺهو مس هئا، اهي به گهٽبا ٿي ويا.
”ڪمانڊر حڪم ٿو ڏئي.“ ڪنهن چيو.
ماءُ اکيون کولي نهاريو. سولجر قواعد ڪندا اڳيان وڌي ۽ وري پٺيان هٽي رهيا هئا ۽ نمٽ وري صف ۾ بيهي ويا. ماءُ ڀت جي ويجهو اهڙ لاءِ وڏا قدم وجهڻ لڳي. ماءُ ڏٺو ته انڊري پنهنجي مضبوط بدن سان پاويل کي پٺتي ڌڪي ٻاڻ اڳتي وڌي رهيو هو.
”مون سان گڏ هل!“ پاويل جو تکو آواز آيو.
انڊري ڳائيندو، ٻئو ۽ پاسي ٻانهون ٻڌي، ڪنڌ مٿي جهلي وڌي رهيو هو.
”منهنجي پاسي کان هل! جهنڊو اڳيان ٿڻ کپي!“
”ڇڙوڇڙ ٿي وڃو!“ آفيسر سنهي آواز ۾ حڪم ڏنو.
ماءُ جي اکين اڳيان اونده اچي ويئي. هڪ هڪ دم ڪنڻ سان هن جي جيءَ ۾ ٿي آيو ته زور سان رڙ ڪريان. هن

جا چپ ٿورو ڦڙڪيا ۽ پر هن پاڻ تي ضابطو رکيو. هوءَ ڇاتيءَ تي هٿ جهلي بي خبريءَ جي عالم ۾ اڳتي وڌندي رهي. هن محسوس ڪيو ته سندس پٺيان انبوه ڇڊو ٿيندو ٿي ويو. ٿڌيءَ هوا جو جهونڪو آيو ۽ ماڻهن ۾ خزان ۾ ڪرندڙ وڻن جي پنن جهان اچي ڦڙ ڦوٽ پئجي.

لال جهنڊي جي اردگرد پيٺل ماڻهو، جهنڊي جي وجهو وڌندا ويا. هنن جي پٺيان سولجرن جا منهن صاف صاف ڏسڻ ۾ پئي آيا. بندوقون جهنڊي جي اردگرد ماڻهن تي ڪشمڪش هيون ۽ هڪ پئي پٺيان ماڻهن جا آواز بلند ٿي رهيا هئا.

"ڇڙوڇڙ ٿي وڃو"

"ولاسوو، ڀڄ!"

"پونتي موٽ پاويل!"

"جهنڊو جهڪائي ڇڏ، پاويل! اهو نڪولئيءَ جو آواز هو. "جهنڊو مون کي ڏيئي ڇڏ، مان پاڻهي لڪائي ڇڏيندس."

نڪولئي اڳتي وڌي پاويل کان جهنڊو کسڻ جي ڪوشش ڪئي. جهنڊو ڪي قدر پٺتي جهڪي ويو. پر سٽ سڌو ٿي ويو ۽ پاويل جو ڪڙڪيدار آواز آيو، ڇڏي ڏيو!"

"لفٽيننٽ، هن کان جهنڊو کسي وٺ!" ڪمانڊر حڪم ڏنو.

لال جهنڊو هوا ۾ ڏڪيو، ڪاپي ۽ ساڄي ڦرندو رهيو ۽ وري سڌو ڦڙڪڻ لڳو.

"اڳتي وڌي هن کان جهنڊو ڦريو!" ڪمانڊر ڇلايو سولجرن جو جٿو اڳتي وڌيو. لال جهنڊو ڏڪيو ڪريو ۽ سولجرن جي خاڪي وردين ۾ غائب ٿي ويو.

"او!" ڪنهن رڙ ڪئي. ماءُ جهنگلي جانور مثل رنڀ ڪئي ۽ ٻري کان پاويل جو صاف آواز سندس ڪنن تي پهتو، "الوداع، امڙ، الوداع!"

"هو سلامت آهي، هن مون کي ياد ڪيو!" ماءُ جي

جيءَ ۾ جان آئي.

”امان، الوداع!“ ڪوڪول جو آواز آيو.

ڪڙيون ٺڪي ڪري هوءَ هٿ لوڏيندي رهي. هن کي سولجرن جي وچ ۾ بيٺل انڊري مرڪندي نظر آيو.

”منهنجا پيارا، پاشا ۽ انڊروشا!“ ماءُ رڙ ڪئي.

”الوداع، ساٿيو!“ پاويل ۽ انڊريءَ پڪاريو.

ماءُ کي محسوس ٿيو ته ڪو ڪيس پري ڌڪي رهيو هو. هن اکين سامهون ڦهليل ڏاڙهه ۾ هڪ ملٽري آفيسر ڏٺو جو چئي رهيو هو، ”هيءَ عورت هتان هلي وڃ!“

ماءُ آفيسر جي پيرن وٽ پٽ نڪرن ۾ ڀڳل جهنڊو ۽ ڳاڙهو جهنڊو پيل ڏٺو. هن ننڍڙي جهنڊو کڻي ورتو. آفيسر جهٽ ڏيئي اهو کانئس کسي ورتو ۽ چلايائين، ”هتان هلي وڃ!“

ماءُ ڏٺو، چوطرف سولجر ڦهلجي ويا هئا. پوءِ ماڻهن سان گڏ ماءُ به پوئتي ڌڪبي وئي ۽ پري پوندڙ گيت جو آواز اچي رهيو هو.

”اٿو، جاڳو، دنيا جا محنت ڪش مزدور!“

ڪاهي پاسي واري گهٽيءَ ۾ ماءُ کي ماڻهن جا ننڍا ننڍا مجموعا بيٺل نظر آيا. ڪنهن چيو، ”هو روشني خاطر بندوقن جي منهن ۾ نٿا وڃن!“

”ذرا ويچار ته ڪريو، سولجر بندوقون تاڻي هنن ڏانهن پيا وڌن ۽ هو بي خوف محڪم بيٺا آهن.“

”پاشا ولاسوو جي جرئت ته ڏسو!“

”۽ هو انڊري ڪوڪول، سولجرن جي وچ ۾ به مرڪي رهيو آهي!“

”منهنجا پيارا! پاڻرو ۽ پيٽرون!“ ماءُ رڙ ڪئي.

ماڻهن جي مجموعي عزت وڌان سري کيس جاءِ ڏني. ڪنهن چيو، ”ذرا هن جو تصور ڪريو جيڪڏهن هن جي هٿ ۾ ڳاڙهو جهنڊو هجي.“

ماءُ ٻانهون هوا ۾ ڦهلائي چيو، "خدا جي صادق منهنجي ڳالهه ٻڌو پنهنجون دلمون کوليو ۽ ٻنا ڊپ ڊاهه جي ڇوڏاري نهاريو. اسان جا ٻار سچ جي صدقي جان جي بازي لڳائي رهيا آهن توهان جي خاطر هو پنهنجون جانيون آتم مقصد لاءِ قربان ٿا ڪن هو اهڙن نون ڏينهن لاءِ سچ جي تلاش ٿا ڪن جيڪي هميشه روشن رهندا هو نئين جيوت جا خواهشمند آهن - سچ ۽ انصاف جي جيوت، سوني لاءِ سڄائيءَ جي جيوت."

هن جي نڙي خشڪ هئي پر هن جي دل جي اونهي ڪنڊ ۾ محبت ڀريا لفظ جنم وٺي رهيا هئا هن ڏٺو، ماڻهو سندس لفظ ٻڌي رهيا هئا. سڀ خاموش هئا. هو ڏانهنس وڌي رهيا هئا. سندس دل ۾ لڪيون تمنا بيدار ٿي رهي هئي - ڪيئن به هنن کي پاويل ۽ ڪوڪول جي نقش قدمن تي هلڻ لاءِ آماده ڪريان. هن جي زبان وري پڪارڻ لڳي، "اسان جا ٻار سچ جي لاءِ، يسوع مسيح جي سچ لاءِ ميدان - عمل ۾ ٽپي پيا آهن. توهان ٻاڻ تي ترس کائو، هنن کي پيار ڪريو. هنن جي دلين کي سمجهو، مٿن وشواس رکو."

ماءُ جو گلو خشڪ ٿي ويو، هوءَ ٿڙڪڻ لڳي، هن جي طاقت جواب ڏيئي بيٺي. ميڙ مان هڪ ڄڻي هن کي سهارو ڏنو.

ڪنهن پڪاريو، "هوءَ خدا جي واڻي سڻائي رهي آهي. ڪيس ڌيان سان ٻڌو."

يڪايڪ سيزوو جو آواز بلند ٿيو، "توهان سڀ مون کي سڃاڻو ٿا. مان اٺيتاليهن ورهين کان ڪم ڪندو رهيو آهيان. منهنجي ٽيونجاهه سال عمر آهي. اڄ هنن منهنجي ڀائٽي مازين کي گرفتار ڪيو آهي. هو به پاويل جي ڀرسان ٻهرين صف ۾ هو. نلووناءَ اوهان اڳيان سچائيءَ جا ٻول ٻوليا آهن. اسان جا ٻار عزت آبروءَ واري زندگي، بهتر زندگيءَ جا خواهشمند آهن. اسان سندس ساٿ نٿا ڏيون. نلوونا، هاڻ تون گهر وڃ."

سڀ عزت ۽ شرڌا سان ماءُ ڏانهن ڏسڻ لڳا. سيزوو

ماڻهن کي ٻري ڪري ماءُ لاءِ راهه ڇڏائي. ماڻهو ٻري ٿي ٻنهي ماءُ جي اڳتي وڌڻ تي هو سندس پٺ وٺڻ لڳا. ماڻهو سندس گهر تائين هلندا هليا. گهر جي دروازي وٽ پهچي، پٺ ورائي هن ماڻهن ڏانهن ڏٺو.

"مهرباني،" ماءُ چيو، "اسان جو مقدس يسوع مسيح ٿي نه هجي ها جڏهن ماڻهو سندس صدقي سختيون نه سهن ها."

انبوهه خاموش ڏانهس ڏسندو رهيو.

هن ماڻهن اڳيان سر نوايو ۽ گهر اندر گهڙي ويئي.

سيزوو به سندس پٺيان پهچي اندر ويو.

ماڻهو در ٻاهران بيهي ڳالهائيندا رهيا. ۽ پوءِ ڌيري ڌيري ڇڙو ڇڙ ٿيڻ لڳا.

(ڇهريون ڀاڱو پورو ٿيو)

—:O:—

## ڀاڱو ٻيو

# ( 21 )

باقي ڏينهن ماءُ ويڳاڻي ٿي گهر اندر ڦرندي رهي. هن کي هڪ هنڌ ويهڻ يا بيهڻ ٺڪاءُ نٿي آيو. رکي رکي ٻاٽي ٿي ڀتائين پر ان سان نه هن جي آسات ٿي سٺي ۽ نه اندر جي اڪ ٿي ٺري ٿي، ڏينهن معنيٰ ۽ تسڪين سان شروع ٿيو هو پر بي رنگيءَ ۽ آنڌ مانڌ سان پورو ٿي رهيو هو. رکي رکي ماءُ جي ذهن ۾ هڪ ئي سوال ڪر کڻي اٿي کڙو ٿي بيٺو، ”هاڻ ڇا ٿيندو؟“

مهريا آئي. هٿ لوڏيندي رڙيون ڪيائين. رنائين، سڏڪا پريائين؛ پير زور سان زمين تي ٺهڪايائين، انجام اقرار ڪيائين، آفيسرن کي پٽيائين. پر ماءُ کي ڪو آٿت نه مليو.

سنجهاڻي پوليس آئي. ماءُ کي نه عجب لڳو، نه ڊپ ٿيو. آفيسر ايندي ئي چيو، ”ڪيئن آهين؟ هي ٽيون دفعو تنهنجي دولت خواب ۾ قدم رکڻ جو شرف مليو اٿم.“

ماءُ چپ رهي. آفيسر جانچ مهل ماءُ کي ڊپ ڏيندو رهيو. پر آفيسر جا لفظ هن جي دل داغ تائين نه پهتا، ڪيس بي آرام نه بڻايائون. پر جڏهن آفيسر چيو، تنهنجو ئي ڏوهه آهي جو تون پنهنجي پٽ ۾ خدا ۽ زار لاءِ عزت ۽ شرڌا جا جذبا جاڳائي نه سگهين،“ تڏهن ماءُ خشڪ نوع ۾ ورايو، ها، اسان جا ٻار ئي اسانجا منصف آهن. هو اسان کي سائن غداري ڪرڻ جي جوڳي سزا ٿا ڏين.“

”ڇا؟“ آفيسر گجي اٿيو، ”ذرا ڏيڍيان چئو.“

ماءُ ٺڏو شوڪارو ڀري ورايو، ”مان چوان ٿي، اسان جا ٻار ئي اسان جا منصف آهن.“

آفيسر ڪاوڙ ۾ تڪڙو ڪجهه چيو پر هن جا لفظ ماڻ جي دل کي ڇهي نه سگهيا. مريا شاهد هئي. هوءَ ماڻ جي پريشان بيٺي هئي، پر هن ڏانهن نهاريائين نٿي، جڏهن آفيسر ڪانئس ڪو سوال ٿي پڇيو تڏهن وري وري ساڳيو جواب ٿي دهرايائين، ”حضور، مون کي ڪا سڌ ڪانهي. مان ساده لوح ۽ اڻڄاڻ زال آهيان. مان بيوقوف آهيان. مون کي ڪا ڄاڻ ڪانهي.“

”تڏهن، خاموش رهه!“ آفيسر حڪم ڏنو.

جڏهن آفيسر ماڻ کي تلاشيءَ جي وارنٽ تي صحيح ڪرڻ لاءِ چيو تڏهن ماڻ آهستي آهستي ڄاڻي ڄهڙن اکرن ۾ لکيو.

”پلگو يا نلوونا، هڪ محنت ڪش جي رنڊ.“

آفيسر ۽ پوليس وارا هليا ويا. مريا به ويندي رهي. ماڻ پانهون پڌي، دريءَ وٽ بيٺي، باهر نهاريندي رهي، ڏند ۽ چپ زور سان پڪوڙي هوءَ سامهون خال ۾ ڏسندي رهي، ڏٺي جو تيل کپي ويو. لاٽ ڪن ساعت لاءِ وڌي اجهامي ويئي. ماڻ اونده ۾ به بيٺي رهي، هن کي ڪنهن لاءِ شڪايت نه هئي ۽ سندس دل ۾ ايذاءُ جو احساس ڪونه هو هن جي ڇاتيءَ تي مايوسيءَ جي ڪارونڀار ڪڪر اچي ديرو دمايو هو، هن جي دل جي ڌڙڪڻ ذري گهٽ بيهي ويئي هئي. هن جي دل خالي هئي هوءَ گهڻي دير تائين دريءَ وٽ بيٺي رهي هن جا پير ۽ اکيون ٺڪجي پيون، نيٺ هوءَ ڪپڙن مٽائڻ کان سواءِ ئي وڃي هنڌ تي ڪري ۽ گهري ننڊ ڪٽي ويس.

ماڻ خواب ۾ شهر ڏانهن ويندڙ رستي واري ڏيڍ پٿران واريءَ جو پيلو دڙو ڏٺو، پر آواز انڌريءَ جو هو.

اٿو، جاڳو دنيا جا محنت ڪش مزدورو! هوءَ واريءَ جو دڙو لنگهي شهر ڏانهن ويندڙ رستي تان هلڻ لڳي ۽ پيشانيءَ تي آڏو هٿ جهلي پنهنجي پٽ ڏانهن نهارڻ لڳي. هوءَ اهو فيصلو ڪري نه سگهي ته هن ڏانهن وڃي يا نه وڃي. هن کي شرم اچي رهيو هو جو پيٽ سان هئي. تنهن کان سواءِ ڪمس هڪ پيو

ڪڪو ۾ هئڻ ۾ هو. هوءَ اڳتي وڌي ويئي. ٻار ٻنيءَ ۾ بال
راند ڪري رهيا هئا. الاهي ٻار هئا ۽ ٻال جو رنگ ڳاڙهو هو.
ڪڪي هن جي ٻانهن مان ٻارن ڏانهن اڇل ڏني ۽ رڻ لڳو.
هن ڪڪي کي ڇڪڙ ڏني ۽ پٺيان ڇڪائينس. سولجر جي اڳئين
دڙي تي ويٺا هئا، ڏانهنس بندوقون تاڻي اڳتي وڌيا. هوءَ ڪڪي
سمت تڪڙو ڊوڙندي ٻن وچ ۾ ويٺل اوچي گرجا اندر گهڙي
ويئي. اتي هڪ مڙهه پيو هو، جو ڪاري ويڪري ڪفن سان
ڍڪيو پيو هو. پادري ۽ هن جو اسسٽنٽ اڇن ڪپڙن ۾ اچ وڃ
ڪندي ڳائي رهيا هئا.

"يسوع مسيح مئل مان اٿي کڙو ٿيو آهي."

اسسٽنٽ جي هٿ ۾ دکي ميڻ بتي هئي. هن ماءُ اڳيان
مستڪ نوايو ۽ مرڪيو. سمولوو جيان هن جا وار چمڪندڙ ڳاڙها
هئا ۽ منهن ڀڪندڙ هوس. گنبذن جي چوٽيءَ تان سونهري
ڪرڻا پٽ تي پئجي رهيا هئا، ٻئي پاسن کان ٻار ڪورس ۾ ڳائي
رهيا آهن.

"يسوع مسيح مئل مان اٿي کڙو ٿيو آهي."

پادريءَ گرجا جي وچ ۾ بيهي رڙ ڪئي، "هن کي گرفتار
ڪريو!" هن جي بدن تان ڪپڙا ڪم ٿي ويا، سڀ ماڻهو پڇڻ
لڳا. پادريءَ جو اسسٽنٽ ميڻ بتي ڦٽي ڪري اڳتي وڌيو، هن
ڪوڪول جهان پنهنجو مٿو پنهنجن هٿن ۾ ڪٽي جهليو، هو ماءُ
ڪڪي کي پٽ تي ماڻهن جي پيرن وٽ ڪٽي ڪيرايو. ماڻهو
ڏانهنس وڌيا، ماءُ گوڏن ڀر ويهي پاڙيو "ٻار کي ڇڏي نه ڏيو
هن کي پاڻ سان وٺي وڃو!"

"يسوع مسيح مئل مان اٿي کڙو ٿيو آهي!" ڪوڪول
ٻاڏهون ٻنيءَ پاسي ڀڄي مرڪندي ڳائڻ لڳو هو هيٺ ٽوڙيو ٻار
کي کنيائين ۽ هن کي ڪاٺ سان ڀريل گاڏيءَ تي ڪٽي رکيائين.
گاڏيءَ جي ڀرسان تڪولئي هلي رهيو هو، هن ٿڪ ڏيئي چيو،
"هنن مون کي سخت ڪم ڏنو آهي."

"امان، ڳاءِ!" ڪوڪول چيو، "ڪهڙي نہ زندگي!" ۽ هو سريلي آواز ۾ ڳائيندو هليو ماءُ هن جي پٺيان پٺيان هلڻ لڳي ۽ ڀڻ ڀڻ ڪيائين، هو مون کي ڇو ٿو چيڙائي؟"

اوچتو ماءُ جي اک کلي پئي. هوءَ ڏڪي رهي هئي ۽ پگهر ۾ شل ٿي وئي هئي. هوءَ ڪن سرلا ڪري گويا پنهنجي دل جي ڌڙڪڻ ٻڌڻ لڳي، پر هن کي سيٽيءَ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ان جي آواز مان هن محسوس ڪيو تہ اها ڪارخاني جي ٻي سيٽي هئي. سارو ڪمرو بگڙيو پيو هو ڪتاب ۽ ڪپڙا ٽڙيا پکڙيا پيا هئا.

هوءَ اٿي هٿ منهن ڌوئڻ يا عبادت ڪرڻ ڪانسواءِ ئي ڪمرو سهيڙڻ سنوارڻ لڳي. رکي رکي ساڳيو سوال هن جي ذهن ۾ دهرائجڻ ٿي لڳو، "هاڻ مون کي ڇا ڪرڻو آهي؟"

گهڙيال جي پينڊيولم جي ٽڪ ٽڪ گويا چئي رهي هئي "توکي جيل وڃڻ کپي!"

ماءُ جي دل ۾ هڪ تمنا جاڳي، ڪو اهڙو سياڻو شخص اچي وڃي، جنهن سان صلاح مصلحت ڪريان، ڪانئس ڪيترن سوالن جا جواب دريافت ڪريان.

۽ گويا سندس خواهش جي جواب ۾ الگزئي ائونووچ اچي سهڙيو. هن کي ڏسي اول تہ ماءُ ڊڄي وئي. پر ستت پاڻ سنڀالي چيائين، "منهنجا دوست! تنهنجي هت اچڻ جي ڪا ضرورت ڪانہ هئي، جيڪڏهن هنن توکي هت پڪڙي ورتو تہ پاشا جي ٻچائي اچي ويندي. تون ڏاڍو بيپرواهہ آهين، هنن توکي هت ڏسي ورتو تہ ضرور گرفتار ڪندا"

اليگزئيءَ پنهنجي عينڪ نڪ تي ٺيڪ ڪندي ورايو، "مون پاويل ۽ انڊريءَ سان سمجهوتو ڪيو هو تہ هو جيڪڏهن گرفتار ٿي ويندا تہ مان توکي هتان شهر وٺي ويندس" وري نهايت نرميءَ سان پڇيائين، "ڇا گهرجي تلاشي ۾ ورتائون؟"

ماءُ هن کي تلاشيءَ جو سارو احوال ڏيئي چيو "جيڪڏهن

پاشا جي اها مرضي آهي ۽ توکي به خاص تڪليف نه ٿيندي ته مان توسان گڏ شهر...“

”مون ان جي چنتا نه ڪر مان شهر ۾ اڪيلو رهندو آهيان؛ منهنجي ڀيڻ ڪڏهن ڪڏهن ايندي آهي.“

”پر مان اتي اڪيلي ويهي سگهيون ته نه مارينديس.“

”جيڪڏهن تون ڪم ڪرڻ چاهيندينءَ ته شهر ۾ توکي اهو به ملي پوندو.“

هينئر ماءُ جي ڪم جي مراد اهو ساڳيو ڪم هو جهڙو پاشا، انڊري ۽ سندن ساٿي ڪري رهيا هئا. هن اليگزئيءَ جي اکين ۾ اکيون وجهي چيو، ڇا سچ پچ مون کي ڪم ملندو؟“

”منهنجو گهر ننڍو آهي، مان ڪنوارو آهيان....“

”مان گهرو ڪم ڪاج جي ڳالهه نٿي ڪريان، منهنجو مطلب آهي دنيا جو ڪم.“

۽ ماءُ ٿڌو شوڪارو ڀريو. هن کي ڏک ٿيو جو اليگزئي سنديس من جي مراد سمجهي نه سگهيو هو، اٿيو ۽ عجيب ڍنگ سان، پر اکيون ماءُ جي منهن ۾ اٽڪائي چيائين، ”جيڪڏهن تنهنجي اها چاهنا آهي ته توکي دنيا جو ڪم به ملي ويندو“ ماءُ سوچڻ لڳي: مان هڪ دفعو پاويل جي ڪتاب اڻي سگهي هوس؛ شايد مان وري به ڪامياب ويندس، جيترا گهڻا ماڻهو سندس ڪارج لاءِ ڪم ڪندا، اوترو ئي جلد ماڻهن اڳيان ان جي صداقت صاف ٿي ويندي.“

پر انهن خيالن مان مڪمل طرح سنديس بي چون جذبات جي ترجماني نه ٿي سگهي.

”مان ڇا ٿي ڪري سگهان؟“ هن سوال ڪيو.

هو ڪن ساعت سوچيندو رهيو. پوءِ هن کي سادي نموني انقلابي ڪم ڪرڻ جو طريقو سمجهائڻ لڳو. پڻ ڳالهين سان گڏ هن کي چيائين، ”جڏهن تون پاويل سان جيل ۾ ملاقات ڪرين ته هن کان ان هاري دوست جي ايڊريس وٺج، جنهن گهوٽائن

لاءِ اخبار ڪڍڻ جي تقاضا ڪئي هئي."

"مون کي هن جي ائڊريس جي خبر آهي،" ماڻ خوش ٿي چيو، مون کي اخبارون ڏيو مان هن کي ۽ هن جي ساٿين کي ڳولهي لهنديس ڪنهن کي ڪهڙي خبر هوندي ته مان باقاعدي اخبار ڪٿي ٿي وٺان؟ مان ڪارخاني ۾ ڪانه ڪٿي ويٺي هوس؟"

اليگزئي ڪو جواب ڏئي ٿي ڏئي تنهن کان اڳ وري جذباتي نوع ۾ چيائين، توهان بندوبست ڪريو جئن مان اوهان جي هلچل ۾ ڀرو وٺي سگهان جمڏي چوندا تيڏي ويندس مان سنجهه صبوح اونهاري سياري، قبر تائين سچ جي صدقي ڪم ڪندي رهندس"

اليگزئيءَ هن جو هٿ پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ جهلي لوڏيندي چيو، "اسان ان بابت پوءِ ڳالهائينداسين تون پنهنجن ڪلهن تي خطرناڪ بوجهو کڻي رهي آهين توکي ڪنهن فيصلي تي اچڻ کان اڳ، ۾ سوچ ويچار ڪرڻ کپي"

"مون کي ڪهڙو سوچ ويچار ڪرڻو آهي؟ مون کي ان مقصد ڪانسواءِ ٻيو ڇاجي لاءِ زنده رهڻو آهي؟ مان ڪنهنجي ڪهڙي ڪم اچي سگهان ٿي؟ اسان جا ٻار، اسان جا جگر جا ٽڪرا پنهنجو سڀ قربان ڪري رهيا آهن! ۽ مان، ماڻ ٿي، ٻانهون ٻڌي وهن ۽ ڪجهه نه ڪريان؟ مون کي ڄاڻ آهي ته اوهان سچ جي صدقي جانيون قربان ڪري رهيا آهيو مون کي خبر آهي ته اوهان ڪهڙو نه ڳورو بوجهو پنهنجن ڪلهن تي کنيو آهي مون کي پاڻ سان کڻو، جئن مان پنهنجي پٽ کي ڪارائتي ٿي سگهان"

اليگزئيءَ جو چهرو پيلو پئجي ويو، هن اپو ساهه کنيو ۽ پوءِ مرڪي همدرديءَ واري نوع ۾ چيائين، "هيءُ پهريون ڀيرو آهي جو مون اهڙا لفظ ٻڌا آهن"

"مان ڇا چوان؟" ماڻ ڪنڌ ڌوڻي چيو، "ڪاش مون وٽ ماڻ جي دل جي جذبات ظاهر ڪرڻ وارا لفظ هجن..." ۽ هوءَ اٿي بيٺي، هن جي اکين ۾ عجيب خمار پرجي آيو ۽ جذبات زبان جي انڪ مٿان غالب پئجي ويئي. هوءَ جذباتي نوع ۾ چوڻ

لڳي، "تڏهن ڪيترا جهڪر روڻ لڳن، خود خراب آدمي جنکي ووڪ ناهي سي به ڏکڻ لڳن جئن هنن يسوح مسيح ڪي ڪڙو پهالو پيارو هونئن مان به ڪهن زهر جو ذائقو چکائيندس. هنن ماءُ جي هردي ڪي زخم رسايا آهن"

,,اهو ڏينهن به جلد ايندو جڏهن تون ڇگيءَ ريت ڳالهائڻ لڳندينءَ،" الگزئي ائندي چيو، سو فيصلو ٿيو: تون مون وٽ شهر ۾ ايندينءَ''

ماءُ ڪنڌ ڌوڻي "ها" ڪئي-

"ڪڏهن؟ جيترو جلد ٿي سگهيئي مان تنهنجو انتظار ڪندو رهندس"

ماءُ عجب مان هن ڏانهن ڏسندي رهي، هوءَ هن جي ڪير هئي؟ هن ڪي ڇو سنديس ايترو اونو هو؟

الگزئيءَ ويندي پڇيو: "تو وٽ پيسا آهن؟"

"نه"

اليگزئيءَ جهٽ پٽ پنهنجو پٽون کولي ماءُ ڏانهن وڌائي چيو، "هن مان پيسا ڪڍ!"

ماءُ مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، "اوهان هر ڳالهه ۾ لوڪ کان نيارا آهيو. خود پيسا به اوهان لاءِ ڪا وڏي ڳالهه ڪانهي. ماڻهو پيسن لاءِ ڪي به ڪري گذرندا آهن، خود پنهنجي ضمير جو خون ڪندا آهن. پر اوهان لاءِ پيسا ڪاغذ جا ٽڪرا آهن، ٽامي جا ٽڪرا آهن، توهان ماڻهن تي مهرباني ڪري اهي پاڻوٽ ڏا رکو."

اليگزئيءَ هلڪو ٽهڪ ڏنو. هن ماءُ جو هٿ جهلي ان کي زور ڏنو.

"سو تون جلد ايندينءَ. نه؟" ائين چئي هو هليو ويو-

چار ڏينهن پوءِ ماءُ پنهنجو سامان سڙو سهمڙي، به ٽرنڪون ساڻ ڪئي گهوڙي گاڏيءَ ۾ شهر رواني ٿي، جڏهن بستيءَ جون حدون لتاڙي گاڏي ميدان مان هلڻ لڳي، تڏهن هن پٺ ورني

بستيءَ ڏانهن نهاريو ڪانئس هڪ ڏکيو ٿڌو ٺوڪارو ڀرجي ويو. هن کي محسوس ٿيو ته هوءَ اها بستي، جتي هن پنهنجي زندگيءَ جا اونداها ڏينهن گذاريا هئا، نوان تجربا حاصل ڪيا هئا، عمر ڀر لاءِ ڇڏي رهي هئي. هن کي ڏک ٿي رهيو هو.

واٽ تي گاڏي هڪليندڙ هن کي چيو، ”چاچي، تون جتي به ويندينءَ، اتي گهرج کان پنهنجو دامن ڇڏائي نه سگهندينءَ، اهڙو ڪوبه رستو ڪونهي جو بک کان پري وڃي دنگ ڪندو هجي. سڀ رستا بک ڏانهن وٺي وڃن ٿا، ڪير انهن کان ڇوٽڪارو نٿو ڏياري.“

(22)

الگزئي انٽونووچ هڪ سنسان خاموش گهٽيءَ ۾، ٻه ماڙ واري جهوني سائي جڳهه جي ڇيڙي وارن ڪمرن ۾ رهندو هو. ڪمري جي سامهون ننڍڙو باغيچو هو، جنهن ۾ طرحين طرحين جي گلن جا ٻوٽا لڳل هئا، ڪمرا صاف سٿرا ۽ گوڙ کان خالي هئا. شيلف ڪتابن سان سٿيل هئا ۽ ديوارن تي ڪيترن آدمين جا فوٽا ٽنگيل هئا.

اليگزئيءَ ماءُ کي هڪ ڪمري ۾ وٺي وڃي چيو ”تو کي هت سهوليت ٿيندي نه؟“

”مان رڌڻي ۾ رهي سگهان ٿي.“

اليگزئي ڪي قدر ناراض ٿيو. پر جڏهن هوءَ سندس زوربار تي ڪمري ۾ رهڻ لاءِ راضي ٿي ته هو وري خوش خلق ٿي ويو ماءُ کي نئين گهر نئين وايو منڊل جي ڀيٽ تي پوڻ ۾ ويرم ٿي ڪا نه لڳي

ٻئي ڏينهن صبوح جو سوير ماءُ چانهه ٺاهي الگزئي جي اٿڻ تي هن جي ڪمري ۾ کڻي وئي. الگزئي هٿ منهن ڌوئي، ماءُ سان گڏ چانهه پيئڻ ويٺو. چانهه پيئندي هن ماءُ کي ٻڌايو ”مان زيمسٽوو بورڊ ۾ نوڪري ڪندو آهيان ڏاڍي ڏکي نوڪري

آهي. مان ڏسندو آهيان ته ڪئن نه هارين کي تباهه ڪيو ٿو وڃي.'' ۽ ٿڪي مرڪ مرڪندي چوڻ لڳو، ''مان ڏسندو آهيان، ماڻهو بکيا رهندا آهن، وقت کان اڳ ۾ بک وگهي مري، قبرن ۾ داخل ٿيندا آهن. ٻار سنها ۽ بيمار ڄمندا آهن ۽ سرءُ جي مکين جيان مري ويندا آهن. اسان کي اها ڄاڻ آهي، ان خرابيءَ جي ڪارڻن جي به ڪل اٿئون.''

''تون ڇا وديار ٿي آهين؟''

''نه، مان ڳوٺ ۾ ماستر آهيان. منهنجو پيءُ وياتڪا ۾ هڪ ڪارخاني ۾ سپرنٽينڊنٽ هو ۽ مان ماستر ٿيس. پر مان ڳوٺاڻن کي پڙهڻ لاءِ ڪتاب ڏيندو هوس، انهيءَ ڪري مون کي پڪڙي جيل ۾ وڌائون. مان جڏهن جيل مان ڇٽس ته هڪ بڪ اسٽور تي ڪلارڪ ٿيس، ڇاڪاڻ ته مان ٺيڪ نموني هلي نه سگهس ته وري مون کي گرفتار ڪيائون. ان ڀيري مون کي آرچ اينجل ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو. اتي به گورنر مان منهنجي اڻبڻت ٿي پيئي ۽ مون کي وائيٽ سي جي ڪناري تي اماڻيو ويو. اتي مان پنج سال رهيس.''

ماءُ اڳ ۾ ئي اهڙيون ڪهاڻيون ٻڌيون هيون. تنهن هوندي به هن کي عجب لڳي رهيو هو ته هيءُ ماڻهو پنهنجي ڏکن قربانين جون ڪهاڻيون ڪئن ٿي نڊي سيني ڪري سگهيا.

''منهنجي ڀڻ اچ ايندي،'' اليگزئيءَ چيو.

''هوءَ پرڻيل آهي؟''

''رسٽڙ آهي. هن جو مڙس سائبيريا ۾ جلاوطن هو؛ پر هو اتان ڀڄي نڪتو. رستي تي سخت ٿڌ لڳي ويس ۽ مري ويو.''

''هوءَ توکان ننڍي آهي؟''

''ڇهه سال وڏي آهي، مون هن مان گهڻو ڪي پاتو آهي. ترس، تو کي خبر پئجي ويندي. اهو پيانو هن جو آهي، هن جون ڪيتريون شيون هت آهن ۽ منهنجا ڪتاب....''

''هوءَ ڪٿي رهندي آهي؟''

”جتي ڪٿي؟“ هن مرڪي وراڻيو، ”جتي به بهادر روح جي درڪار ٿيندي آهي، اتي هوءَ ڊوڙي ويندي آهي.“

”هوءَ به هلچل ۾ آهي؟“

”نه ته ٻيو ڇا!“

هو ڪم تي هليو ويو. ماءُ ان هلچل بنسبت سوچيندي رهي، جنهن لاءِ انسانن ۽ بهادري سان آدمي ڏينهن رات ڪم ڪري رهيا هئا. هنن کي منهن مقابل ڏسندي، هوءَ انهن ٿي وسهڻ لڳي ته ڄڻ اونده انڌوڪار ۾ اوچل پربت جي طرح اڏول بيٺا هئا.

منجهند ڌاري هڪ ڏکهي ۽ سنهي بيهڪ واري عورت آئي. جڏهن ماءُ هن لاءِ دروازو کوليو تڏهن هن پيلي بنگ پٽ تي ڦٽي ڪري ماءُ جو هٿ جهلي چيو، ”تون پاويل جي ماءُ آهين؟“

”ها.“ ماءُ چيو. هن جي اهڙي پيار ڀرئي ورتاءُ تي ماءُ کي قدر منجهي پئي.

”مون به ائين ٿي سمجهيو،“ هن آرسيءَ سامهون پنهنجو نوپلو لاهيندي چيو، ”اسان گهڻي وقت کان وٺي پاويل جا دوست آهيون. هو گهڻو ڪري تنهنجو ذڪر ڪيندو هو.“

ٿوري دير خاموش رهڻ بعد هن چيو، ”مون کي بک لڳي آهي، مون کي ڪافي ملندي؟“

”مان بنا دير ڏاهي ٿي وٺان،“ ماءُ چيو ۽ شيلف تان ڪافي ڏاهڻ جو برتن لاٿائين. پوءِ سنجيدگيءَ سان پڇيائين، ”سچ پچ پاشا منهنجو ذڪر ڪيندو هو؟“

”ڇنتا ائم؟ ضرور. پر اڳ ۾ وڏيڪ ٿئيم ها. هاڻ خبر ائم ته هو اڪيلو نه آهي. ۽ مان به ته هينئر اڪيلي ناهيان.“

ماءُ هن جي اکين ۾ نهاري پڇيو، ”تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

”صوفيا،“ هن وراڻيو، ”سڀ کان ضروري ڳالهه آهي ته هو گهڻو وقت جيل ۾ رهڻ نه کپن. سندن ڪيس جلد پورو ٿيڻ گهرجي. جيئن ئي هنن کي جلاوطن ڪيو ويندو، تيئن ئي واٽ تي اسين پاويل کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪنداسين. هن

لاءِ سائبيريا ۾ ڇا رکيو آهي؟ هن جي هت ضرورت آهي."

"توهان هن کي ترڪائڻ جي ڪوشش ڪندا؟ پر هو لڪي ڇپي ڪٿ رهي سگهندو؟" ماءُ ڪافيءَ جو ڪوپ صوفيا اڳيان رکندي چيو.

"اها ته خسيس ڳالهه آهي. هو ائين ئي رهندو جئن ڪيترا زير زمين انقلابي رهندا. مان اڃا تازو هڪ کي اپڙائي ٿي اچان. هو ڏکڻ ۾ ڪم ڪندو هو. هن کي پنجن سالن لاءِ جلاوطن ڪيو ويو پر ساڍن ٽن سالن بعد ترڪي آيو. مان انهيءَ ڪري ئي ڏکجي ڇنجي ڦرندي آهيان. نه ته مان جهڪر هار سينگار نه ڪريان. انسان فطرت ڪري سادو آهي، ڪيس ڪپڙا به سادا پائڻ کپن - اجرا پر سادا."

ماءُ هن ڏانهن تڪيندي رهي. ٿورو مرڪيائين ۽ ڪنڌ کي قدر لوڏي چيائين، "نه، ڏسڻ ۾ ٿو اچي مٺي ڏينهن مون ۾ ڦيرو آندو آهي. مان سمجهان پيئي ته گويا هڪ نئي وقت پڻ رستن تي هلي رهي آهيان. هڪ وقت ائين پيو ڀاسم ته سڀ ڪجهه سمجهان ٿي، ٻئي وقت ائين پيو لڳم ته اڃا انڌيري ۾ آهيان. ڪو زمانو هو جو مان ڊڄندي رهندي هئس ۽ هينئر جڏهن ڊڄڻ لاءِ گهڻو ڪي آهي ته خير ڪو ڊپ اٿم. ائين ڇو آهي؟ مان سمجهي نٿي سگهان." ماءَ وڌيڪ ڪي چئي نه سگهي. خاموش ٿي ويئي. صوفيا گنڀيرتا سان هن ڏانهن ڏسندي رهي. پوءِ ماءَ کي آٿت ڏيڻ جي لحاظ کان چيائين، "اهو وقت به ايندو جو تون سڀ ڪجهه سمجهندينءَ. ماڻهوءَ کي پنهنجي طاقت ۽ وشواس جو احساس تڏهن ٿو ٿئي جڏهن هو دل سان ڪنهن مقصد کي محبت ٿو ڪري ۽ ڀيص اها ڄاڻ آهي ته اهو هر ڪنهن جي فائدي جو آهي. اهڙي محبت دنيا ۾ آهي. ڪو به ماڻهو اهڙو ليچ نه آهي جو محبت نه ڪري سگهي." ائين چئي هوءَ ڪوپ ۾ باقي بچيل ڪافي ڳيت ڪري پي آئي هلي ويئي. ماءُ هن ڏانهن ڏسندي رهي. پوءِ آيو ساهه کڻي پلمٽون صفا ڪرڻ لڳي.

ڇهين بجي، اليگزئي آيو. هو روني ڪانڻ ويٺا. صوفيا رڪي رڪي ڪليو پئي. هن ماءُ کي ٻڌايو ته ڪئن زير زمين انقلابيءَ سان مليي، ڪئن هن کي لڪايائون؛ ڪئن ڪيس جاسوسن جو ڊپ ٿي رهيو هو، ڪئن زير زمين انقلابي مذاقي ڍنگ سان هلي رهيو هو. هن جي ڳالهائڻ جي ڍنگ مان ماءُ کي هڪ اهڙو مزدور ياد اچي ٿي ويو جنهن ڪو اوکو ڪم پنهنجي پسنديءَ موجب سرانجام ڪيو هجي.

اليگزئيءَ روني کان بعد چيو، "هاڻ صوفيا، توکي پيو ڪم سرانجام ڪرڻو آهي. توکي خبر آهي ته اسان ڳوٺاڻن لاءِ اخبار ڪيڻ جو ذمو کنيو هو. پر تازين گرفتارين جي ڪري اسان جو لاڳاپو ڳوٺن ۾ ڪم ڪندڙن سان ٽٽي پيو. نلوو نائي اسان کي ان ماڻهوءَ سان ملائي سگهي ٿي جو ڳوٺاڻن ۾ اها اخبار ورهائيندو. تون جيترو جلد ٿي سگهي ٿي اوترو جلد هن سان گڏ جي وڃ."

"ٺيڪ آهي،" صوفيءَ چيو، "نلوونا، اسين هلنديون سين."

"ها. اسين هلنديون سين."

"گهڻو پنڌ پري آهي؟"

"اٽڪل پنجاهه ميل."

"ڏاڍو سٺو هاڻ مان پيانو وڄائيندي پس. نلوونا، توکي ڪو اعتراض ته ڪونهي؟

"منهنجو ويچار نه ڪريو. ائين سمجهو، مان آهيان ئي ڪانه." ماءُ ڪوچ جي ڪنڊ ۾ ٿي ويٺي. هن ڏٺو ماءُ پٽ ڏانهنس ڏيان کان سواءِ هاي چلي رهيا هئا، پوءِ به رڪي رڪي نيائي ڪيس ٿي وچ ۾ آندائون ۽ کيس سندن گفتگوءَ ۾ حصو وٺڻو ٿي پيو.

صوفيا پيانو کوليو ۽ ڪافي دير تائين وڄائيندي رهي. سنگيت ماءُ جي دل ۾ بي آرامي پيدا ڪري ڇڏي؛ ڏنڌلا آڌما ۽ ويچار هڪ ٻئي پٺيان ٽڪڙا ٽڪڙا ماءُ جي دل ۾ ايندا رهيا.

غمگيني ۽ ڳڻتيءَ ماڻهپي خوشيءَ کي جڳهه ڏني. هن کي انهن ٿي پاسيو ته عجيب و غريب پکين جو وار ڪري ۾ اداس رهيو هو، هر جاءِ اندر ٿي گهڙي ويو ۽ پنهنجي پرن سان دل جي اونهي ڪنڊ تائين پهچي ٿي ويو، دل کي آٿت به ٿي ڏنائين ته خوف پڻ ماڻهو جي دل جي جذبات لفظن ۾ ظاهر ٿيڻ کان قاصر هئي. سنديس دل ۾ منجهيل آشائون اٿي رهيون هيون ۽ انهن جي تازي ۽ پختي آغوش ۾ اها نچڻ ٽپڻ ٿي لڳي.

هن جي دل ۾ خواهش پيدا ٿي ته هئن بن ۽ دنيا جي سڀني ماڻهن سان ٻه چار سٺا ٻول ٻولهان. سنگيت جي خمار هيٺ هلڪي مرڪ مرڪندي پاڻ کي پاڻ پيڻ لاءِ ڪو ڪارائتو ڪم ڪرڻ جي قابل سمجهڻ لڳي. ڪنهن اهڙي ڪم جي ڳولها ۾ هن جون اکيون ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڦرڻ لڳيون. هن کي صرف اها ڳالهه سجهي ته رنڌڻي ۾ وڃي هٿن لاءِ چانهه ڪاڙهي. پر ان مان هن کي تسلي نه ملي ۽ ڪوپ ۾ چانهه اوتيندي هن جي جذبات اجهل ٿي ويئي. عجيب مرڪ مرڪندي چوڻ لڳي، اسين هيئين طبقي وارا سڀ ڪجهه سمجهون ٿا پر پنهنجي دل جي جذبات ظاهر ڪرڻ اسان لاءِ نهايت ڪٺن آهي. اسان جا ويچار دل اندر ٿي ترندا ٿا رهن. اسان شرمندا آهيون ڇاڪاڻ ته جيتوڻيڪ اسان اهي سمجهون به ٿا تڏهن به ظاهر ڪري نٿا سگهون؛ ۽ ان شرمندگيءَ جو نتيجو اهو نڪرندو آهي جو اسين پنهنجن ويچارن ۽ انهن کي اپاريندڙن تي ڪاوڙ ڪندا آهيون. اسين انهن کي پاڻ وڏان تڙي ڪيندا اهيون. زندگي، اوهان کي خبر آهي، ڏاڍي ڪٺن آهي. هر طرف کان اسان کي دڪ ۽ چوٽون لڳون رسن؛ اسان کي آرام گهرجي، ۽ اهي ويچار اسان جون آتمائن کي آٿارن ٿا ۽ اسان کان ڪي نه ڪي ڪرڻ جون تقاضائون ٿا ڪن."

الهڪزني پڙهندو ڪنڌ ڌوڻيندو رهيو ۽ صوفيا اکيون ڦاڙي پي سڌ ٻڌجي ماڻهو ڏانهن تڪيندي رهي. هوءَ پاڻي کان آڌ پاسري

ويٺي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن سندس همٿ بي اختيار پياني جي پڙدن ڪي وڃي ٿي لڳا. پياني جي هلڪن مڌر سرن ماءُ جي جذباتي تقرير جي لفظن سان سر ۾ سر ٿي ملايو.

”هميشه مان پاڻ بابت ۽ ماڻهن بنسبت ڪي موڻ جي قابل آهيان ڇاڪاڻ ته مان حياتيءَ کي سمجهان ٿي. ۽ مان اها سمجهڻ جي قابل تڏهن ٿيس جڏهن ماءُ پيٽ ڪرڻ لڳيس. اڳ ۾ مون صرف پنهنجي بستيءَ جا سڀ ساڳي حياتي ڪاٽيندڙ آدمي ڏٺا هئا؛ هاڻ پاويل، انڊري، توهان ۽ توهان جن ساٿين کي نئين زندگيءَ بسر ڪندي ڏٺي اٿم. ڏينهان ڏينهن منهنجي دل وڌندي پئي وڃي ۽ اها سڄائي جي طرف وڌندي ٿي وڃي ۽ سون لاءِ نيڪ تمنائن سان سرشار آهي.“ ماءُ جون اکيون اشڪبار ٿي آيون. پريل گلي سان مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي هنن ڏانهن نهاريندي چيائين، ”مان اوهان اڳيان پنهنجي دل کولي رکڻ ٿي چاهيان جيئن اوهان ڏسي سگهو ته مان اوهان جي خيرخواهه آهيان.“

تنهن کان پوءِ ماءُ هنن کي پنهنجي گذريل زندگيءَ جو وچور وار احوال ٻڌائڻ ويٺي. پنهنجي غريبي، محتاجي، سڀئي ظلم ۽ مصيبتن، مڙس جي مارن، وڪ وڪ تي کاڌلن شڪستن ۽ ذلتن جو ذڪر اهڙي ته جذباتي انداز ۾ ڪيائين جو ٻنهي جون دليون لڏي ويون. نڪولئي چپ چاپ ٻٽر جي مورتي بڻيو ماءُ ڏانهن ڏسندو رهيو. صوفيا جو چهرو اچان به زرد ٿي ويو، ڪڏهن ڪڏهن ته ڏڪڻي وڃي ٿي ويس.

”ڪو وقت هو جڏهن مان پاڻ کي دکي سمجهندي هيس،“ صوفيا آهستگيءَ سان چيو، ”منهنجي زندگي بخار مثل هئي. مان، تڏهن جلاوطن هيس. ننڍو ڳوٺ هو. ڪرڻ لاءِ ڪجهه نه هو، پاڻ بابت سوچڻ کان سواءِ ٻيو ڪي سوچڻ لاءِ نه هو. مان پنهنجون سڀ بدنصيبيون ڪٺيون ڪري تڪ تور ڪندي هيس. جيتوڻيڪ مان پنهنجي پيءُ کي پيار ڪندي هيس تڏهن به دماغي بوجهه جي اثر هيٺ هن سان جهيڙا ڪرڻ لڳندي هيس. جيل، هڪ

ويجهي ساٿيءَ جو ڏوڪو، منهنجي مڙس جي جلاوطني ۽ آخر هن جو موت — اهي سڀ مصيبتون ڏهوڻيون ڪجن تڏهن به، فلورنا، جيڪي تو مصيبتون سٺيون آهن تن کان گهٽ گهٽ ڏينديون — اهي سڀ تنهنجي زندگيءَ جي هڪ مهيني جي برابر به نه ڏينديون. تو سالن جا سال روزبروز مصيبتن ۾ گذاريا آهن. ماڻهن ۾ ايتريون مصيبتون سهڻ جي شڪتي ڪٿان ٿي اچي؟"

ماءُ اپو ساهه کڻي چيو، "هو هري ٿا وڃن."

اليگزئيءَ نرماڻيءَ سان چيو، "مان سمجهندو آهيان ته مون کي حياتيءَ جي ڄاڻ آهي. پر مان جڏهن ان جو احوال ٻڌان ٿو، ته پنهنجن ڪتابن ۽ اڏورن اٿرن معرفت پر هن جي زنده زبان ذريعي، تڏهن اها هيبتناڪ ٿي لڳي. منٽ منٽ جا تفصيل هولناڪ آهن، ۽ ايترن سالن ۾ بيشمار منٽ آهن."

هنن ٻنهي جي گفتگو ڪافي دير تائين هلي. پوءِ ماءُ چيو، "مان ڪافي دير تائين اوهان سان ڳالهائيندي رهي آهيان، هينئر اوهان جي آرام جو وقت آهي. مان اوهان کي سڀ ڪجهه ٻڌائي ختم ڪري نه سگهنديس."

ٻاءُ پڻ خاموشيءَ سان ماءُ کان اجازت ورتي. اليگزئي سنديس اڳيان هونءَ کان وڌيڪ نوڙيو ۽ هٿ کي وڌيڪ زور ڏنائين. صوفيا سائس گڏ سنديس سمهڻ جي ڪمري تائين گڏجي آئي ۽ چيائين، "هاڻي آرام ڪر، مان اميد ٿي ڪريان تو کي سٺي ننڊ ايندي."

ماءُ هن جو هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهليو ۽ ان کي زور ڏيندي چيائين، "مهرباني. اوهان ڏاڍا سٺا ماڻهو آهيو."

## ( 23 )

چوٿين ڏينهن صبح جو سويل ماءُ ۽ صوفيا اليگزئي

سپاهين اڳيان سپاهين جي ويس ۾، قاتل نظر ڇوڪرا ٻائي، هنن ۾ لڳيون جهلي اچي پهتيون.

”توهان انهن نوڙن لڳو جن سڄي عمر تحرڪ پيدا ڪنديون رهيون آهيو،“ اليگزئيءَ پيڻ کان موڪلائيندي سندس هٿ کي زور ڏيندي چيو. ماءُ ڏٺو، پاڻ پيڻ جي وهنوار ۾ سادگي هئي، سچائي هئي ۽ رسميت نالي ڪي به نه هئي. پنهنجي جيون ۾ هن ڏٺو هو ته ماڻهو موڪلائڻ وقت وڏو شور و غل ڪندا هئا، ڏاڍو ڏک ظاهر ڪندا هئا، جيتوڻيڪ هميشه هڪ ٻئي کي بکايلن ڪتن وانگر ڏاڙهيندا رهندا هئا.

ٻئي ڄڻيون خاموش هلنديون شهر کان ٻاهر کليل ميدان مان سوڙهي پيچري تان هلڻ لڳيون.

”تون ٿڪجي ڪانه پونديئن؟“ ماءُ سوال ڪيو.

”تون ڇا ائين ٿي سمجهين ته مون وڏا پنڌ نه ڪيا آهن؟ اها مون لاءِ پراڻي ڪهاڻي آهي.“

خوشيءَ جي مرڪ مرڪندي هوءَ ماءُ کي پنهنجو انقلابي ڪم ان ڍنگ سان ٻڌائڻ لڳي جڻ ته شاندار ٻالپڻ جي موجي زندگيءَ جا مزيدار واقعا ٿي ٻڌايائينس. هن ڪئين لڳا نالا بدلايا هئا، ڪوڙا ڪاغذ ڪتب آندا هئا، سپاهين ۽ جاسوسن کان بچڻ لاءِ ويس بدلايا هئا، سوين ضبط ٿيل ڪتاب جدا جدا شهرن ۾ پهچايا هئا، ڪيترن ساٿين کي سائبيريا مان ڀڄائي دور ديسن تائين اڙايو هو. هڪ دفعي ڪن دوستن سان ملڻ لاءِ نا واقف شهر ۾ ويئي هئي. هوءَ هنن جي ڪمري ۾ وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ تي چڙهي چڪي هئي جو خبر پيس ته هنن جي ڪمري جي تلاشي ٿي رهي هئي، هيٺ موٽڻ ڪائڻ اسهوءُ هو. هڪ ڪن ٻه منجهڻ هلڪن کان سواءِ هن بي ڌڙڪ هيٺين ماڙ تي هڪ دروازو کڙڪايو ۽ مسافريءَ جي بئگ سان انهن واقف ماڻهن جي گهر ۾ گهڙي ويئي، ۽ هنن اڳيان صاف نموني ۾ سچي حقيقت بيان ڪيائين.

"توهان چاهيو ته مون کي پوليس جي حوالي ڪري سگهو ٿا، پر مان نٿي سمجهان توهان ائين ڪندا؟" هن ڀرپور وشواس سان چيو.

ماٿيو ڊڄي ويا ۽ ساري رات سمهي نه سگهيا. هر گهڙيءَ هنن کي پوليس جي اچڻ جو انديشو هو. تنهن هوندي به هو اهو فيصلو ڪري نه سگهيا ته ڪيس پوليس حوالي ڪن يا نه. ٻئي ڏينهن صبح جو هو به ساڻس گڏ پوليس جي مذاق اڏائڻ لڳا.

ٻئي دفعي ٻاوليءَ جي پوشاڪ ۾ ان جاسوس سان جو سندس تاڙ ۾ حيران پريشان ڦري رهيو هو، ساڳئي گاڏيءَ ۾ ساڳئي بينچ تي سفر ڪيائين. هن پنهنجي قابليت جون ڏاڍيون لپاڙون هنيون. هن کي پڪ هئي ته هوءَ به ساڳيءَ گاڏيءَ جي سيڪنڊ ڪلاس گاڏي ۾ سفر ڪري رهي هئي. هر ڪنهن اسٽيشن تي هو هيٺ لهي ٿي ويو، پر پوءِ لوراس ٿي موٽي اچي ٿي چيائين، "ڏسڻ ۾ نٿي اچي. هوءَ ضرور سچي پڪي آهي. انقلابي به ٿڪجن ٿا! هنن جي جيوت پڻ اسان وانگر ڪٺن آهي."

ماءُ ڌيان سان هن جون ڳالهيون ٻڌندي رهي ۽ سندس دل ۾ هن لاءِ عزت وڌندي ويئي. ڳالهائڻ سان گڏوگڏ هوءَ تکيون وکون کڻندي ٿي رهي ۽ ماءُ به هن سان ڪلهو ڪلهي ۾ وجهي هلڻ لاءِ تڪڙي ٿي هلي.

"تون ڪيتري نه جوان آهين!" ماءُ ڊگهو ساهه کنيو.

"مان اڳيئي ٻٽيهن ورهين جي آهيان!"

ماءُ مرڪيو. "مان تنهنجي عمر جي ڳالهه نٿي ڪريان. تنهنجي منهن کي ڏسي هر ڪو چوندو تون وڏي عمر جي آهين. پر عجب اهو آهي ته تنهنجون اکيون، تنهنجو آواز — تنهنجي هر جنبش ۾ زندگيءَ جي تازگي آهي، جا نوجوان نينگرين ۾ هوندي آهي. تنهنجي جيوت ڪٺن ۽ مصيبت ڀري آهي، تڏهن به تنهنجي دل مرڪي رهي آهي."

"دل مرڪي رهي آهي،" صوفيا سنجيدگي سان دهرايو،

”نلووناء توں ڪهڙي نہ سادي سٺي نموني تي ڳالهائين . توں چوين ٿي ، ڪٿي جيوت؟ ہر موں ٿي اها ڪٿي نٿي پاسي ۽ مان ان ڪان بهتر، وڌيڪ مزيدار زندگيءَ لاءِ سوچي نٿي سگهان.“

سون کي سڀ ڪان وڌيڪ خوشي ان ڳالهہ جي ٿي ٿي تہ اوهان سڀني کي انساني دل ڏانهن ويندڙن سڀني رستن جي چاڻ آهي. اوهان دنيا جي سڀني خرابين تي قابض ٿا ٿيو مڪمل طرح.“

”جيت اسان جي ٿيندي چاڪاڻ تہ اسون محنت ڪندڙن ماڻهن مان آهيون،“ صوفيا گنيريتا سان چيو، ”۽ اسان جي ڪم ڪرڻ جي سگهہ، اسان جو سچ جي سوڀ ۾ وسواس اوهان مان ـ عام ماڻهن مان ٿيو نڪري ۽ عام ماڻهو جسماني خواه روحاني طاقت جو اڻ کٽ ذريعو آهن. ماڻهن ۾ هر مشڪل ڪم کي آسان ڪرڻ جي طاقت سمايل آهي. صرف هنن کي جاڳائڻ جي ضرورت آهي، سندن آتما کي ان پار جي آتما جيان سجاڳ ڪرڻو آهي، جنهن کي وڌڻ جي آزادي نہ آهي.“

صوفيا جي لفظن، ماڻهن ۾ ملبل جهليل جذبات جاڳائي. هڪ طرف هن کي صوفيا تي ترس اچي رهيو هو ۽ ڏک ٿي رهيو هو تہ ٻئي طرف هن کي خوشي پڻ محسوس ٿي رهي هئي تہ ساڻس گڏ هڪ سگر نوجوان عورت پنهنجي تي خطرناڪ بوجهہ کڻي هلي رهي هئي.

”توهان کي توهان جي محنت جو اجورو ڪير ڏيندو؟“

صوفيا فخر وچان اوچوڳاڻ ڪري جواب ڏنو، اسان کي اول ئي هر ڳالهہ جو اجورو ملي ويو آهي. اسان اهڙي جيوت ڳولهي لڌي آهي، جنهن مان اسان کي راحت نصيب ٿي ٿي. اسان پنهنجين اميدن جي پوري ٻل سان ڪشادي ۽ مڪمل زندگي ٿا بسر ڪريون:- ان ڪان وڌيڪ اسان کي ڇا گهرجي؟“

ٿن ڏينهن بعد پڇائيندي، هو اتي اچي پهتيون، جتي رائيبن رهندو هو. ڪڪائين جهوپڙيءَ جي ٻاهران لڪڙين جي ميز پٺيان،

رائيبن، يفم ۽ ٻن نوجوانن سان ويٺو هو. هو ڪائي رهيا هئا. اول رائيبن جي نظر ايندڙ عورتن تي پئي.

ماءُ پرڀان ئي ڪيڪاريو، ”ڪٿان آهين، پاءُ رائيبن؟“

هو اٿيو ۽ آهستي آهستي هنن ڏانهن وڌيو. ماءُ ڪـي سچائي مرڪيائين.

ماءُ ڏانهنس وڌندي چيو، ”اسين ياترا تي نڪتيون آهيون. هتان لنگهندي سوچيم، پاءُ وٽان ٿيندي وڃان، هيءَ منهنجي ساهيڙي انا آهي.“

ماءُ پنهنجي چالاڪيءَ تي فخر وٺندي صوفيا جي گنڀير منهن ڏانهن نهاريو.

رائيبن ماءُ جو هٿ لوڏيندي چيو، ”تون ڪٿان آهين؟“ ۽ پوءِ صوفيا ڏانهن ڪنڌ لوڏي نوايائين. وري ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيائين، ”ڪوڙ نه ڳالهاءِ. هيءُ شهر نه آهي. هيءَ سڀ اسان جا پنهنجا، سٺا ماڻهو آهن.“

يفم پنهنجي جڳهه تي ويٺي ياترين ڏانهن نهاريو ۽ پنهنجن سائين کي سس پس ۾ ڪجهه چيائين. جڏهن ٻئي عورتون ميز جي ويجهو آيون ته هو اٿيو ۽ چپ چاپ هنن ڏانهن ڪنڌ نوايائين. هن جي سائين ظاهري مهمانن ڏانهن ڪو ڌيان نه ڏنو.

رائيبن چيو، ”هت اسين پاڻ جيان رهندا آهيون. ڪو به اسان وٽ نه ايندو آهي، اسان جو مالڪ ڳوٺ ۾ ڪونهي ۽ مالڪياڻي اسپتال ۾ آهي. مان هڪ قسم جو سپرنٽينڊنٽ آهيان. ويهي وڃو. اوهان کي بک لڳي هوندي. يفم، کير کڻي اچ.“

يفم جهوپڙي اندر کير کڻڻ ويو. مسافرن پنهنجن ڪلهن تان ڳوٿريون لاٿيون، ۽ ٻن نوجوانن مان هڪ، لنبو پتلو، اٿيو ۽ کين مدد ڪرڻ لڳو. ٻيو ڇٽو مٽو کنهندي هنن ڏانهن نهاريندي ڌيمي آواز ۾ راڳ ڳائڻ لڳو.

رائيبن ڊگهي پتلي جوان ڏانهن اشارو ڪندي چيو، ”هيءُ يعقوب آهي. هو اگناٽي آهي. تنهنجي پٽ جو ڇا حال آهي؟“

ماءُ ايو ساهه کڻي چيو، ”جيل ۾ آهي!“

”وري جيل ۾؟ جيل سان شايد دل پرچي ويئي اٿس.“

اگناٽيءَ گهاٽ بند ڪيو، ۽ يعقوب ماءُ کان لٽ وٺندي چيو، ”امان ويهي رهه.“

رائيبن صوفيا کي وهڻ جي آڇ ڪندي چيو، ”تون وهين ڇو ڪين ٿي؟“

هوءَ ڪريل ڏار تي ويهي رهي ۽ ڌيان سان رائيبن کي جاچي ڏسڻ لڳي.

رائيبن ماءُ جي سامهون ويهندي چيو، ”هن کي وري ڇو گرفتار ڪيائون؟ تون بدقسمتيءَ تي هري ويئي آهين، نلوونا.“

”پيو ٿي ئي ڇا ٿو سگهي؟“

”ٺيڪ آهي. مون کي سربستو قصو ٻڌاءِ.“

يفم ڪير جو ٿانءَ کڻي آيو. ميز تان ڪوپ کنيائين. ان کي پاڻيءَ سان ڌوتائين. منجهس کير پري صوفيا ڏانهن وڌايائين. جڏهن ماءُ پنهنجي مختصر ڪهاڻي ختم ڪئي تڏهن سڀ خاموش هئا. هڪ ٻئي ڏانهن پئي نهاريائون.

”تہ هنن ڪلهو ڪلايو ڪم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو؟“ رائيبن چيو.

”جڏهن اسان اهڙو جلوس هٿ ڪيو ون،“ يفم عجيب انداز ۾ مرڪندي چيو، ”تہ هو لڌ هارين کي سڌو موت جي حوالي ڪيو وڃي.“

”پاويل تي ڪيس هلائيندا؟“ رائيبن پڇيو.

”ها. هنن مٿس ڪيس هلائڻ جو فيصلو ڪيو آهي.“

”تون سمجهين ٿي، ڪهڙي سزا ملندس؟“

”سخت پورهئي سان قيد يا سائبيريا ڏانهن جلاوطني.“

ٽنهي نوجوانن يڪا يڪ ماءُ تي نظرون کپايون، ۽ رائيبن

ڪنڌ جهڪائي هوريان پڇيو، جڏهن هن ان ڪم ۾ هٿ گهنيو تڏهن خبر هيس ته نتيجو ڇا نڪرندو؟"

"مون کي سڌ ڪانهي. سمجهان ٿي، خبر هيس."

"پڪ ٿي پڪ خبر هيس،" صوفيا ڏاڍيان چيو.

سڀ سن ۾ پئجي ويا.

رائبن هوريان ڪنهن نوع ۾ چيو، "مان به سمجهان ٿو، هن کي نتيجي جي ڄاڻ هئي. هر ڪو ڪنهن آدمي کي ڪم ڪرڻ کان اڳ ۾ آڳو پيڇو ويچاريندو آهي." ۽ پوءِ پنهنجن سائين ڏانهن منهن ورائي چيائين، "هن کي ڄاڻ هئي، يا ته بندوق جو نشانو بڻايو ويندس يا ته سائبيريا ڏانهن جلاوطن ڪيو ويندس. پوءِ به هو اڳتي وڌيو. هن اڳتي وڌڻ ضروري سمجهيو ۽ هو اڳتي وڌيو. جيڪڏهن هن جي ماءُ هن جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻجي پئجي رهي ها تڏهن به هو سنديس بدن مٿان قدم رکي اڳتي وڌي وڃي ها.

سڀ وري خاموش ٿي ويا. اوچتو يعقوب خشڪ آواز ۾ چيو، "سو جيڪڏهن اسان يفم سان گڏ فوج ۾ ڀرتي ٿينداسين ته هو اسان کي پاويل جهڙن آدمين سامهون بندوقون تاڻڻ جو حڪم ڏيندا؟"

رائبن پڇيو، "تڏهن ڪنهن جي برخلاف اوهان کي موڪليندا؟"

"تڏهن به مان فوج ۾ ڀرتي ٿيندس،" يفم هوڏ ٻڌي چيو.

"ڪير تو توکي منع ڪري؟" اگناتيءَ چيو، ۽ پوءِ مرڪي چيائين. "تون جيڪڏهن مون تي بندوق تاڻين ته گولي ڪاپار ۾ هڻج. مون کي صرف زخمي نه ڪج، اڪت ماري وجهج."

"نوجوانو،" رائبن سنجيدگيءَ سان چيو، "هيءَ عورت آهي جنهن جو پٽ هميشه ختم ٿي چڪو آهي."

"تون انهن جو ٿو چوين؟" ماءُ ڏکويل آواز ۾ چيو.

”اهو ضروري آهي ته تنهنجا وار اجايا اڇا نه ٿين. تنهنجي دل اجائي نه ڏکي. نوجوانو، ڏسو! هن پنهنجو پٽ وڃايو آهي پر تنهن جو ڇا؟ ان ڪري ڇا هوءَ پاڻ مري ويئي؟ نلوونا، تو ڪتاب آندا؟“

ماءُ هن ڏانهن نهاريو ۽ گهڙي ساعت رکي چيائين، ”ها، آندا اٿم.“

”مون توکي ڏنو ۽ سمجهي ويس. تون هونءَ جهڪر هت ڇو اچين؟“ هن وري پنهنجن سائين تي سراسري نظر وجهي چيو، ”ڏسو ٿا؟ هو پٽ کي آدولن مان ڪيئي وڃن ٿا ته ماءُ پٽ جي جڳهه ورڻ لاءِ ميدان ۾ ٿي اچي.“

اچانڪ هن پنهنجن پنهي هٿن جون تريون زور سان ميز تي ٺوڪايون ۽ ڪڙي آواز ۾ چيائين، ”هنن آدمين کي خبر نٿي پوي ته سندن انڌا هٿ ڇا ٿا پوکين. هنن کي تڏهن ئي خبر پوندي جڏهن اسان جي طاقت مڪمل ٿيندي ۽ اسين سندن پوکيل گاهه کي لڻڻ لڳندا سين....“

ماءُ ڏڪي ويئي. اگناتي، يعقوب ۽ يفم به بي آرام ٿيڻ لڳا. رائيبن چوندو رهيو، ان ڏينهن هڪ سرڪاري عملدار مون کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ چيائين، ”ڪارا ڪتا، تو پادريءَ کي ڇا چيو؟“ مون ورايو؛ ”مان ڪتو آهيان؟ مان پگهر جو پورهيو ڪري روٽي ڪمائيندو آهيان ۽ مان ماڻهن جو برو نه ڪندو آهيان.“ هن مون کي گاريون ڏنيون ۽ منهن تي ڌڦڙ وهائي ڪڍيائين. سچا سارا ٽي ڏينهن لاڪپ ۾ پئي سڙيس،“ رائيبن جو آواز تکو ٿيندو ويو، ”بدمعاشو، رحم جي اميد نه رکو! منهنجي بي انصافيءَ جو بدلو اوهان کان چڪائي ورتو ويندو؛ مان نه ته ٻيو ڪو، اوهان کان نه ته اوهان جي ٻارن کان ياد رکو. اوهان جي هيچ ماڻهن کي لوهي چنبا ڏنا آهن. اوهان برائي پوکي آهي، رحم جي اميد نه رکو.“

رائيبن جي ڪاوڙ ٻڙڪا ڪڍيندي رهي. هن جو آواز

هيبتناڪ ٿيندو ويو. ”۽ مون پادريءَ کي ڇا چيو؟“ هن جو آواز ٿڌو ٿيندو ويو، ”ڪولاٽن جي ڪلڊيل بندگيءَ بعد هو هارين سان گهڻيءَ ۾ وهندو آهي ۽ ڪين ڪي نہ ڪي پڌائيندو آهي. ان ڏينهن چيائين، ”ماڻهو رڍن جو ڌڻ آهن، ڪهن هر وقت ڌنار جي ضرورت آهي.“ ۽ مون ٺرڇو ڪندي چيو، ”جيڪڏهن جهنگل ۾ لومڙ کي مکي ڪن تہ ڪنب گهٽائي ڇڏيندا پر پکي نہ هوندا.“ هن مون ڏانهن نهاريءَ اک سان نهاريو ۽ چيو، ”ماڻهن کي صبر ۾ رهڻ کپي ۽ ڀڳوان جي وڌيڪ کان وڌيڪ بندگي ڪرڻ گهرجي جئين هو کين وڌيڪ کان وڌيڪ صبر بخشي.“ مون وراڻيو، ”ماڻهو بندگي تہ ڪندا آهن پر ڀڳوان کي شايد وقت ڪونہ آهي جو هو ڪين ٻڌي ئي نٿو.“ پادريءَ مون کان پڇيو، ”تون ڪهڙي بندگي ڪندو آهين؟“ مون چيومانس، ”پين ماڻهن والگر مان بہ هڪ ئي عبادت ڪندو آهيان.“ ”اي خدا! مالڪن کي سرون ڪٽڻ، پٿر ڪاٽڻ ۽ ڪاٽ وڍڻ سوڪار...“ هن مون کي جملو پورو ڪرڻ بہ نہ ڏنو... تون مکر عورت آهين؟“ رائبن پنهنجي ڳالهہ اڌوري ڇڏي صوفيا کان پڇيو.

”هيءَ منهنجي ساهيڙي آهي، رائبن،“ ماءُ چيو، ”هلچل ۾ ڪم ڪندي هن جا وار اڇا ٿيڻ لڳا آهن.“

”نازو هڪ نئون آدمي هت آيو آهي، يعقوب جو سؤٽ!“ رائبن چيو ”هن کي سلهہ آهي. آندولن سان ٿورو گهڻو واسطو اٿس. هن کي گهرائي وٺون؟“

”ڀلي گهرايوس،“ صوفيا چيو.

رائبن يفم کي اشارو ڏنو. يفم جهوپڙيءَ مان ٽوپي کڻي پائي جهنگل ڏانهن هليو ويو.

”يفم سخت پريشان آهي،“ رائبن يفم ڏانهن اشارو ڪري چيو، ”هو فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ نٿو چاهي. هو سولجرن کي پڙڪائڻ ٿو چاهي. پر هتان ڪو بہ ماڻس وڃڻ لاءِ تيار ڪونهي تنهن ڪري

هو پريشان آهي.“

سڀ ورِي خاموش ٿي ويا. ٿوري دير بعد رائيبن چيو، ”اسان کي ڪم تي وڃڻو آهي. توهان آرام ڪنديون؟ اندر جهوپڙيءَ ۾ ڪاٺ جا تختا پيا آهن. يعقوب، هنن کي تختن تي وڇاڻا ٻه بستاري ڏي، ۽ امان، اسان کي ڪتاب ڏي. اهي ڪٿي آهن؟“

ماءُ ۽ صوفيا ڳوٺڙيون کولڻ لڳيون. رائيبن مٿائن جهڪي ڏسڻ لڳو.

”ٿورا نه آهن،“ رائيبن خوش ٿي چيو، هن ڌنڌي ۾ تون گهڻن سالن کان آهين؟ تنهنجو نالو ڇا آهي؟“
رائيبن صوفيا کان پڇيو.

”اٿنا انئووتا. ٻارهن سالن کان. ڇو؟“

”انهن ٿي. تون جيل ۾ ويٺي آهين؟“

”ها.“

رائيبن ڪتابن جو بنڊل هٿ ۾ جهلي پڇيو، ”سڀ سا گيا آهن؟“

”نه، اخبارون به آهن.“

ٽئي ڄڻا ڪتاب ۽ اخبارون کڻي جهوپڙيءَ اندر هليا ويا.

رائيبن جي هلڻ وڃڻ بعد ماءُ چيو، هاري پري رهندو آهي.“

”ها.“ صوفيا ورائيو، ”مون اهڙو شهيديءَ جهڙو چهرو اڳ نه ڏٺو آهي. هل ته اسين به اندر هلون.“

اندر وڃي ڏٺائون ته هو ٽيئي پنهنجي پنهنجي جڳهه تي پڙهڻ ۾ مشغول هئا.

صوفيا ڳوٺاڻن ۾ سچ ڄاڻڻ لاءِ اتاولائي محسوس ڪئي. هن جي چپن تي خوشيءَ جي مرڪ ڊوڙي آئي ۽ هن جو چهرو ٻهڪي اٿيو هوءَ ماءُ جي برسان هڪ ڪنڊ ۾ ٿي ويٺي ۽ هن جي ڪلهن تي هٿ رکي چپ چاپ ڳوٺاڻن ڏانهن نهاريندي رهي.

”چاچا رائيبن، هو اسان هارين سان کهرا آهن،“ يعقوب

اخبار مان منهن ڪڍڻ ڪانسواءِ چيو.

رائيبن هن ڏانهن نهاري چيو، ”اسان سان محبت سانگي. جيڪو محبت ڪري ٿو سو بي‌عزتي نٿو ڪري ڀوءِ وٽيس جهڪي ڇوي.“

اگناٽيءَ ڏکيو ساهه کنيو ۽ طنزيه مرڪ مرڪي چيائين، ”لکيل آهي- هاري انسان ئي نه رهيو آهي.“ ۽ ڀوءِ ڪي قدر چڙهي چيائين، ”ڪو هڪ ٻه ڏينهن منهنجي ڊريس اوڊي، منهنجو ڪم ڪري ته خبر پنجي وڃيس ته انسان بڻجڻ لاءِ ڪنهن جانش ڪٽي آهي؟“

”مان سمجهي ٿي پوان،“ ماءُ چيو، ”مان ڏاڍي ٿڪل آهيان منهنجو مٿو چڪرائجي ٿو.“

ماءُ تختي تي لمٽي پئي ۽ هڪدم گهري ننڊ اچي ويس صوفيا ڳوڏڻن کي پڙهندو ڏسندي رهي. ماءُ جي منهن مٿان مکيون ٿي ڦريون ته انهن کي هٿ سان پري ٿي ڌڪمائين.

رائيبن وٽس آيو ۽ چيائين، ”ننڊ اٿس؟“

”ها.“

ڪجهه دير چپ رهڻ بعد رائيبن چيو، ”هيءَ شايد پهرين ماءُ آهي جا پنهنجي پٽ جي نقش قدمن تي ٿي هلي.“

”هن جي ننڊ ڦٽائڻ نه کپي. اسان کي هتان اٿي وڃڻ کپي.“ صوفيا صلاح ڏني.

”اسان کي ڪم تي وڃڻو آهي. مان جهڪر توسان ڳالهيون ڪرڻ چاهيان؛ پر شام تائين مهمل ٿا رکون. اچو، جوانو!“

## ( 24 )

شام جو رائيبن ۽ هن جا ٻي ساٿي واپس وريا. صوفيا اڳ ۾ ئي جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪري وڃي هئي. ماءُ هنن جي آوازن تي جاڳي اٿي ۽ مرڪندي ٻاهر آئي.

”اڳناڙي،“ رائيبن چيو، ”ڇانهه ته تيار ڪري وٺ اسين گهر جو ڪم ڪار واري وٽيءَ تي ڪندا آهيون. اڄ ڪاڏي جو انتظام اڳناڙيءَ ڪي ڪرڻو آهي.“

”اسان سڀني جي مهمانن ۾ دلچسپي آهي،“ ٻنهي چيو ۽ ٻئي جوان ڪاڏي ۽ ڇانهه جي انتظام ڪي لڳي ويا.

”اهو کنگهڻ جو آواز ٻڌو ڏا؟“ ٻنهي چيو.

رائيبن ڪنڌ ڌوڻي ها ڪئي ۽ پوءِ صوفيا ڪي چيائين، ”يعقوب جو سنوت اچي رهيو آهي.“

هڪ ڊگهو لوڪڙ سرير آدمي ٻيلي مان نڪتو، هو اڪ جو سهارو وٺندو اچي رهيو هو. هن جي ساه کڻڻ جو آواز پري ڪان پئي ٻڌڻ ۾ آيو.

جڏهن سويلي جهوپڙيءَ وٽ آيو ۽ رائيبن سندس واقفيت صوفيا سان ڪرائي تڏهن هن چيو، مون ٻڌو آهي ته اوهان ڳوٺاڻن لاءِ ڪتاب آندا آهن.“

”ها.“

”ماڻهن جي ناليءَ ۾ اوهان جي مهرباني،“ سويليءَ چيو، ”ماڻهو اڃا صداقت وارن ڪتابن جو قدر ڪري نٿا سگهن، تنهن ڪري هو مهرباني به ڏيئي نٿا سگهن؛ مان جو ڪنهن حد تائين انهن جو قدر ڪري سگهان ٿو، سو اوهان جا ماڻهن جي پاران ٿورا ٿو مڃان.“ هو تڪڙا ساهه کڻي رهيو هو.

”تنهنجي لاءِ ايتري دير تائين ٻيلي ۾ رهڻ خراب آهي،“ صوفيا چيو.

هينئر منهنجي لاءِ ڪي به ٺهو نه آهي،“ هن جواب ڏنو ۽ ساهه کڻندي چيائين، ”موت ڪانسواءِ.“

ٿوري دير کنگهڻ بعد چيائين، مان اٺاويهن سالن جو آهيان، پر موت جي دروازي تي پهتو آهيان. اٽڪل ڏهه سال اڳ مان ڪنهن به تڪليف کان سواءِ پنج سئو پائونڊ بار ڪلهن تي کڻي سگهندو هوس. تڏهن سمجهندو هوس ته سٺ سال جيئرو رهندس.

اڄ هڪ ڏينهن وڌيڪ هليو ٿيو ٿئي. مالڪن مون کان زندگيءَ جا ڇاليهه سال ڦريا آهن."

"اڄ سويلي، مون تنهنجي لاءِ ٿورو کير آندو آهي،" يعقوب چيو.

سويليءَ کير پيئڻ کان انڪار ڪيو ته يعقوب پاڪرهائي هن کي ميز ڏانهن وٺي ويو.

ميز وٽ سويلي وري ڳالهائڻ لڳو، "مالڪ ڪيسان حياتيون ناس ٿا ڪن. ڇاجي لاءِ؟ منهنجي مالڪ مون پنهنجي جيوت نيفيدوو جي ڪپڙي مل ۾ وڃائي. منهنجي مالڪ پنهنجي زال کي سوني گهنڊي هٿان ڏوڻ لاءِ سوڪڙي ڪري ڏني هن جي سينگار جي هرڪا شيءِ سوني هئي. ان سوني گهنڊيءَ ۾ منهنجو جيون ڪول، خود زندگي سمايل آهي. هڪ ماڻهوءَ منهنجي جيوت ان لاءِ ختم ڪئي ته جيئن هو پنهنجي زال کي منهنجي خون مان گهنڊي وٺي ڏئي."

ماءُ ٿس پس ۾ صوفيا کان پڇيو، "جيڪي هيءُ چوڻتو سو سچ ٿي سگهي ٿو؟"

"بلڪل سچ آهي،" صوفيا ڏاڍيان چيو، اهڙين سوڪڙين جي خبر اخبار ۾ ڇپي هئي."

"۽ هن کي ڦاسيءَ تي لٽڪايو نه ويو؟" رائيبن خشڪ آواز ۾ پڇيو، "محنت ڪش جڏهن اٿندا، تڏهن گهڻن کي ڦاسيءَ تي لٽڪائيندا."

جڏهن هو کاڌو کائي رهيا، تڏهن ٻاهر جي چوڌاري مڙاڪو ٺاهي ويهي رهيا. سويلي اکيون ڦاڙي ٻاهر ڏانهن ڏسندو رهيو. هو لڳاتار ٿڪهي رهيو هو، ڏاڪي رهيو هو.

يعقوب کيس قدر ڏانهنس جهڪي چيو "سويلي، تون اندر وڃي سمهه."

"ڇو؟" هن پنهنجي سموري طاقت گڏ ڪري چيو، "مان هت ويهندس. مون وٽ ماڻهن سان گڏ ويهڻ لاءِ باقي گهڻو وقت

نہ بچيو آهي. ماڻ؟ اوهان سان هوندو آهيان تہ بهتر سمجهندو آهيان. اوهان ڏانهن نهاريندي سوچيندو آهيان. شايد اوهان اهڙن سڀني ماڻهن جو بدلو چڪائي وٺو جن سان بي انصافيون ڪيون ويون آهن، جوڪي هيچ سبب تباهہ ڪيا ويا آهن."

ڪنهن بہ جواب نہ ڏنو ۽ هو گهيرٽ ڪاڻ لڳو. رائيبن هن ڏانهن نهاريو ۽ خشڪ آواز ۾ چيو، هو اسان وٽ اچي وهندو آهي ۽ سدائين ساڳي ڳالهہ ڪندو آهي. اها ئي هن جي سموري آتما آهي. هو ٻيو ڪي نٿو سوچي."

"توڪي ٻيو ڇا کپي،" ماءُ گنڀير نوع ۾ چيو، "جڏهن روز روز هزارين ماڻهو ڪم ۾ گهي گهي ان لاءِ ٿا مرن تہ سندن مالڪ راندين تي پيسا دڦ ڪن، تڏهن توکي ڇا کپي؟"

سوڀاءَ اکيون کوليون ۽ ڇت تي لڳي پيو. يعقوب چپ چاپ اٿيو ۽ اندران ہر نئدا گرم ڪوٽ کڻي آيو ۽ اچي پنهنجي بيمار سٿوٽ تي وڌائين ۽ پوءِ صوفيا جي پرسان ويهي رهيو.

صوفيا هنن کي سنسار ڀر جي محنت ڪشن جي هلچل جو احوال ٻڌايو. جرمنيءَ جي هارين جي بغاوت آئرلينڊ جي هارين جي ڏکن، فرانس جي مزدورن جي بهادريءَ جون ڪهاڻيون ٻڌايون. انهن هنن ۾ اميد جاڳائي، وشواس پيدا ڪيو ۽ هو ڏيان سان ٻين ملڪن جي، جذبات جي ناتي، پنهنجن ڀائرن جون ڪهاڻيون ٻڌندا رهيا.

"اهو ڏينهن اچي رهيو آهي،" صوفيا چيو، جڏهن سڄي دنيا جا محنت ڪش سر بلند ڪندا ۽ چوندا، "گهڻو ٿيو. هاڻي هوڙي حياتي اسان کي نہ کپي." ۽ تڏهن هيڏي مالڪن جي طاقت ختم ٿيندي، هنن جي پيرن هيٺان زمين نڪري ويندي."

"ائين ٿي ٿيندو،" رائيبن ڪنڌ لوڏيندي چيو، "سر جو سانگو نہ ڪريو ۽ اوهان هرڪنهن چيز تي سوڀ حاصل ڪندا."

صوفيا پوءِ هنن سامهون سوڀ جي ڏينهن جو چٽر ڪڍيو، منجهن آتم وشواس جو مادو جاڳايو ۽ سڀني محنت ڪشن جي

ٻڪوڄوڙڳي جو سنڌيشو ٻڌايو.

ٻرپات ٿائي، ٿڪجي، صوفيا ڳالهائڻ بند ڪيو. هن ڪرسيءَ موڙي مرڪي گنڀير ٻهڪندڙ چهرن ڏانهن نهاريو.

”هاڻ اسان کي هلڻ کپي،“ ماءُ چيو.

”ها،“ صوفيا مختصر جواب ڏنو.

ڪنهن ڏکيو ٿڌو شوڪارو ڀريو.

”مون کي ڏک آهي جو تون وڃين ٿي،“ رائيبن نرم آواز ۾ چيو، ”تون ڏاڍو سٺو ٿي ڳالهائين. اهو ڪارج سڀني ماڻهن کي يڪمشت ڪندو.“ پوءِ ماءُ ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”امان تڪليف لاءِ مهرباني. مان جڏهن تو ڏانهن ڏسان ٿو، تڏهن پاويل ياد ٿو پويم. تو صحيح راهه پڪڙي آهي.“

سڀ نوجوان عقلمنديءَ سان صوفيا ۽ ماءُ ڏانهن نهاري رهيا هئا. سڀني اکيون شڪرانا ڀريا آئي رهيون هيون.

هنن ڪان موڪلائي ٻئي جڏهون ٻنڌ پيون. وات تي ماءُ چيو، ”ماڻهو سچ ڄاڻڻ لاءِ خواهشمند آهن. انهن پيو لڳي ته موڪل جي ڏينهن تي ڪنهن ديول ۾ اچا پادري نه آيو آهي؛ چوڌاري اونده ۽ خاموشي آهي؛ ماڻهو جمع ٿيندا ٿا وڃن. هتي تصويرن اڳيان ميڻ بتيون ٻيون ٻاريون وڃن ۽ اتي بتيون ٻيون ٻاريون وڃن ۽ آهستي آهستي اونده کي ٽڙي خدا جي گهر کي روشن ڪيو ٿو وڃي.“

”سچ ٿي چوين؛“ صوفيا چيو، ”رڳو هتي اسان لاءِ خدا جو گهر سڄي ڌرتي آهي.“

”سڄي ڌرتي!“ ماءُ متعجب ٿي چيو، ”اها اهڙي ته سٺي ڳالهه آهي جو مون کي ته وسواس ئي نٿو اچي.“

هو هلنديون هليون. رائيبن، بيمار سويلي ۽ نوجوان هارين بابت ڳالهائينديون هليون.

”هن بيمار جو مثال وٺ،“ ماءُ چيو، ”مون کي ڄاڻ آهي ته ڪارخانن ۾ جتي ڪئي مزورن جو خون چوسيو ويندو

آهي پر ان تي ننڍي هوندي کان هري وڃڻ تي اها حقيقت ڇپندڙ نٿي ڀاسي. پر جڏهن هو هيبتناڪ حقيقت بيان ڪرڻ ويٺو تڏهن منهنجي ساري جان ڏڪڻ لڳي. ڇا ماڻهن جون جانيون ان لاءِ تباهه ڪري سگهجن ٿيون ته مالڪ عيش عشرت ڪندا وتن؟ مون کي ڳوٺ جي هڪ عملدار جي يادگيري آهي. هن هارين کي مجبور ڪيو ته سندس گهوڙي کي سلام ڪن ۽ جن انڪار ڪيو تن کي گرفتار ڪيائين. هاڻي ان جي گهوڙي ضرورت هئي؟" ۽ ٿوري دير رکي پاڻيهي چيائين، "غريب آدمي غريبيءَ جي ڪري بيوقوف آهن ته شاهوڪار هيج وچان بي عقل آهن."

## ( 25 )

نلوونا جي زندگي عجيب خاموشيءَ سان گذرندي رهي. اها خاموشي ڪڏهن ڪيس حيرت ۾ وجهندي رهندي هئي. سنديس جان جگر جيل ۾ هو. ڪيس ڄاڻ هئي ته هن کي ڳري سزا ملڻ واري هئي تڏهن به سنديس ويچار انڌيريءَ ليڊيا ۽ اهڙن اڪيچار آدمين ڏانهن ڊوڙي ويندا هئا جن کي هن ڪڏهن ڪونه ڏٺو هو پر جن بابت صرف ٻڌو هئائين. پنهنجي پٽ جو چتر سنديس اکين اڳيان ڦري ايندو هو ۽ کيس ائين لڳندو هو ته سڀني ماڻهن جي قسمت ان چتر سان لاڳاپيل هئي ۽ هن جو ڌيان سڀني پاسن ٽڙڪي ٿي ويو. ڪنهن به هڪ چيز تي پختو ڌيان رکي نٿي سگهي.

صوفيا سنت ڪيڏانهن هلي ويئي ۽ پنجن ڏينهن بعد موٽي. وري ڪن ڪلاڪن بعد جا ويئي ته هفتن تائين غائب رهي.

الگزئي، سدائين مشغول، باترتيب يڪسان حياتي گذاريندو رهيو. صبح جو اٺين بجي چانهه پيئندو هو، اخبار پڙهندو هو ۽ خبرون ماءُ کي ٻڌائيندو هو. نوين بجي هو آفيس ۾ هليو ويندو هو. ماءُ ڪمرا صاف ڪندي هئي، روٽي پچائيندي هئي، شنان

ڪندي هئي، صاف سٿرا ڪپڙا اوڍيندي هئي ۽ پوءِ پنهنجي ڪمري ۾ ويهي ڪتابن ۽ تصويرن کي ڏسندي هئي. پڙهڻ نه ٿي سگهي ويئي هئي پر ٽڪرو پڙهڻ جي ڪوشش ڪندي هوءَ ٿڪجي پوندي هئي. تصويرون ڏسڻ سان هن کي مزو ايندو هو ۽ اليگزئي هن کي نيون نيون تصويرون آڻي ڏيندو هو.

شام جو اليگزئيءَ جي گهر موٽڻ بعد ملاقتين جو مزو ڪٿو ٿي ويندو هو. ويسليوچ، پيٽرووچ، ڊينلووچ ۽ يگور- هو سدائين پنهنجن ساٿين سان پنهنجي بيماريءَ جي باري ۾ مسخري ڪندو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڏورانهن هنڌن تان ٻيا ماڻهو به ايندا هئا. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ساڳي موضوع - مزدورن جي جي مسئلي - تي بحث مباحثو ٿيندو رهندو هو. اليگزئي کي قدر پري ويهي ساٿين جي شوروغل کان ظاهري غافل رهندي پترن ۽ پرچن لاءِ مضمون لکندو رهندو هو. پوءِ سڀ ساٿي ڇاپي جهڙن اکرن ۾ پترن ۽ پرچن جون ڪاپيون ڪيئندا هئا. ماءُ ردي ٿيل پترن ۽ ڪاغذن جي ٽڪرن کي جمع ڪري باهه جي حوالي ڪندي هئي.

ڪڏهن ڪڏهن ساشينڪا ايندي هئي. هوءَ گهڻو وقت نه ترسندي هئي. سدائين ٽڪرو گنڀير نموني ڳالهائيندي هئي. وڃڻ کان اڳ ۾ هميشه ماءُ کان پاويل جو پڇندي هئي.

”هو ٺيڪ آهي؟“ هوءَ پڇندي هئي.

”ڀڳوان جو شڪر آهي. هو تندرست آهي ۽ هن جا امنگ زنده آهن.“

”منهنجون نيڪ تمنائون پهچائجانس،“ هوءَ التجا ڪندي هئي ۽ گم ٿي ويندي هئي.

هڪ دفعي نتاشا آئي، ماءُ کي ڏسي هوءَ ڏاڍو خوش ٿي پر هن کي چمائين ۽ هن ڳالهين سان گڏ اعلان ڪيائين، ”منهنجي ماءُ مري ويئي. غريب عورت!“ هن جون اکيون آليون ٿي ويون ۽ چيائين، ”هوءَ اها پنجاهه کي به نه پهتي هئي. هن جي اڳيان

ڪاني وڏي عمر هئي. پر هن جي فقط نگاهہ ڪان ڏسجي تہ اهڙي اڪيلي، اجنبي، محتاجي ۽ ڏکار پري جيوت کان موت بهتر هوس."

"تون درست ٿي چوين، نتاشا!" ساهہ چيو، "ماڻهو ڪنهن بهترين زندگيءَ جي اميد تي جيئرا ٿا رهن. پر جيڪڏهن اها اميد ئي نہ رهي تہ زندگي ڪهڙي ڪم جي؟" نتاشا جو هٿ ٿامينديءَ پڇيائين، "هاڻ تون اڪيلي آهين؟"

"اڪيلي!" نتاشا آهستگيءَ سان وراڻيو.

ساهہ خاموش رهي. پوءِ سرڪندي چيائين، "تون غم نہ ڪر. ڪوبہ اڪيلو نٿو رهي. ماڻهو سدائين سڀني ماڻهو سان لڳا رهن ٿا."

نتاشا هينئر اهڙي ننڍڙي شهر ۾ ماستري ڪندي هئي جتي ڪپڙي جي هڪ مل هئي. نلوونا هن کي پترا، پرچا ۽ ڪتاب پهچائيندي هئي. حقيقت ۾ ساهت ورهائڻ ساهہ جي مشغولي بڻجي پيئي. روپ ۽ ويس بدلائي هوءَ ساهت ورهائيندي رهندي هئي. جتي ڪٿي گاڏين ۾، جهازن ۾، هوٽلن ۽ مسافرخانن ۾، هوءَ سادي ۽ بي باڪ طريقي سان ورتاءُ ڪندي هئي. هوءَ اجنبين سان ڳالهائڻ جي شروعات ڪندي هئي، پنهنجي انوکي ورتاءُ سان هنن جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائيندي هئي ۽ آزمودگار شخص جيان هنن سان اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪندي هئي.

هوءَ ماڻهن سان ڳالهائڻ پسند ڪندي هئي؛ سندن ڳالهيون، شڪايتون، مصيبتون ٻڌڻ پسند ڪندي هئي. هن جي دل گدگد ٿيندي هئي جيڪڏهن ڪنهن کي زندگيءَ سان ناخوش ڏسندي هئي ـ اهڙو ناخوش جو قسمت جي ٺهري ڏکن خلاف اعتراض اٿاري، پنهنجي مصيبتن جي حل ڳولهڻ لاءِ منتظر هجي. ساهہ اها حقيقت پروڙي ورتي هئي تہ دنيا ۾ هر شيءِ ڪافي انداز ۾ موجود هئي تڏهن بہ ماڻهو ڪهرج ۾ هئا؛ اڪٿ دولت سان گهيريل هجڻ جي باوجود گهڻا ماڻهو اڌ بکيا هئا! شهرن ۾ گرجائون سون ۽ چانديءَ سان پريل هيون جيتوڻيڪ خدا کي انهن جي ضرورت

نہ هئي ۽ گرجائن جي دروازن وٽ ٿڌ ۾ ڏڪندڙ فقير ناميءَ جي هڪ اڌ ٽڪي لاءِ هٿ ڦهلائيندا بيٺا رهندا هئا. هن اهي روئنداڙيون اکيون به ڏٺيون هيون پر تڏهن اهي ڪيس قدرتي سياويڪ پاسون هيون؛ پر هينئر اهو فرق اڻ ڏهڪندڙ غريبن لاءِ بيعزتي جهڙو ٿي پاسيو؛ ڇاڪاڻ تہ غريبن ڪي شاهوڪارن جي پيٽ ۾ گرجائون وڌيڪ عزيز هيون، ۽ هنن لاءِ وڌيڪ ضروري هيون.

يسوح مسيح جي ڪهاڻين پڙهڻ ۽ تصويرون ڏسڻ سان ماءُ کي خبر پيئي هئي تہ هو غريبن جو دوست هو، سادا ڪپڙا پائيندو هو. پر گرجائن ۾، جتي ڪانئس آڏت وڻ اهندا هئا، هو سوني صليب تي چڙهيل نظر ايندو هو.

هوءَ اڻ ڄاڻائيءَ ۾، گهٽ عبادت ڪندي هئي. ساڳئي وقت هوءَ جڏهن پوءِ تڏهن يسوح مسيح ۽ اهڙن ماڻهن تي گهٽي ڪان گهڻو ڌيان ڪپائيندي رهندي هئي، جي يسوح مسيح جو نالو نہ وٺندي ہي، ماءُ جي نظر ۾، هن جي مرضيءَ مطابق رهندا هئا، هن جيان ڌرتيءَ کي غريبن جي رياست سمجهندا هئا ۽ ڌرتيءَ جي سموري دولت کي غريبن ۾ ورهاڻ جا خواهشمند هئا.

۽ ماءُ کي لڳو تہ خود يسوح مسيح جنهن کي هن اڳ منجهيل محبت سان پيار ڪيو هو، هاڻ ڏانهنس وڌيڪ ويجهو وڌي آيو هو ۽ اڳي کان نيارو بڻجي پيو هو. هن جو درجو وڌيڪ مٿاهون هو تڏهن بہ ڪيس وڌيڪ چٽو ٿي نظر آيو.

الگزنيءَ جي گهر ماءُ وڌيڪ کان وڌيڪ اتساهت ٿي موٽندي هئي. نهايت دلچسپ نموني پنهنجن پانت پانت آزمودن، ماڻهن جي ڏکن، اميدن ناامیدن، الـڻن الجهڻن جو وستار ڪندي هئي.

ماءُ واندڪائيءَ جي وقت ۾ ڪتاب پڙهندي هئي، تصويرون ڏسندي هئي. هڪ دفعي الگزنڊي ماءُ کي ڪتابن واچڻ ۽ تصويرن ڏسڻ ۾ محو ڏسي مرڪيو ۽ ڪيس انسان جي حيرت انگيز ڪارنامن جون وارتائون ٻڌايون. ماءُ متعجب ٿي پڇيو، "ڇا ائين

ممڪن آهي؟"

"انسان جي خواهشن جي ڪا حد ڪانهي ۽ سندس همت لامحدود آهي. پر دنيا روحاني دولت حاصل ڪرڻ ۾ اڃا پوئتي آهي. اڄ ڪلهه جيڪو پاڻ کي محتاجيءَ کان آزاد رکڻ ٿو چاهي سو علم نه پاڪ پيسا جمع ڪرڻ جي فڪر ۾ آهي. جڏهن ماڻهو هيڄ کي ختم ڪري ڇڏيندا ۽ غلام رکندڙ پورهئي کان ڀلاند آجا ڪرائيندا تڏهن...."

ماءُ ڌيان سان الڪزئيءَ کي ٻڌندي رهي.

الڪزئيءَ چيو، "مصيبت اها آهي ته دنيا ۾ نهايت ٿورا آزاد ماڻهو آهن!"

ماءُ سمجهي ويئي. هن کي اهڙن ماڻهن جي ڄاڻ هئي جن هيڄ ۽ برائيءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو هو، هن کي اها به سڌ هئي ته اهڙا ماڻهو جيڪڏهن وڌيڪ هجن ته مشڪل ۽ خشڪ زندگي آسان، سندر ۽ رنگين بڻجي پوي.

اليگزئيءَ نااميديءَ واري انداز ۾ چيو، "هڪ شخص کي مجبور بي رحم ٿيڻ کپي."

ماءُ ڪنڌ ڌوڻيو. هن جي ذهن ۾ کوکول جون ڳالهيون تازيون ٿي آيون.

# ( 26 )

هڪ ڏينهن اليڪزئي دستور خلاف ڪم تان ديـر سان موٽيو. جذبي وچان هٿ مهٽيندي چيائين، "خبر اٿيئي، نلوونا، اڄ ملاقات جي سمي جيل مان اسان جو هڪ ساٿي فرار ٿي ويو؟ پر اسان اها سڌ لهي نه سگهيا آهيون ته ڪير آهي."

ماءُ به جذبي ۾ اچي ويئي. هوءَ ڪرسيءَ تي ويهي رهي ۽ آهستگيءَ سان پڇيائين، "پاشا ته نه آهي؟"

"ٿي سگهي ٿو. پر سوال آهي ته هن کي ڪيئن ڳولهجي

۽ کيس نڪل رهڻ ۾ ڪهڙي مدد ڪجي. مان ڪهڙيون کڻندو رهيو آهيان ته من سڃاڻي وٺانس. اها بيوقوفي هئي ليڪن ڪجهه ته ڪرڻو هو. مان وري ٻاهر ٿو وڃان."

"مان به هلنديس،" ماءُ اٿندي چيو.

الڪزئيءَ صلاح ڏني، "تون پڪور وٽ وڃ ۽ پڇو ڪي ته کيس ڪا ان باري ۾ خبر چار ملي آهي يا نه." ائين چئي الڪزئي وري ٻاهر نڪري ويو.

ماءُ جهٽ پٽ مٿي کي رومال ٻڌو ۽ کڻڻ لاءِ ٻاهر نڪري پئي. هن جي دل جي ڌڙڪڻ تيز ٿي وئي، هن جي اکين اڳيان اوندهه ڇانئجي وئي. ماءُ جو دم ٻوسانجڻ لڳو هوءَ پڪور جي ڪوارٽر واري ڏاکڻ وٽ پهتي ته بيهي رهي. هوءَ اهڙي ته مدهوش هئي جو هوءَ اڳتي وڌي نٿي سگهي. هن ڇوڌاري نهاريو ۽ ڪن پل لاءِ اکيون بند ڪري هاڪي رڙ ڪيائين. هن کي ائين لڳو ته نڪولئي دروازي وٽ بيٺو هو، هن جا هٿ کيس ۾ هئا ۽ ڏانهنس مرڪي نهاري رهيو هو. پر جڏهن ماءُ وري اکيون کوليون ته ڪير به ڪونه هو.

"مان سمجهان ٿي مون هن کي ڏٺو،" ماءُ پنهنجو پاڻ کي چوندي ڏاکڻ تان مٿي چڙهڻ لڳي. ماءُ ڪن سرلا ڪري آواز جي تاڙ ولندي رهي. کيس ڪنهن جي قدمن جي آهٽ ٻڌڻ ۾ آئي. هن بيهي ڪنڌ ورائي هيٺ نهاريو. نڪولئي ڏانهنس نهاري مرڪي رهيو هو.

"نڪولئي، نڪولئي!" ماءُ ٻڙ ٻڙ ڪئي ۽ هن سان ملڻ لاءِ هيٺ لهڻ لڳي. هن جي دل نااميديءَ وچان پٽ جي لاءِ ڪڙهڻ لڳي.

"وڃ، وڃ!" نڪولئيءَ هٿ سان اشارو ڪندي هوريان چيو.

ماءُ تڪڙي تڪڙي ڏاکڻ تي چڙهي پڪور جي ڪمري ۾ گهڙي وئي. پڪور ڪوچ تي ليٽي پيو هو. ماءُ آهستگيءَ سان چيو: "نڪولئي جيل مان ٻاهر نڪري آيو آهي."

ڏاڍو سٺو ٿيو. پر سائنس ڳڻجڻ لاءِ ته مان اٿي به نٿو

سکهان."

نکولئي ان وچ ۾ ڪمري اندر گهڙي آيو هو. هن پوئتان دروازو اندران بند ڪري ڇڏيو. پنهنجو ٽوپلو لاهي؛ وارن کي هٿ سان سنواريندي کلياتين. يگور ٽولين تي اٿي ويٺو.

"مهربان، تون ڀلي ليٽو رهه" نکولئي ڪنڌ ڏوڻي چيو.

نکولئي ماءُ ڏانهن وڌيو ۽ هن جو هٿ پڪڙيائين.

"مان توکي ٻه ڏسان ها ته وري جيل ڏانهن موٽي وڃان ها. شهر ۾ منهنجي ڪنهن سان واقفيت ڪانهي. مان ديهات ۾ هليو وڃان ها ته جهٽ پڪڙجي پوان ها. مان پاڻ کي ڇٽي رهيو هوس کهڙو بيوقوف آهيان، ناحق جيل مان نڪتس اوهان منهنجي توتي نظر پيئي."

"تون جيل مان ڪيئن ڀڄين؟"

نکولئي کرونڊڙو ٿي کوچ جي ڪناري تي ويهي رهيو ۽ يگور جو هٿ پڪڙيائين.

"مون کي خود خبر ڪانهي. اتفاق سان ائين ٿيو آهي. مان جيل اندر گهمي رهيو هوس جو قيدين ۽ واردن جي وچ ۾ اچي جنگ ڇڙي پهريدارن سيٽيون وڄايون. مون دروازا کليل ڏٺا ۽ هلڻو آيس. مون کي کليل چونڪ ۽ شهر نظر چڙهيو ڪنهن ازغيبي ڇڪ مون کي جيل مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ ڇڪيو. مان تندا ڪري حالت ۾ اڳتي وڌيس. اڳيرو نڪرڻ تي مان سرت ۾ اچي سوچڻ لڳس، 'مون کي ڪيڏانهن وڃڻو آهي؟' هر ڪو ڌاري نظر ورايم. جيل جا دروازا بند ٿي چڪا هئا. مان دربدر ڦرندو رهيس. اوچتو نلوونا کي ڏسي ورتم ۽ سنديس پٺ ورتم."

"مون ته اول توکي ڏاڍو ٿي ڪولو،" ماءُ گنهگار جيان چيو.

"منهنجا سائي مون بنسبت پريشانيءَ ۾ هوندا" نکولئيءَ مٿو کنهندي چيو.

"جيل جي عملدارن جي پريشانيءَ جو ويچار نٿو ٿئي؟"

يگور هن کي ڇوڙائڻ جي لحاظ کان چيو. وري هن کوچ تي پاسو بدلائيندي چيو: ”ورها گذريا پوءِ ڪبا. توکي ڪٿي به لڪائڻ ڪبو. مان جيڪڏهن اٿي سگهان ها...“ هن جو ساهه کڄي ويو. هن هٿ سان ڇاتي پڪڙي.

”تون سخت بيمار آهين،“ نڪولئيءَ ڏکويل آواز ۾ چيو.

ماءُ اپو ساهه پريو ۽ انتظار ڀريل اکڙين سان ڪمري ۾ هيڏانهن هوڏانهن نهاريائين.

”اهو منهنجو ذاتي مسئلو آهي. امان، تون پاول جو پڇينس. اجائي لاپرواهي ڏيکارڻ مان ڪهڙو فائدو؟“ يگور چيو.

نڪولئيءَ مرڪيو.

”پاويل ٺيڪ آهي، مضبوط آهي؛ اسان ۾ بزرگ آهي عملدارن سان بات چيت ڪرڻ لاءِ اسان جو نمائندو آهي ۽ حڪم ڪيندو آهي. سندس عزت ڪئي ويندي آهي. ۽ ان لاءِ ڪافي مڃا سبب آهن.“

ماءُ ڪنڌ لوڏيندي ٻڌندي رهي. رکي رکي اک ٽيٽ ڪري يگور جي چهري تي ٽي نظر ڊوڙايائين.

مون کي ڪائڻ لاءِ ڪجهه ڏيو. ڏاڍي بک لڳي اٿم،“ اچانڪ نڪولئيءَ رڙ ڪئي ۽ پوءِ وري مرڪڻ لڳو. ”امان، ٻئي ڪمري ۾ شيلف تي ماني رکي اٿيئي آڻي ڏينس.“

ماءُ اٿي هلي وئي.

ماءُ جڏهن موٽي تڏهن سائس گڏ ٻي به هڪ عورت هئي. هوءَ ٻئي ڪمري ۾ ويٺي هئي. ماءُ هن کي هڪ ٻه لڱا اليگزنيءَ جي گهر ايندو ڏٺو هو. ٻئي ڪمري ۾ گهڙيون ته کين يگور جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو

”مان پنهنجن ابن ڏاڏن وٽ وڃڻ جي تياري ڪري رهيو آهيان. لدميلا، هيءَ شخص جمل اختياري وارن کان اجازت وٺڻ کان سواءِ جيل مان نڪري آيو آهي. ڪي قدر بيشرم جرئت، اول هن کي کاراءِ ۽ پوءِ ڏينهن ٻن لاءِ ڪٿي ڇپائي رکنس.“

ليڊملا ڪنڌ ڌوڻيو ۽ گهري سوچ مان بيمار ڏانهن ڏسندي رهي.

"ڳالهاءِ نه" ليڊملا ڪجهه قدر سختيءَ سان چيو.

"توکي خبر نه آهي ته ڳالهائڻ تو لاءِ ٺيڪ نه آهي توکي کپندو هو نه جيڏيءَ مهل هيءُ آيا اماڪ مون کي گهرائي ورتئين. مان ڏسان ٿي نه تو دوا به ڪانه ورتي آهي. ان بي پرواهيءَ جو مطلب ڇا آهي؟ سائي، منهنجي ڪمري ۾ هل. ستت يگور لاءِ اسپتال مان ايمبولينس ايندي."

"سو مون کي اسپتال وڃڻو ٿي پوندو؟" يگور ڏکوئيل آواز ۾ پڇيو، "ها، مان توسان گڏ اتي رهنديس"

"اتي به؟"

"چپ!"

هن جيئن ڳالهايو ٿي تيئن يگور جي ڇاتيءَ تي بلينڪيٽ به پئي ٺاهي وڌائين.

"اسين وڃون ٿا،" ليڊملا ماءُ کي چيو؛ "مان جلد موٽنديس يگور کي هن دوا مان چمچو ڏج."

"ٺيڪ آهي،" ماءُ ورايو.

"۽ ڳالهائڻ نه ڏجانس،" ائين چئي نڪولئيءَ کي ساڻ وٺي ٻاهر نڪري ويئي.

"شاندار عورت،" يگور ٿڌو شوڪارو ڀري چيو، "ڏاڍو گهڻو ڪم ٿي ڪري. اسان جي ڇپائيءَ جو سمورو ڪم هيءَ ڪندي آهي."

"ڳالهاءِ نه. دوا به پيءُ،" ماءُ نرم انداز ۾ چيو.

هن دوا ڳيت ڏئي پي ويو. پوءِ ڳالهائڻ جو سلسلو جاري رکندي چيائين، "مان مرندس ته اوس، پوءِ ڳالهايان ڪٿي نه به"

ماءُ جي اکين ۾ پاڻي چلڪڻ لڳو.

"چنتا نه ڪر، امان. اهو سواڀاوڪ آهي. زندگي جي مسرت سان موت جي حسرت شامل رهي ٿي."

ماءُ پنهنجو هٿ هن جي مٿان رکي چيو، "ماڪ ۾ رهڻ، مهرباني ڪري."

"ماڪ ۾ رهڻ جي معنيٰ آهي، امان! خاموش رهڻ مان مون کي ڪهڙو لاڀ ملندو؟ دک درد سان ڀريل زندگيءَ جون چند گهڙيون ٿي ته وڌنديون. ۽ مان ڪنهن سڄي انسان سان ڳالهيون ڪرڻ جي راحت کان ته محروم رهندس. مان سمجهان ٿو هتي جهان ۾ اهڙا سٺا ماڻهو نه آهن جهڙا هن دنيا ۾ آهن...."

ماءُ هن کي اڌ ۾ روڪيندي چيو، "هوءَ سکر عورت موٽي ايندي ۽ ناحق مون کي تنبيهه ڪندي."

"هوءَ سکر عورت نه آهي. هوءَ انقلابڻ آهي، ديهاتي ماستر جي ڌيءُ. هوءَ ڪنهن به حالت ۾ توکي تنبيهه ضروري ڪندي. هوءَ هر ڪنهن کي تنبيهه ڪندي آهي." ۽ پنهنجا چپ حرڪت ۾ آڻي يگور پنهنجي پاڙيسرياڻيءَ جي جيون ڪهاڻي ٻڌائڻ شروع ڪئي. ماءُ يگور جي منهن ڏانهن تڪيندي رهي. هن کي ائين لڳو ته هو موت ڏانهن تکن قدمن سان وڌي رهيو هو.

ليدملا اندر گهڙي آئي. خبرداريءَ سان دروازو بند ڪري ماءُ کي چيائين، "تنهنجي دوست کي ٻنا دير ڪپڙا بدلائڻ کپن ۽ جلد هتان فرار ٿي وڃڻ کپي. سو تون وڃ، ڪٿان ڪپڙا آڻ. ارمان آهي جو صوفيا هت ڪانهي. ماڻهن کي ڇپائڻ ۾ هوءَ پڪي آهي."

"هوءَ سڀاڻي ايندي،" ماءُ چيو. هن پنهنجي شال پنهنجن ڪلهن تي وڌي. هن کي جڏهن به ڪا هدايت ٿي ملي، تڏهن ان جي ٻنا دير سرانجاميءَ لاءِ ڪمرڪشي ٿي ائي. هوءَ ان ڪارج کان سواءِ ٻيو ڪي سوچڻ کان قاصر هئي.

"ڪهڙي قسم جي ڊريس هجي؟"

"رات ٿي رهي آهي، ڪهڙي به هجي."

"رات جو پاڻ ڏکيائي آهي. رستن تي ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو

هوندا، تنهن سواءِ هُو ذرا اوکو ماڻهو آهي.”

ٻکور ٽهڪ ڏنو.

“اسان، تون اڃا تائين ننڍي ٻچي آهين.”

“مان تو وٽ اسپتال ۾ ايندي رهان؟”

هن کنگهندي ڪنڌ ڌوڻيو ليڊملا ڪارين اکين سان ماءُ ڏانهن ڏٺو ۽ چيائين، “هن جي سنڀال لاءِ تون مون سان وارو ٻڌندينءَ ڪين؟ ها؟ ڏاڍو سٺو. هاڻ تون جلدي وڃ.”

ليڊملا ماءُ کي زور سان پڪڙيو ۽ هن کي دروازي ڏانهن وٺي ويئي.

“توکي چوڻ نه کپي،” هن چيو، “جو مان هينءَ توکي تڪي ڪيڏي رهي آهيان. مون کي خبر آهي اها منهنجي زيادتي آهي. پر هن لاءِ ڳالهائڻ خطري کان خالي نه آهي. مون هن جي نوبني ٿيڻ جي اميد اڃا نه لاٿي آهي.”

“مون کي ڊپ ٿيڻ لڳي. چوڻ جي ان ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي؟ مان وڃان ٿي.”

“جاسوسن جو خيال رکج،” ليڊملا چيو.

ماءُ دروازي کان ٻاهر بيهي رومال ٺيڪ ڪرڻ جي بهاني سان آس پاس جو جائزو ورتو. ماڻهن جي ميڙ ۾ جاسوسن کي سڃاڻڻ هوءَ اڳ ۾ ئي سکي ويئي هئي. هن دفعي هن کي ڪو سڃاتل چهرو نظر نه آيو ۽ تڪڙ ڪرڻ کان سواءِ گهٽيءَ مان هلڻ لڳي. هن هڪ گاڏي ڀاڙي ڪئي ۽ مارڪيٽ ڏانهن هلڻ جو حڪم ڏنائين. نڪولائيءَ لاءِ ڪپڙا خريد ڪندي دڪاندارن سان تانڌل ڪرڻ لڳي ۽ پنهنجي فرضي شرابي مڙس کي پٽڻ لڳي — جنهن لاءِ مهني سر مهني نوان ڪپڙا خريد ڪرڻا ٿي پيس. رستي تي هن کي اها ڳالهه سجهي آئي هئي ته پوليس ضرور نڪولائي جي ڪپڙن بدلائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي هوندي ۽ ضرور مارڪيٽ ۾ جاسوس ڇڏيا هوندائين. تڏهن ئي پاڻ شڪ دور ڪرڻ لاءِ فرضي مڙس ڏانهن اشارو ڪيائين، جيتوڻيڪ دڪاندارن سنديس

ڳالهين تي غير ڪو ڌيان ڏنو. هوءَ ڪپڙا وٺي يگور جي گهر آئي. هوءِ نڪولئيءَ کي شهر جي ٻاهر تائين اپڙائڻ هلي. ٻئي جڻا الڳ الڳ گهٽين جي پاسن کان هلندا هليا. هڪ سڄي گهٽيءَ ۾ ڪين ساشينڪا گڏي ۽ ماءُ نڪولئيءَ کان ڪنڌ جي اشاري سان موڪلائي پنهنجي گهر ڏانهن رخ رکيو.

”پاشا ائنڊريءَ سان گڏ جيل ۾ آهي!“ هن دکيءَ دل سان سوچيو.

الگزئي هن کي عجب مان چيو، ”توکي خبر آهي يگور جي حالت نازڪ آهي، بلڪل نازڪ. ليڊميلا هن کي اسپتال وٺي ويئي آهي. تنهنجي لاءِ چٺي ويئي آهي ته جلد وٽس اسپتال ۾ وڃ.

”ٺيڪ آهي.“

”مان به يگور وٽ ايندس.“

”سو هو مري رهيو آهي — مري رهيو آهي،“ خطرناڪ ويچار زور سان ماءُ جي دماغ ۾ وڃڻ لڳو.

پر جڏهن اسپتال جي صاف ستري ڪمري ۾ يگور کي هنڌ تي ويهي وهاٽي کي ٺيڪ ڏيئي کلندو ڏٺائين ته دلجاءِ ٿيس. هو ڊاڪٽر سان مسخري ڪري رهيو هو. ڊاڪٽر جي وڃڻ بعد ماءُ کي چيائين، ”موت مون ڏانهن آهستي هڏ پڏ ڪندو وڌندو ٿو اچي. ڊاڪٽر کي ڏک ٿو ٿئي. مان ڳالهيون ۽ رلٽو ملٽو جو آهيان.“

”يگور، توکي ماٺ ۾ رهڻ کپي،“ ماءُ هن جو هٿ پڪڙيندي چيو.

”ترس، امان، مان جلد ماٺ ٿي ويندس.“

هو ڳالهائيندو رهيو. وچ وچ ۾ بيهوش به ٿيندو رهيو.

”تو سان ڳالهائڻ ۾ مزو ٿو اچي، امان! تنهنجو چهرو ٻهڪي رهيو آهي، تنهنجين اکين ۾ عجيب چمڪ آهي.

مان پاڻ کان پڇندو آهيان، ’ان جو نتيجو ڇا نڪرندو؟‘

جيل، جلاوطني ۽ سوين مصيبتون تنهنجو انتظار ڪري رهيون آهن. تون جيل کان نه ٿو ڊڄين؟"

"نه،" ماءُ نرماڻيءَ سان جواب ڏنو.

"پر نيٺ به جيل نيچ جڳهه آهي. منهنجي صحت جيل ۾ خراب ٿي. توکي سچ ٻڌايان، مان مرڻ نٿو چاهيان."

"تون نه مرندين،" ماءُ چوڻ چاهيو پر هن جي منهن تي نظر پوندي لفظ زبان ۾ اٽڪي پيس.

"مان ڪهڙو نه ڊڪي آهيان،" يگور چيو. هن اکيون بند ڪيون ۽ چپ ٿي ويو. ماءُ هن جي ساهه کڻڻ جو آواز ٻڌندي رهي. پوءِ چوطرف نهاريائين. ڪي گهڙيون بنا حرڪت جي ويٺي رهڻ کان پوءِ گهٻرت کائڻ لڳي.

دروازي جي خبرداريءَ سان بند ٿيڻ جي آوازن تي ماءُ جاڳي ۽ يگور جي مهربان کليل اکين ڏانهن ڏٺائين.

"مون کي ڪجهه گهڙيون ننڊ کڻي ويئي؛ مون کي معاف ڪر،" ماءُ چيو.

"۽ تون مون کي معاف ڪر،" يگور به آهستي چيو. دروازي وٽان ليڊملا جو آواز آيو.

يگور هن ڏانهن نظر ڦيرائي ۽ بدن کي چورڻ جي ڪوشش ڪندي ڇاتيءَ تي هٿ رکيائين.

"ڇا هي؟" ليڊملا چيو ۽ ڏانهنس ڊوڙي آئي. يگور اکيون کپائي ماءُ ڏانهن ڏسندو رهيو. هن جون اکيون وڌيڪ ويڪريون هيون ۽ انهن ۾ چمڪ به وڌي ويئي هئي.

"نرس" يگور ٻڻ ٻڻ ۾ چيو.

وات کولي هن ڪنڌ مٿي ڪيو ۽ هٿ اڀو جهليائين. ماءُ خبرداريءَ سان آن کي قابو جهليو، ۽ يگور ڏانهن نهاريندي پنهنجو ساهه روڪي ڇڏيائين.

"مون کي هوا ڏيو،" يگور ٻڻ ٻڻ ڪئي.

يگور جي بدن ۾ لرزش ٿي ۽ سندس ڪنڌ ڪلهي ڏانهن

لڙي ويو.

”منهنجا پيارا!“ ماءُ هن جي هٿ کي، جو ڳورو ٿيل هو، زور ڏيندي چيو.

ليڊملا آهستي هٿ ڪڍي پري هلي ويئي. دريءَ وٽ بيهي سامهون ڏسندي رهي.

”هو مري ويو آهي،“ ليڊملا غير رواجي وڏي آواز ۾ چيو. هوءَ جهڪي، ڇو ته دريءَ جي چانئٺ تي ڪهڙيون جهليائين ۽ چيائين، ”هو مري ويو. هو شڪايت ڪرڻ کان سواءِ مردانگيءَ وارو موت مئو.“ اوچتو ڄڻ ڪا ڀاري ڌڪ لڳڻ تي هوءَ گوڏن ڀر ڪري پيئي، پنهنجو منهن هٿن سان ڍڪيائين ۽ رئڻ لڳي.

## ( 27 )

ماءُ يگور جا هٿ هن جي ڇاتيءَ تي سنوان رکيا ۽ هن جي مٿي کي ٺيڪ ڪيائين. پوءِ اکيون آڪهي هوءَ ليڊملا ڏانهن وڌي ۽ ماٺ ميٺ ۾ هن جي گهاٽن وارن تي هٿ ڦيرڻ لڳي. ليڊملا آهستگيءَ سان ڪنڌ ڦيرايو. هن جون اکيون بيمارن جهڙيون کليون. هوءَ پيرن تي اٿي بيٺي ۽ ڏڪندڙ چپن سان چيائين، ”مان هن کي گهڻي وقت کان سڃاڻان. اسان گڏ جلاوطن هئاسين. اسان گڏ پيدل وياسين، جيل ۾ به گڏ رهياسين؛ بعضي زندگي ڪٺن، بلڪل مشڪل ٿيندي هئي.“

ليڊملا سڏڪن کي روڪيو. منهن ماءُ ڏانهن وڌائي لڙڪ ڀري پڻ پڻ جهڙي جهڪي آواز ۾ چيائين، ”تنهن هوندي به هو سدائين خوش مزاج هوندو هو، هو چرچا ڪندو هو ۽ کلندو هو. پنهنجين مصيبتن کي مردانگيءَ سان منهن ڏيندو هو، ڪمزورن کي ڌيرج ڏيندو هو. هن جي زندگي بلڪل ڏکي گذري، پر ڪنهن هن کي شڪايت ڪندو نه ٻڌو.“

ليڊملا يگور ڏانهن وڌي، نمڙي ۽ هن کي چمي ڏنائين.

هن جو آواز ڳورو هو جڏهن ٻڻ ٻڻ ڪيائين.

"ڪامريڊ، منهنجا پيارا، پيارا دوست، مان سڄيءَ دل سان تنهنجا شڪرانا ٿي بجا آڻيان. الوداع! مان ائين ڪم ڪندي رهنديس جيئن تون ڪندو رهئين. سڄي عمر، بنا ڪنهن شڪ شبهي جي الوداع!"

ليڊملا يگور جي هنڌ تي پيرانديءَ کان پنهنجو سر رکي ڇڏيو. ماءُ گونگا ڳوڙها ڳاڙيندي رهي.

ڊاڪٽر "آئيون ڊئنلوچ" اندر گهڙي آيو. هو اوچتو ڪمري جي وچ ۾ بيهي رهيو. پنهنجن کيسن ۾ هٿ وجهي چيائين، "ڇا گهڻو وقت ٿيو؟"

ليڊملا ۽ ماءُ ٻنهي مان ڪنهن به جواب نه ڏنو.

ليڊملا اٿي ۽ دريءَ ڏانهن ويئي. ماءُ پنهنجو منهن مٿي ڪيو ۽ ٿڌو شوڪارو ڀري چوڌاري ڏٺائين. گهڙي ڪن پوءِ ٽيئي ڄڻا هڪ ٻئي جي ٻنهه لڳو لڳ کليل دريءَ وٽ بيٺا سامهون نهاريندا رهيا. ليڊملا ماءُ جو هٿ جهليو ۽ پنهنجو ڪنڌ نئڙائي ڇڏيائين. ڊاڪٽر چپن کي چڪ پاتو ۽ پنهنجي چشمي جي شيشن کي رومال سان صفا ڪرڻ لڳو. ليڊملا ڏڪي رهي هئي، ماءُ هن جي ڳلن تان ڳوڙها وهندا ڏٺا. ٽيئي دريءَ وٽ بيهي اونده ۾ تڪيندا رهيا.

ماءُ پنهنجي موجودگي اڻ گهربل سمجهي ۽ خبرداريءَ سان پنهنجو هٿ ڇڏائي، يگور اڳيان نوڙي دروازي ڏانهن ويئي.

"تون وڃين ٿي؟" ڊاڪٽر ڪنڌ لوڏڻ کانسواءِ پڇيو"

"ها."

گهٽيءَ ۾ هلندي ماءُ کي ليڊملا تي قياس اچڻ لڳو جا لڳاتار ڳوڙها ڳاڙي رهي هئي. ويچاري ٿڪي هاڻ رڙيون به نٿي ڪري سگهي.

ماءُ ٻيو ڏينهن سڄو مڙهه کي دفن ڪرڻ جي تيارين ۾ مشغول رهي. شام جو جڏهن ٻاڻ، اليگزئي ۽ صوفيا چانهه پيئندي

يگور بابت ڳالهيون ڪري رهيا هئا تڏهن ساشينڪا آئي. هوءَ نهايت خوش ٿي ڏٺي؛ ڳلن تي سرخي ڊوڙي آئي هيس، اکين ۾ هيس خوشيءَ جي عجيب چمڪ، هن کي ڪنهن خوشيءَ پوري اميد بود ۾ آئي ڇڏيو هو. هن جي ملول چهري ۽ سنديس ڀڪندڙ مکڙي جي رونق پنهنجي تفاوت سان ظاهر ٿي ٿي بيٺي. هن جي جذبات ڏکي ٿي اٿي ۽ سندن اولادهن دلين ۾ آگ جو شعاع ٿيو. لڪوليءَ گنڀيرتا سان پنهنجيون آڱريون ميز تي رکيون ۽ مرڪڻ جي ڪوشش ڪيائين.

"تون اڄ پنهنجي پاڻيءَ ۾ نه آهين، ساشا."

"شايد،" هن خوشيءَ مان ٽهڪ ڏنو.

ماءُ تنبيهه ڀريءَ نگاه سان هن ڏانهن ڏٺو ۽ صوفيا عجب ظاهر ڪندي چيو، "اسين يگور بابت بات چيت ڪري رهيا هئاسين."

"نهايت خوش خلق عجب ماڻهو آهي، نه؟" ساشينڪا چيو هن ڪڏهن به ڏکن ڏاکڙن اڳيان هار نه ميجي آهي. مون هن کي چرچا ڪندو ئي ڏٺو آهي. ۽ ڪهڙو نه محنتي! هو انقلاب جو فنڪار آهي جو انقلابي خيال جوڙيندو ٿو رهي. مان هن جي ڏاڍي ٿورائتي آهيان. مان ڪڏهن به هن جي خوش خلقي ۽ چمڪندڙ اکين کي فراموش ڪري نه سگهنديس. ۽ شڪ جي وقت هن جا ويچار مون مٿان اثرانداز رهندا. مان هن کي پيار ڪندي آهيان."

هن جي اکين ۾ ڏک ڀري مرڪ هئي مگر هن جي نگاهن جي آگ اڃا نه اجهامي هئي.

"۽ هو مري ويو!" صوفيا هوربان چيو.

ساشينڪا جي اکين جي رونق ڦري ويئي پاڻ ته هن کي وشواس نٿي آيو، اکين سان وري پڇڻ ٿي چاهيائين. پوءِ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيائين. ٿوري دير خاموش هٿن سان وار سنواريندي رهي.

"هو مري ويو؟" هن پڇيو. وري چيائين، مون کي اعتبار

ڪرڻ ڏکيو ٿو لڳي."

"پر اها حقيقت آهي،" ايڪزنيءَ ورائيو.

ساشينڪا اٿي، ڪمري ۾ پسار ڪرڻ لڳي. اوچتو پنهنجي عجيب آواز ۾ چيائين، "مرڻ جو مطلب ڇا آهي؟ ڪير مئو؟ ڇا پگهار لاءِ منهنجي عزت مئي؟ منهنجو پنهنجي ساٿيءَ لاءِ پيار مئو؟ هن جي محنت مري ويئي؟ ڇا اسان جي دلين ۾ سورهيه ساٿيءَ جا اثر ۽ يادگيريون مري ويون؟ مون کي خبر آهي ته منهنجي دل ۾ هن جي سڀائين جون يادگيريون مري نٿيون سگهن. مون کي ائين ٿو لڳي ته اسين جلدبازي ٿا ڪريون جڏهن ڪنهن بابت چئون ٿا ته هو مري ويو. اسين وساري ٿا وهون ته زنده دلين ۾ سڀ ڪجهه حيات رهڻ کپي. انساني لاش سان اهو ڪي دفن ڪرڻ جي تڪڙ نه ڪريو جو هميشه زنده آهي، سدائين روشن آهي. گرجا ختم ٿي، ٿي وڃي پر خدا امر آهي."

پنهنجن جڏهن جي اچڻ ٿوڻ تي ساشينڪا ويهي رهي، لونهون مهز تي رکيائين ۽ جهڪي آواز ۾ تهائين گهيرتا سان ڳالهائڻ جو سلسلو جاري رکندي چيائين، "ٿي سگهي ٿو، مان بيوقوفي بڪندي هجان. پر حياتي پنهنجي عجيب موجهاري سان مون کي مخمور ٿي ڪري..."

"اڄ ڇا توکي ڪا سڀائي نصيب ٿي؟" صوفيا مرڪندي پڇيو.

"ها،" ساشا ڪنڌ ڏوڻي چيو، "مان سڄي رات نڪولئيءَ سان ڳالهائيندي رهيس. مان هن سان ڳالهائڻ پسند ڪانه ڪندي هيس. هو خشڪ ۽ بي‌مروت لڳندو هو. غصي مان صرف "مان" "مان" پيو ڪندو هو. هاڻ هو چوي ٿو، "ساٿي" ۽ ڪهڙي نه مڏر نرم نموني! هينئر هو ڪشاده دل بڻجي پيو آهي. هن پنهنجي طاقت جو اندازو لڳايو آهي. سڀ ڪان وڌيڪ هن ۾ ساٿيپڻي جي صحيح امنگ جاڳي آهي."

ماءُ ڌيان سان ساشا کي ٻڌندي رهي. ڪيس خوشي ٿي رهي

هئي ته جا ڇوڪري ڪنهن زماني ۾ رڪو روح هوندي هئي سا خوش مزاج ٿئي پيئي هئي، تڏهن به هن جي آتما جي ڪنهن اونهي حصي ۾ ويچار آئيو، ”پاشا ڇا ۾ ڪهٽ آهي؟“

”نڪولائيءَ جو دماغ مڪمل طرح پنهنجن ساٿين جي ويچارن سان ڀريو پيو آهي. هو چوي ٿو — هنن کي بچائڻ بلڪل سولو آهي.“

اليگزئي گنڀير نوع ۾ چيو، ”جيڪڏهن هنن کي بچائڻ ممڪن آهي ته ان باري ۾ به رابطي ٿي نٿا سگهون. پر ان ڏس ۾ ڪجهه به ڪرڻ کان اڳ ۾ جيل وارن ساٿين کان پڇڻ کپي ته ڪين پڇڻ پسند آهي يا نه.“

”ڀلا ائين به ٿي ٿو سگهي جو هو ڀڄڻ لاءِ خواهشمند نه هجن؟“ ماءُ ٿڌو شوڪارو ڀري چيو. صوفيا مرڪي ڪنڌ ڌوڻيو ۽ دريءَ وٽ وڃي بيٺي. ماءُ سمجهي نه سگهي ته پڻ سنديس ويچار جي پٺڀرائي ڇو ڪين ڪئي ۽ منجهيل منهن سان هنن ڏانهن ڏسندي رهي.

”مون کي نڪولائيءَ سان ڳڌجڻو هوندو،“ اليگزئي چيو.

”چڱو. مان سڀاڻي ٻڌائينديسانءِ ته تون هن کي ڪڏهن ۽ ڪٿي ڳڌجي سگهندين،“ اهو نتاشا جو آواز هو.

ڪمري ۾ پسار ڪندي صوفيا پڇيو، ”ها هو ڇا ڪندو؟“

”اهو فيصلو ڪيو ويو آهي ته ڪمس لئون پرنٽنگ پريس ۾ ڪمپازيٽر بڻايو وڃي. تيستائين هو پيلي ۾ ئي رهندو.“

ساشا جي منهن تي دستوري سنجيدگي ڇانئجي وئي. هن جو آواز وري گنڀير ٿي ويو. ماءُ ٻاسڻ ڌوئي رهي هئي. اليگزئي هن وٽ وڃي ويو ۽ چيائين، ”تون پرينهن پاشا سان ملڻ ويندينءَ. تون هن کي منهنجو پرزو پهچائج. سمجهيئي؟“

”مان سمجهان ٿي،“ ماءُ وراڻيو، ”مان پرزو باسلامت هن کي پهچائينديس. اهو ته منهنجو ڌنڌو آهي.“

”مان وڃان ٿي،“ ساشا چيو ۽ سڀني سان هٿ ملايائين.

پوءِ هلي ويئي.
”غريب ڇوڪري!“ صوفيا نرم لهجي ۾ چيو.

# ( 28 )

ٻئي ڏينهن صبح جو ماڻهن جو انبوهه اسپتال جي ڦاٽڪ ٻاهران اچي جمع ٿيو. جاسوسن جو ڊنبلو ماڻهن جي وچ ۾ ڦرڻ لڳو. پوليس وارن جو تعداد به بيشمار هو.

ڦاٽڪ کليو ۽ هارن ۽ ڳاڙهين ربنن سان جهنجهيل ڪفن ٻاهر آندو ويو. ماڻهن ٽوپلا لاٿا. پوليس عملدار پوليس وارن سان گڏ ڪفن کي وڪوڙي ويو.

”اهي ربينون لاهي ڇڏيو“ پوليس عملدار حڪم ڏنو.

ماڻهن کي جوش وٺي ويو. هو نعرا هڻڻ لڳا.

ماءُ جي پرسان ٻيٺل هڪ جوان چيو، ”هو اسان کي پنهنجي ساٿيءَ کي پنهنجي مرضيءَ مطابق دفن ڪرڻ به نٿا ڏين.“

”ربنون لاهيو“ پوليس عملدار گرجي چيو.

هڪ وڏو تکو آواز ماڻهن جي گوڙ مٿان غالب پئجي ويو، ”اسان پنهنجي ان ساٿيءَ جي آخري سفر ۾ دست اندازي نٿا چاهيون، جنهن کي اوهان سختيون ڏئي موت جي گهاٽ تي پهچايو آهي.“

پوليس وارن جو تعداد وڌندو ويو. مڙهه تان ربنون لاٿيون ويون ۽ هار لوڙيا مروٽيا ويا.

”الوداع، ساٿي، الوداع!“ ٻن ٽن گڏجي راڳ ڳائڻ شروع ڪيو.

”راڳ نه ڳايو،“ ٻيو آواز ٿيو، ”ساٿيو اسين خاموش رهندا سين.“

ارٿي کڻئي ويئي. جلوس چپ چاپ قبرستان ڏانهن وڌيو. پوليس عمدار جي پٺيان پوليس وارا به جلوس سان گڏ هلندا هليا.

مڙهه کي دفنائڻ بعد تازي قبر مٿان هڪ ڊگهو، وڏن وارن سان مٿي اگهاڙو، زرد چهري وارو نوجوان بيٺو ۽ چيائين، ”سائيو!“

”مان پنهنجي بالا عملدار جي هدايتن هيٺ اوهان کي تقريرون ڪرڻ نه ڏيندس،“ پوليس عملدار چيو.

”مان صرف ٻه چار لفظ چوندس،“ نوجوان ماٺيڻي نوع ۾ چيو. پوءِ ماڻهن کي مخاطب ٿي چيائين، ”سائيو، اهو ته پنهنجي اُستاد ۽ سائيءَ جي قبر مٿان اسين قسم کڻون ته سندس آدرش کي ڪڏهن به نه وساريندا سين. اسان مان ڪنهن کي به ڏيهه جي مڙني مصيبتن جي پاڙ - زار شاهيءَ جي قبر کوٽڻ ۾ ڪا ڪسر باقي ڇڏڻ نه کپي.“

”هن کي گرفتار ڪريو!“ عملدار رڙ ڪئي.

سندس آواز ماڻهن جي نعرن جي للڪار ۾ ٻڏي ويو.

”زارشاهي مرده باد!“ ”نادر شاهي مرده با-.“

پوليس تقرير ڪندڙ کي وڪوڙي ويئي. هو ماڻهن ڏانهن هٿ لوڏي للڪار ڪري رهيو هو، ”آزادي زنده باد - اسان ان لاءِ زنده رهندا سين ۽ مرندا سين.“

ماءُ عارضي ڏپ وچان پنهنجون اکيون پوري ڇڏيون. شور و غل سنديس ڪن ٻوڙا ڪري ڇڏيا. سنديس پيرن هيٺان ڌرتي ڌڏڻ لڳي.

اچانڪ هن کي تقرير ڪندڙ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، ”سائيو، ماٺ ۾ رهو! مون کي وڃڻ ڏيو.“

ماءُ اکيون کوليون. ڏٺائين ڪانئس ٿورو پرڀرو قبرن جي وچ ۾ پوليس وارا نوجوان کي گهيرو ڪري بيٺا هئا ۽ ماڻهن جي انبوهه کي پري ڌڪي رهيا هئا. پوليس وارن هوا ۾ فائر ڪيا. ماڻهو جوش ۾ رڙيون ڪندا رهيا.

نوجوان پنهنجو پيلو چهرو مٿي کنيو ۽ گنڀير انداز ۾ چيائين، ”سائيو! اوهان پنهنجي طاقت اجايو ڇو ٿا وڃايو؟“

هن جي ڳالهائڻ جو ماڻهن تي اثر ٿيو. اهو ڌڪا ڏيندا اُٿيا ۽ ڪري هو يونٽي هٽڻ لڳا. ماڻهو اڳتي وڌي . هن ڏٺو ته الهڪزني ماڻهن کي چئي رهيو، ”ڇا اوهان جو عقل ڪسجي ويو آهي؟ پاڻ تي ضابطو رکو.“

ماڻهو ڏٺو هن جو هٿ رت سان ڳاڙهو هو.

”الهڪزني، هليو وڃ!“ ماڻهو رڙ ڪئي ۽ هن ڏانهن وڌي.

”تون ڪيڏانهن ٿي وڃين؟ هو توکي ڏک ڏيندا.“

هوءَ بيهي رهي. صوفيا اچي سنديس ڪلهي تي هٿ رکيو. هن کي مٿي تي ڌوپاڻ نه هو، سنديس جڪيٽ ڪليل هو ۽ هن جو پيو هٿ هڪ نينگرات کي جهلي بيٺو هو.

صوفيا ماڻهو کي چيو، ”هن جي سنڀال ڪر. اسان جي گهر وڃي وڃنس. هي رومال وٺ. سنديس زخمل منهن کي ٻڌ.“

پوءِ ماڻهو جي هٿ ۾ رومال ڏيندي چيائين، ”هتان جلدي وڃو نه ته پوليس اوهان کي گرفتار ڪندي.“ ائين چئي صوفيا هلي ويئي.

ماڻهو سڄي قبرستان ۾ ڇڙوڇڙ ٿي ويا هئا. پوليس ڪين قبرستان کان ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

ماڻهو رومال سان نينگر جو منهن اگهيو ۽ چيائين، ”هل ته تڪڙا هلون. تنهنجو نالو ڇا آهي؟

”آئون.“ نينگر جي وات مان رت وهي نڪتو. ”چنتا نه ڪر. مان پاڻ کي زخمي محسوس نٿو ڪريان. پوليس واري مون کي ڏک ڏنيو، موت ۾ مون ڏک وهائي ڪڍيو مانس.“

”تڪڙو هل،“ ماڻهو زور ڀريو.

هو قبرستان جي ڦاٽڪ ڏانهن وڌيا. ڦاٽڪ کان ٻاهر نڪري ماڻهو چيو، ”اچ ته مان تنهنجي زخم کي پٽي ٻڌان.“

”ڪا ضرورت ڪانهي. مان جي ان سان ڏٺو ويندس ته

ڪا شرمندگي محسوس نہ ڪندس."

ماءُ ٽڙ ٽڪڙ ۾ هن جي زخم تي رومال ٻڌو. پوءِ هن کي ٻانهن کان وٺي ميدان ڏانهن هلي. ٿينگر پنهنجو وات وٽان رومال سرڪائي چيو، "ڪامريڊ، تون مون کي ڪيڏانهن ٿي وٺي وڃين؟ مان پاڻهي وڃي سگهان ٿو."

پر ماءُ ڏٺو تہ هن مٿان بيهوشي غالب پئجي رهي هئي، هن جون ٽنگون ڏڪي رهيون هيون ۽ هن جا هٿ نستا ٿي رهيا هئا. هن جو آواز جهڪو هو. ماءُ جي جواب جو انتظار نہ ڪري هو چئي رهيو هو، "مان لوهار آهيان، تون ڪير آهين؟ يگور جي پرسان اسين ٽي لوهار گول ٺاهي ويٺا هئاسين. اسين هن کي ڏاڍو گهرندا هئاسين، شال هو سدائين امر رهي!"

ميدان لتاڙي ماءُ هڪ گاڏيءَ واري کي سڏ ڪيو ۽ آئون کي هٿ جو سهارو ڏيئي گاڏيءَ ۾ وهاريائين.

## ( 29 )

ماءُ گهايل ٿينگر آئون کي ساڻ وٺي گهر پهتي تہ ڏٺائين تہ اليگزنڊي، صوفيا ۽ ڊاڪٽر ڊنيلوويچ اتي اڳ ۾ ئي پهچي چڪا هئا. هنن جي پهچندي ئي ڊاڪٽر ۽ صوفيا گڏجي آئون جي ملم پٽي ڪئي. اليگزنڊي ماءُ کي ٿڪل ڏسي ساڻ چانهہ ڪاڙهي.

واندا ٿي چار ئي ڄڻا ويٺا تہ ڊاڪٽر چيو، "اسان کي پنهنجي ڪم جو دائرو وسيع ڪرڻو پوندو، وڌيڪ پرچار ڪرڻو پوندو."

اليگزنڊيءَ چيو، "سڀني هنڌان شڪايتون اچي رهيون آهن تہ ساهتيہ جي ڪمي آهي ۽ اسان اڃان تائين نئين پريس جي اسٿاپنا ڪري نہ سگهيا آهيون. ليودملا پاڻ کي ڪافي پريشان ڪري رهي آهي. هن کي مدد نہ ملي تہ هوءَ بہ لڙهي ويندي."

”نڪولئيءَ جي باري ۾ ڪهڙو ويچار آهي؟“ صوفيا پڇيو.
”هو شهر ۾ رهي نٿو سگهي. هو تڏهن ئي ڪم شروع ڪري سگهندو جڏهن نئين پريس اسٽارن ٿي ويندي، ۽ ان جي لاءِ به وڌيڪ هڪ چٺي جي ضرورت آهي.“
”ڇا مان ڪم نٿي اچي سگهان؟“ ماءُ آهستگيءَ سان پڇيو.
ٽنهي ڄڻن هن ڏانهن خاموش نگاهن سان تڪيو.
اليگزئيءَ چيو، ”نه، تنهنجي لاءِ ڏاڍو سخت ڪم ٿيندو. نلوونا! توکي شهر کان ٻاهر رهڻو پوندو ۽ تون پاويل سان گڏجي نه سگهندينءَ....“
ماءُ ابو ساهه کڻي چيو، ”پاشا لاءِ اهو وڏو نقصان نه ٿيندو. منهنجي لاءِ ته اهي ملاقاتون مصيبتون آهن، اهي منهنجي دل چيري ٿيون ڇڏين. مان هڪ بيوقوف جي طرح پنهنجي پٽ جي سامهون بيٺي هوندي آهيان، واردن مون کي هن سان چڱيءَ طرح ڳالهائڻ ئي نه ڏيندا آهن.“
اليگزئي ڳالهه جو رخ بدلائي ڊاڪٽر کان پڇيو، ”ڇا سوچي رهيو آهين؟“
”سوچي رهيو آهيان ته اسان جو تعداد ڪيترو نه ٿورو آهي،“ ڊاڪٽر خشڪ نوع ۾ چيو، اسان کي پنهن جو ڪم وڌيڪ اتساهه سان ڪرڻ کپي. پاويل ۽ انڊريءَ تي زور آڻڻ کپي جيئن هو ڀڄڻ لاءِ آماده ٿين. سندن ضرورت ٻاهر وڌيڪ آهي.“
ماءُ محسوس ڪيو ته هنن کي سنديس پٽ جي باري ۾ ڳالهائڻ ۾ ڪي قدر دقت ٿي ٿئي. هوءَ پنهنجي ڪمري ۾ هلي ويئي. پر هوءَ به ويچارن کان جند ڇڏائي نه سگهي. هن پنهنجي پٽ کي آزاد ڏسڻ ٿي چاهيو پر ساڳئي وقت هن کي آزاد ڪرائڻ جي خيال ڪمس ڊيڄاريو ٿي. هن کي لڳو ته سنديس ارد گرد هلچل زور پڪڙي رهي هئي ۽ وڏي ٽڪر جو انديشو هو. هن اهي لفظ هر هر ٿي ٻڌا جن ڪنهن وقت ڪمس پڙهيت ٿي ڪيو. فساد،

سما جواد، سياست، انقلاب. ماڻهو پنهنجي ماٺڪائي ڇڏي هر ڳالهه ۾ دلچسپي وٺي رهيا هئا. وڏي پئماني تي ماڻهن ۾ بيداري اچي وئي هئي ۽ منجهن نواڻ لاءِ بک هئي. ماءُ خوش ٿي ٿي ته ڀلي به ٿي. خوشي ان ڳالهه جي هئس ته ماڻهن اهو سندس پٽ جهڙو ڪارج ٿي سمجهيو ۽ ڊپ ان ڪري هوس ته جيڪڏهن هو جيل مان نڪرندو ته هو ماڻهن جي اڳيان خطرناڪ جڳهه تي ٿي بيهندو ۽ چڪناچور ٿي ويندو.

ٻئي ڏينهن منجهند جو ماءُ پاويل سان ملڻ لاءِ وئي. جيل آفيس ۾ پٽ جي سامهون وهندي هڪ موقعي جي تاڙ ۾ هئي ته هٿ ۾ مضبوط جهليل پرزو پٽ کي پهچائي. نيٺ وارڊن جي نظرن کان پاڻ بچائي هن اهو پرزو پاويل کي پهچايو. ڳالهيون ڪندي ڪندي هن کي يگور جي موت، قبرستان ۾ ماڻهن ۽ پوليس جي وچ ۾ ٿيل ڪشمڪش جو احوال ڏنائين. گڏوگڏ انڪل سان هن کي نڪولائيءَ جي ڀڄڻ، وڃڻ پهچڻ، هن کي لڪائڻ ۽ هن جي آئينده جي ڪم بابت هدايائين.

ماءُ گهر پهتي ته ڪيس ساشا گڏي. هوءَ رواجي طرح نلوونا وٽ انهن ڏينهن تي ايندي هئي جڏهن ماءُ پاويل سان ملاقات ڪري موٽندي هئي.

”هو ڪيئن آهي؟“ ساشا پڇيو.

”ٺيڪ آهي.“

”تو هن کي پرزو ڏنو؟“

”مون چالاڪيءَ سان اهو هن جي هٿن ۾ ڏنو.“

”هن اهو پڙهيو؟“

”وارڊن جي روبرو ڪيئن ٿي پڙهي سگهيو؟“

”مون کان ته اها ڳالهه وسري وئي! اسان کي هڪ هفتو ترسڻ کپي. تون سمجهين ٿي ته هو ڀڄڻ لاءِ رضامند ٿيندو؟“

”مان سمجهان ٿي، ٿيندو- جيڪڏهن ان ۾ ڪو خطرو نه هوندو.“

"مان سمجهان ٿي، هو قبول نه ڪندو. تون مڃائجانس. چئجانس ڪارج لاءِ هن جي ضرورت آهي. مون کي ڊپ آهي، جيل ۾ بيمار ٿي پوندو. توکي ته خبر آهي، ڇهه مهنا ٿيڻي ويا آهن ۽ سندس مقدمي جي تاريخ مقرر نه ٿي آهي."

"پر هو ته ڪنهن جي پڌندو ئي ڪونهي."

"تون درست ٿي چوين،" ساشا اپو ماءُ کي چيو، "خير..."

تنهن کان پوءِ هو آئون، زخمي نينگر کي ڪارائڻ ۾ لڳي وئيون. هن جو ڪپهاءُ ٺيڪ ٿي رهيو هو. آئون ماءُ کان پڇيو، "ڪامريڊ، تنهنجو نالو ڇا آهي؟"

ڪامريڊ لفظ ماءُ کي لوڏي ڇڏيندو هو ۽ سنديس چپن تي مرڪ ڊوڙي ايندي هئي.

"تون منهنجو نالو ڇو ٿو ڄاڻڻ چاهين؟" ماءُ پڇيو.

"تون پاويل ولاسو کي سڃاڻين؟ هو پهريون شخص هو جنهن مئي ڏينهن تي اسان جي پارٽيءَ جو جهنڊو بلند ڪيو مان حاضر ڪونه هوس. اسان شهر ۾ جلوس ڪڍڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئاسين جا ناڪامياب وئي. پاويل جيل ۾ ويو ته هن جي ماءُ پارٽيءَ جي ڪم کي جنبي وئي ۽ پارٽيءَ ۾ شامل ٿي. جن هن کي ڏٺو آهي سي چون ٿا عجيب پلڻي عورت آهي."

ماءُ مرڪيو. هن جي جيءَ ۾ آيو ته هن کي ٻڌائي ته "مان ئي پاويل جي ماءُ آهيان." پر پاڻ تي ضابطو رکي ورتائين. ماءُ هن ڏانهن ڪي قدر جهڪي پاپوهه مان چيو، "ذرا وڌيڪ کاءُ. جلد ٺوپنو ٿيءُ. ڪارج لاءِ تنهنجي ضرورت آهي."

شام جو صوفيا ماءُ کي چيو، "نلوونا، توکي هڪ دفعو وري ديهات ۾ وڃڻو پوندو."

"ڪڏهن؟"

"ڳوٺ نينڌو جيڪڏهن سڀاڻي ئي وڃين. وڃي سگهندينءَ؟"

"ها."

"نهال جي گهوڙي گاڏيءَ تي چڙهي وڃ،" اليگزئيءَ

چيو، ”۽ اڳهين کان نرالو ڍنگ وٺي نڪولسڪ ضلع کان ڦري وڃج.“

”نڪولسڪ وارو رستو ڏکيو آهي ۽ جيڪڏهن گهوڙي گاڏيءَ تي وينديون ته مهانگو پوندو.“ اهو صوفيا جو رايو هو.

”مان عام طرح هن جي اوڏانهن وڃڻ جي حق ۾ نه آهيان؛“ اليگزنڊرءَ چيو، ”اتي ڪافي بي آرامي آهي. ڪي گرفتاريون به ٿيون آهن. رائيبن پڪ ٿي بچي ويو. تڏهن به اسان کي خبردار ٿيڻ کپي. اسان کي ٿورو وقت تحمل ڪرڻ کپي.“

”ساڳئي وقت اسان کي ساهتيه به ته ورهائڻ کپي،“ صوفيا چيو، ”تون ڏچهن ٿي، نلووونا؟“

ماءُ کي جان تان مٺيان لڳي. ”مان ڪڏهن ڏني آهيان؟“ هن پڇيو، ۽ اهو ساه پري ڇمائين، ”مون کي ڪو ڏپ نه آهي. اهي ماڻهو ڏچندا آهن جن وٽ ڪي هوندو آهي. مون وٽ ڇا آهي؟ هڪ پٽ. مان هن لاءِ ڏچندي هئس. جڏهن سختيون نه آهن تڏهن؟“

”توکي ڇڙ لڳي؟ مون کي معاف ڪر. اڳتي مان ائين نه چوندس.“

ماءُ کي ڪلٺو ٿي پيو ۽ ٿورن منٽن جي اندر ٽنهي ڄڻا ديهات جي سفر بابت نهايت سٺي نموني بات چيت ڪرڻ لڳا.

## ( 30 )

ٻئي ڏينهن ماءُ ٽپال واري گهوڙي گاڏيءَ ۾ چڙهي رائبن جي ڳوٺ ڏانهن رواني ٿي. لڙيءَ منجهند جو هوءَ نڪولسڪ ڳوٺ ۾ پهتي. مسافرخاني ۾ ٻڪو بينچ هيٺان رکي هوءَ چانهه پيئڻ لڳي. ڪمري جي دريءَ کان ٻاهر نهاريائين ته سنديس حيرت نه رهي. سامهون واري چونڪ ۾ پوليس وارا رائيبن کي گرفتار ڪري بيٺا هئا. اردگرد ماڻهن جو هجوم بيٺل هو. ماءُ ٻاهر لڪتي

۽ ڇوڪرا ڏانهن وڌڻ لڳي. راڻيءَ جذباتي ڍنگ ۾ چئي رهيو هو، ”ڪسان ساٿيو! پٽرن ۾ جيڪي لکيل آهي ان تي وشواس ڪريو. مون کي انهن پٽرن ورهائڻ ڪري گرفتار ڪيو ويو آهي. سڏ ن آهي مون کي پنهنجي حمايتي وڃائڻي پوي. مان هر گهاءُ لاءِ تيار آهيان. انهن پٽرن ۾ سچ آهي ۽ سچ اسان کي اسان جي روزيءَ کان، اسان جي جيون کان به وڌيڪ پيارو نه ڪيو.

پوليس سارجنٽ اڳتي وڌي هن کي وارن کان وٺي گهلڻ لڳو. راڻيءَ چيو، ”ڏسو ڀلمانسو....“

”خاموش رهه!“ سارجنٽ چلايو.

پوليس وارا هن کي مارڻ لڳا ته هجوم مان آواز آيا، ”هن کي ماريو نه.“ ”هن کي ماريو ڇو ٿا؟“

ڪنهن چيو، ”هن کي انهن وٽي وڃڻ نه ڏيو. هو هن کي ماري ماري اڌ ماري ڇڏيندا.“

”ڪسان ساٿيو“ راڻيءَ چيو، ڇا اوهان ڏسي نٿا سگهو، اوهان جو جيون ڪهڙو آهي؟ ڇا اوهان سمجهي نٿا سگهو ته اوهان کي ڪهڙي نموني دوکو ڏنو پيو وڃي؟ ڪئين اوهان جو خون چوسيو پيو وڃي؟ اوهان سنسارجي وڏي ۾ وڏي طاقت آهيو. اوهان اَن ٿا پيدا ڪيو، ڪپهه ٿا پيدا ڪيو، پر اوهان کي اختياري ڪهڙي آهي؟ اها ئي ته بک ۾ پاهه ئي مري وڃو.“

هارين جا آواز بلند ٿيا.

”هو سچ چئي رهيو آهي.“

”تون ڇوندو رهه اسان هنن کي توکي مارڻ نه ڏينداسين.“

”هن جا هٿ کوليو!“

”ڌيان رکو جئن پڪڙجي نه پئو.“

ماڻهن اڳتي وڌي راڻيءَ جا هٿ کولي ڇڏيا.

”مهرباني ڀلمانسو مهرباني مان اوهان خاطر ئي ڪڙو رهيس.“

ماءُ جي دل ۾ هڪ مبهم خوشيءَ جي لهر موجون ماري

رهي هئي.

”ڪسان ساٿيو!“ رائبن چيو، ”انهن پنن ۽ پرچن کي اکين کولي پڙهو. اختياريءَ وارن ۽ پادرين تي اعتبار نه ڪريو جي سچ جي پرچار ڪندڙ کي ناستڪ فسادي ٿا ڪوٺين. سچ ڳجهه ڳوهه ۾ ڌرتيءَ تي سفر ڪندو ٿو رهي. هو ماڻهن ۾ آرام گاه ٿو ڳولهي. حڪمرانن لاءِ اهو باهه ۾ پهل چاقوءَ مثل آهي. سچ اوهان جو دوست آهي ۽ حڪمرانن جو دشمن. ۽ ان ڪري ان کي لڪل رهڻ کپي.“

ايتري ۾ پوليس ڪمشنر اچي سهڙيو. ڀيڙ کي چيري هو رائبن سان منهان منهن ٿيو ۽ چيائين، ”چا معاملو آهي؟ هن جا هٿ چو ڇڙيل آهن؟ هن جا هٿ ٻڌو!“

هڪ پوليس واري ادب سان جواب ڏنو، ”هن جا هٿ ٻڌل هئا. ماڻهن ڇوڙي ڇڏيا.“

”ماڻهن؟ ڪهڙن ماڻهن؟“ پوليس ڪمشنر انبوهه ڏانهن نهاريو. پوءِ چيائين، ”ڪهڙا ماڻهو آهن؟“ هنن ڇڪ پڇاڙيندي، پڇيائين ”تون ماڻهو آهين، ڇيڪوڙ؟ پو ڪير؟ تون به مشن؟“ ساڄي هٿ سان هڪ جي ڏاڙهي پڪڙيائين ۽ چلايائين، ”ڇڙوڇڙ ٿي وڃو، ڪتي جا اولاد!“

هن جي اردگرد اڌ گول ويڪرو ٿيندو ويو. مٿان جهڪندا ويا، منهن پاسيرا ڦرندا ويا.

”اوهان سان ڪهڙي ويڌن آهي؟“ ڪمشنر پوليس وارن کان پڇيو، هن جا هٿ ڇو نه ٿا ٻڌو؟“ رائبن ڏانهن نهاري چيائين ”هٿ پٺيءَ پاڏو ڪر!“

”مان پنهنجا هٿ ٻڌائڻ نٿو گهران،“ رائبن چيو، ”مان ڀڄي نٿو وڃان، وڙهان نٿو. منهنجا هٿ ڇو ٻڌا وڃن؟“

”ڇا؟“ ڪمشنر گهور ڪري رائبن چيو، ”اوهان ماڻهن کي سختين ٿا سهايو، اهو ٿي بس آهي. اهو ڏينهن ضرور ايندو جڏهن اوهان کي اوهان جي هر ظلم جي موٽ ملندي.“

پوليس ڪمشنر ڪي قدر ٻوٽي هٿي رائيبن جي منهن تي چماٽ هڻي ڪڍي.

”تون چماٽ سان سچ کي ماري نه سگهندين،“

رائيبن رڙ ڪئي، ”۽ توکي مارڻ جو حق ئي ڪهڙو آهي، ڪتا؟“

”مون ۾ جرئت ڪانهي، مون ۾؟“ ڪمشنر چيو. ۽ هن هٿ ابو ڪري رائيبن کي هڻڻ چاهيو رائيبن هيٺ جهڪي ويو. آفيسر ٿورو ٿاٻڙيو. رائيبن جو آواز بلند ٿيو، مون کي مارڻ جي جرئت نه ڪر. مان توکان ڪمزور نه آهيان. ڏس.“

پوليس ڪمشنر چوڌاري نظر ڦيرائي ۽ رڙ ڪيائين، ”نڪيتا!“

ميڙ مان هڪ پشمي ڪوٽ سان ماڙي ٻاهر نڪري آيو. هن جو ڪنڌ جهڪيل هو.

”نڪيتا! هن کي هڪ سٺو ٺونشو ته لڳاءِ ڪر.“

نڪيتا رائيبن ڏانهن وڌيو ۽ هٿ مٿي ڪيائين. رائيبن چيو، ”ڏسو، ڀلمانسو، ڪتا ڪئن اوهان کي اوهانجن هٿن سان جڪڙن ٿا. ڏسو، ڏسو! سوچيو! مان ٿو پڇان، هو مون کي ڇوٿو مارڻ چاهي؟“

نڪيتا هلڪي ٿڦ رائيبن جي ڳل تي هنئي.

”او نڪيتا! خدا کي نه وسار،“ ماڻهن مان آواز آيا.

”مان ٿو چوان، ڌڪ هڻينس!“ پوليس ڪمشنر نڪيتا کي ڳچيءَ کان پڪڙي چيو.

ماڙي ٻري ئي ٻيو. ڪنڌ ڌوڻيندي چيائين، ”مان وري هن تي هٿ نه هلائيندس.“

”ڇا؟“ پوليس ڪمشنر گرجا ڪئي. پر زمين تي هٿي اوچتو اچي رائيبن جي مٿان ڪڙڪيو. هن کي ڌڪ هٿي پٽ تي ڪيرائي وڌائين. پوءِ لتن مٿان لتون لڳاءِ ڪندو رهيو.

ماڻهن رڙو رڙ مچائي، هو اڳتي وڌيا ۽ پوليس ڪمشنر مٿان اچي ڪڙڪيا.

هو ٻيهر ڪسڪي ويو. هنئر هوا ۾ ڦڙڪائيندي چيائين،
”اوهان بغاوت تي آماده ٿيا آهيو؟“

پولس ڪمشنر ٻيهر ٿيندو ويو. چيائين: ”ٺيڪ آهي، هن کي وٺي وڃو. مان وڃان ٿو. ٻر ڪتا، خبر اٿو، هي راڄنيتي ڏوهاري آهي، هيءُ اسان جي زار خلاف ٿو وڃي، هيءُ فساد ڀڙڪائي رهيو آهي، خبر اٿو؟ شهنشاهه خلاف، زار خلاف، اوهان هن کي پناهه ڏيئي رهيا آهيو، اوهان به باغي آهيو...“

ماءُ ٻت ٻڻي ڏٺي ۽ همدرديءَ جي مايل جهلمل احساس کڻي بيٺي رهي. ماڻهن جا آواز سندس ڪنن تي ماکيءَ جي مکڙن جيان ڀڻ ڀڻ ڪري رهيا هئا.

”هن کو ڏوهه ڪيو آهي ته عدالت ۾ وٺي وڃوس.“
”ڪيس ماريو نه“

ماڻهو ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. هڪڙا پوليس ڪمشنر جي اردگرد شور مچائيندا رهيا. ٻيا رائيبن جي چوڌاري مڙي آيا. هن کي مٿي کنيائون. پوليس وارن وري هن جا هٿ ٻڌڻ چاهيا.
”بدمعاشو! ڪوڙي ساعت ترسو،“ ماڻهن چيو.

رائيبن منهن ۽ ڏاڙهيءَ تان خون لاٿو ۽ چپ چاپ چوڌاري نهاريائين. هن جي نظر ماءُ تي پيئي. هوءَ اڳتي وڌي، پنهنجو هٿ لوڏيائين. رائيبن منهن ڦيريو ڪجهڙي ساعت بعد وري ماءُ ڏانهن نهاريائين. ماءُ رائيبن پرسان بيٺل اڪين واري هاريءَ کي به پاڻ ڏانهن نهاريندو ڏٺو. ماءُ پاڻ سنڀالي ورتو.

نيرين اکين واري هاريءَ رائيبن کي ڪن ۾ ڪي چيو. رائيبن ڪنڌ لوڏيو ۽ جهڪي مگر چٽي آواز ۾ چيائين، ”پرواهه ناهي. مان دنيا ۾ اڪيلو نه آهيان. هو سموري سچ کي پڪڙي نه سگهندا. منهنجي يادگيري دنيا ۾ رهندي. جيڪڏهن هو سچ جا هڪڙا آکيرا ڊاهيندا ته ماڻهو ٻيا جوڙيندا، ۽ اهو ڏينهن ايندو جو انهن مان عقاب آزاديءَ ڏانهن اڏامندا، ماڻهو پاڻ کي آزاد ڪندا.“

پوليس واري رائيبن کي وري گرفتار ڪيو. ماڻهو ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳا.

نورين اکين واري هاريءَ ماءُ جي پرسان لنگهندي چيو، ”اسان وٽ ته اڄهو اهو ظلم لڳو پيو آهي.“

”هه....!“ ماءُ آهستي چيو.

هن ماءُ ڏانهن نهاريو ۽ پڇيائين، ”تون ڪهڙو ڌنڌو ڪندي آهين؟“

”مان سوٽي ڪناريون وڪڻندي آهيان، سوٽي ڪپڙو به.“

هاريءَ پنهنجي ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيريندي چيو، هٿ ان ڌنڌي لاءِ ڪا گنجائش ڪانهي.“

”مان راتوڪي رات تو وٽ رهي سگهان ٿي؟“ ماءُ اوچتو سوال ڪيو.

”وڏيءَ خوشيءَ سان. پر منهنجي غريباڻي ”جهوپڙي آهي.“

”پرواهه نه آهي. مان عش عشرت تي هريل ڪانه آهيان.“

پوليس وارن رائيبن کي گاڏيءَ تي چاڙهيو. رائيبن جو آواز هڪ ڀيرو وري بلند ٿيو، ”الوداع، ساٿيو! سچ لاءِ تلاش ڪندا رهو. سچ جي راهه ۾ پاڻ کي واري نه رکو.“

”ڪتا، خاموش ره!“ پوليس ڪمشنر چيو، ”پوليس وارا، گاڏي هڪليو، بيوقوفو!“

گاڏي هلي. رائيبن چوندو رهيو، ”آزاديءَ لاءِ ڪوشش ڪريو، سچ لاءِ! اوهان جي روٽيءَ جو مسئلو حل ٿي ويندو. الوداع، ساٿيو!“

نورين اکين واري ڪسان ماءُ کي چيو، ”تون مسافرخاني ۾ ويهه ته مان ٿوريءَ دير ۾ اچان ٿو.“

## ( 31 )

ماءُ مسافرخاني واري ڪوٺيءَ ۾ اڪيلي ويٺي سوچ ويچار

۽ ٻنجي ويٺي. ماڻ کي انديشو ٿيڻ لڳو ته ڪٿي اهو هاري پوليس ۾ خبر ڪري کيس پڪڙائيندو ته نه. هوءَ گهٻرائڻ لڳي. ايتري ۾ مسافرخاني جي مالڪ جي ڌيءُ وٽس آئي ۽ پڇيائين، ”آمليٽ آڻيان؟“

”نه،“ ماڻ ورائيو، ”منهنجن ڪنن ۾ اهان رڙيون پيون پڄهن.“

”تو ڏٺو، پوليس ڪمشنر هن کي ڌاڙي مار ڏني،“ ڇوڪريءَ چيو، هن جي وات مان خون وهي هليو. پوليس سارجنٽ هٿ اسان وٽ نشي ۾ مست پيو آهي. هو ڇني رهيو هو. هنن ماڻهن جي هڪ منظم پارٽي آهي ۽ اهو شخص ان جو اڳواڻ آهي. اهي ماڻهو خدا ۾ ڀروسو لتا رکن. هو سڀني ماڻهن ۾ اهو پرچار ٿا ڪن جيئن ماڻهو گرجائن کي ڦرين لٽين. ڪي هاري هنن تي پوليس جا ظلم ٿيندو ڏسي، هنن سان همدردي ڏيا ڪن. ڪي اهڙا ڪميڻا آهن، جي پوليس جو ساٿ ٿا ڏين.“

ماڻ کي ڌيان سان پنهنجون ڳالهيون ٻڌندو ڏسي ڇوڪري چوندي ويئي، ”منهنجو پيءُ چوندو آهي. ته انهن سڀني جو ڪارڻ فصل جي خرابي آهي. فصل سان ڪا اپت نه ٿيڻ تي هاري ڪميڻا ٿي ويا آهن.“

ايتري ۾ نورين اکين وارو هاري اچي ويو. ماڻ اڳهارون پيتل چانهه جا پيسا ڏيئي هاريءَ جي جهوپڙيءَ ڏانهن رواني ٿي.

جهوپڙي ننڍي مگر صاف سٿري هئي. هاريءَ پنهنجي زال کي هڪ ٻئي هاريءَ ’پيوٽر‘ کي سڏي اچڻ لاءِ موڪليو. ڪجهه وقت ماڻ ۽ نورين اکين وارو هاري ٻئي خاموش ويٺا رهيا. اوچتو هاريءَ سوال ڪيو، ”تون هن کي سڃاڻين؟“

”ها.“ ماڻ جواب ڏنو.

”مان اول ئي سمجهي ويو هوس. مون هن کي ڪن ۾ ٻڌايو به هو.“

”هن ڇا چيو؟“ ماڻ پڇيو.

"هن جواب ڏنو، اسان گهٽا آهيون. ڏاڍو جريت ڀريو شخص آهي، رائيبن. هو ڪيس ماري رهيا هئا، تڏهن به سچ چوڻ کان هٽڪيو نه."

ٿوريءَ دير رڪي هن چيو، "مان سمجهان ٿو تنهنجي بجڪي ۾ پترا ۽ پرچا آهن نه؟"

"ها،" ماڻ پريل گلي سان چيو، "مان هن وٽ ڪٺي آئي هوس."

"هاڻي اهي ڪيڏانهن ڪندينءَ؟"

"تو وٽ ڇڏي وڃان؟"

"مون وٽ!" هاريءَ تعجب مان پڇيو ۽ پوءِ رضامنديءَ وچان ڪنڌ ڌوڻيائين. هنن ۾ ڳالهيون ٿينديون رهيون. هاريءَ چيو، "سرڪار کي ڪافي طاقت آهي."

"اها طاقت اهي ڪٿان ٿي؟" ماڻ پڇيو ۽ چيائين، "اسان مان. هرڪا طاقت اسان ماڻهن مان پيدا ٿي ٿئي."

"هم....!" هاريءَ ورائيو، "چڪرو پيو ڦري."

هاريءَ جي زال آئي. هن پنهيان پيو هاري هو. هن پنهنجي نوڙي ڪنڌ ۾ اڇلائي ۽ نمرين اکين واري هاريءَ وٽ وڃي هوريان پڇيائين، "هيءَ آهي؟"

موزبان ڪنڌ ڌوڻي "ها" ڪئي.

زال مڙس کي چيو، "اسٽيبن، اسان جي مهمان کي بک لڳي هوندي."

"مهرباني" ماڻ چيو، "مون کي بک ڪانهي."

نئون آيل هاري ماڻ ڏانهن وڌيو ۽ جهڪي آواز ۾ چيائين، "مون کي اجازت ڏي ته پنهنجي واقفيت ڪرايان منهنجو نالو آهي پيوٽر يگورو وزيرچهئن مون کي شلو به ڪري چوندا آهن. مون کي توهان جي ڪارج جي ٿوري گهڻي ڄاڻ آهي. مان لکي پڙهي به ڄاڻان ٿو، مان بيوقوف نه آهيان."

هن ماڻ جو وڌايل هٿ پڪڙيو ۽ ان کي لوڏيائين.

اسٽيپن ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”اهو صاف، بهترين ڏنڊو آهي. ماٺهو معاملو پنهنجن هٿن ۾ ڪٺي رهيا آهن، ۽ هيءَ سڪر عورت ــ توکي سچ نہ ٻڌائيندي، ان مان ڪيس نقصان رسندو. هيءَ اسان جو ڀاو ٿي چاهي....“

اسٽيپن چيو، ”هوءَ پنهنجي ٻچڪي بنسبت بي آرام آهي.“

ٻيوٽر ماءُ کي اک ڀڳي ۽ چيائين، ”چنتا نہ ڪر. سڀ ڪجهہ ٺيڪ آهي. تنهنجو ٻچڪو سلامت آهي. جڏهن تون ان کي خالي ڪرڻ چاهيندينءَ تہ مان توکي خوشيءَ سان مدد ڪندس.“

”هوءَ سڀ ڪجهہ اسان کي ڏيڻ ٿي چاهي،“ اسٽيپن چيو.

”عمدو خيال آهي. اسان انهن سڀني لاءِ جڳهہ ڳولهي وٺنداسين،“ پيوٽر ٺهڪ ڏنو ۽ چيائين، ”هڪ هنڌ بند ٿو ٿئي تہ ٻيو هنڌ نڪري ٿو اچي، ۽ پرچا! اهي پنهنجو ڪم ڪن ٿا. هاربن جون اکيون ٿا کولين، پر مالڪن لاءِ سٺا نہ آهن. مان پنج ميل پري هڪ عورت وٽ واڌڪو ڪم ڪندو آهيان. هوءَ ڏاڍي سٺي عورت آهي. هوءَ مون کي ڪتاب ڏيندي آهي. پر جڏهن مون کيس هڪ ڪتاب ۽ ڪي پرچا ڏنا تہ چوڻ لڳي ــ اهي تہ پڙهہ. اهي بيوقوف نوجوان ڪيئندا آهن. انهن جي پڙهڻ سان تنهنجون مصيبتون وڌنديون ــ يعني جيل ۽ سائبيريا ڏانهن جلاوطني.“

هن يڪايڪ ڳالهائڻ بند ڪيو ۽ ماءُ کان پڇيائين، ”ڇا راڻيين تنهنجو مائٽ آهي؟“

”نہ،“ ماءُ ورائيو.

پيوٽر کلڻ لڳو. ڪجهہ دير چيائين، ”مان هن جو عزيز نہ آهيان. پر مان هن کي گهڻي وقت کان سڃاڻان. مان هن کي وڏو ڀاءُ ڪري ليکيندو آهيان.“

ماءُ اڃا ساهہ پٽيو. پيوٽر چولدو ويو، ”سچو دوست. هن کي بلند اخلاق آهي. هو پاڻ کي ڀيا طور بلند سمجهندو آهي.“

هاريءَ جي زال تا تيا نا پڇيو، ”هو شادي ڪيل آهي؟“
”رنڍو آهي،“ ماءُ ڏکويل انداز ۾ جواب ڏنو.
”تڏهن ٿي ته اهڙو بهادر آهي، تا تيا نا چيو، ”شادي ڪيل ماڻهو هن وانگر مصيبت جي منهن ۾ نه ويندو ۽ رڳو پيو ڏ چندو.“
”۽ مان؟ مان شادي شده آهيان، تنهن هوندي به ...“
بيوثر چيو.
”ڪهڙو ٿيو،“ تا تيا نا چيو، ”تون صرف ڳالهيون ٿي ته ڪندو آهين؟ ماڻهن کي تنهنجي ۽ اسٽيپن جي آسيرين پاسيرين ڳالهين مان ڪو فائدو نٿو پهچي. تنهنجو گهر وارو آهي؟“ تا تيا نا ماءُ کان پڇيو.
”هو مري ويو. مون کي هڪ پٽ آهي.“
”هو ڪٿي آهي؟ تو سان گڏ رهندو آهي؟“
”جيل ۾ آهي،“ ماءُ کي پنهنجن لفظن مان خاموش فخر جي بوءِ آئي. ”هو ٻيو دفعو جيل ۾ ويو آهي، ڇاڪاڻ ته هن خدا جو سچ سمجهيو. هو جوان آهي، سندر آهي، دماغي آهي. هن جي عمر رائيبن جي اڌ جيتري آهي، پر رائيبن لاءِ پڙهڻ جي رٿ هن ريت بهاري - هن تي مقدمو هلايو ويندو ۽ کيس سائبيريا موڪليو ويندو. اتان هو ڀڄي ايندو ۽ پنهنجي ڪم کي لڳندو.“
ڳالهائڻ سان گڏ ماءُ ۾ فخر جو جذبو وڌندو ويو. هوءَ چوندي رهي، ”اهڙا گهڻا ماڻهو جنم وٺي چڪا آهن، گهڻا وٺي رهيا آهن ۽ هو پنهنجن حياتين جي پوين پساهن تائين ماڻهن جي آزاديءَ لاءِ حق لاءَ لڙندا رهندا.“
ماءُ خبرداريءَ جو ساٿ ڇڏي ڏنو. نالن وٺڻ کان سواءِ پنهنجي ڳجهي ڪم جو سمورو وستار ڪري ٻڌايائين. هوءَ ڳالهائيندي رهي ۽ ڳالهائيندي نڪجي پيئي. کيس خبر هئي ته هتي سنديس لفظ اجايا نه ويندا.

پيوٽر جھوپڙيءَ جي وچ ۾ ٻنهي ڌانهنس تڪيندو رهيو. اسٽيپن هڪ ميز تي هٿ رکي ڪي قدر جهڪي ڳالهيون ٻڌي رهيو هو. تاتيانا ماءُ جي پر ۾ ويهي هن جو منهن تڪي رهي هئي.

"ڏسڻ ۾ ته اچي، ته تو ڏاڍيون مصيبتون ڏٺيون آهن،" تاتيانا چيو، "تون ڳالهائين به سٺي طرح ٿي. تون پنهنجين ڳالهين سان دل ڇڪي ٿي وٺين."

تاتيانا اٿي رنڌڻي ۾ هلي ويئي.

"ها،" پيوٽر چيو، "هاڻي پنهنجا ڪن سرلا ڪري گهمج. پرچا وري وراهيا. ٻڌج، ماڻهو ڇا ٿا چون."

"اسان ماڻهن جي قيمت ٽامي جا ٽڪرا ٿي ته آهي. مون کي گرفتار ڪندا ته ڪا وڏي ڳالهه نه ٿيندي." اهو اسٽيپن جو آواز هو.

ماءُ جي دل ۾ هن لاءِ اوچتو همدردي پيدا ٿي. "تون صحيح انداز نٿو لڳائين،" ماءُ چيو، "ماڻهوءَ کي پنهن طرفان مٿس لڳايل قيمت قبول ڪرڻ نه کپي."

ماني کائيندي ماءُ جون ڳالهيون ٻڌي پيوٽر کي انديشا وڪوڙي ويا. هن چيو، "امان، جيترو جلد ٿي سگهي اوترو جلد هتان هلي وڃ. شهر ڏانهن نه وڃي، ٻيءَ اسٽيشن ٿان ٽپال گاڏيءَ ۾ چڙهج."

"ڇو؟ مان ڪيس آپڙائڻ ويندس،" اسٽيپن چيو.

"اهڙو ڪم نه ڪج. ڪنهن کي خبر پئجي ويئي ته ناحق گرفتار ڪيو ويندين."

"پيوٽر، تون ڀڄڻ ڪٿان سکئين؟" تاتيانا پڇيو.

"ماڻهوءَ کي ڀڄڻ ۽ بهادر ٿيڻ ٻئي سکڻ کپن،" پيوٽر چيو.

ماني کائي رهڻ بعد پيوٽر اٿيو ۽ ماءُ جو هٿ جهلي چيائين، "مون کي گهر وڃڻ کپي. الوداع، امان! شايد اسين

وري هڪ ٻئي سان نه ڳالهائيندا هئاسين. تو کي ڳالهائڻ ۽ تقرير ٻڌڻ جي خوشنصيبي حاصل ٿي."

ٻوڙر جي هلڻ وڃڻ بعد ٻئي وسامي ويئي. تا تيا نا ماءُ جي پرسان سمهندي چيو، "تون عبادت نه ڪندين آهين؟ مان ته سمجهندي آهيان، ڀڳوان ڪونهي، ڪو روز حساب ٿيڻو ناهي. اهي سڀ مذهب اسان کي ٻنڌائڻ، اسان کي ڊيڄارڻ لاءِ خلقيا ويا آهن."

ماءُ ٻيهڄ تي پاسو ورلائيندي چيو، "خدا بابت مون کي ڪا خبر ڪانهي. باقي منهنجو يسوع مسيح ۾ اعتقاد آهي. مون کي هن جي لفظن تي وشواس آهي."

اوچتو ماءُ وري چيو، "جيڪڏهن خدا آهي ته هن اسان مان ڇڱائي ڇو کسي ورتي؟ هن ماڻهن کي ٻن طبقن ۾ ورهائڻ ڇو ڏنو؟ ۽ جيڪڏهن هو عدل وارو آهي ته انسانن تي ظلم ٿيڻ ڇو ٿو ڏئي؟" هر قسم جي حيوانيت، بي رحمي ٿيڻ ڇو ٿو ڏئي؟"

تا تيا نا خاموش هئي." ماءُ به ڏک وچان اکيون ٻوري ڇڏيون. خاموش فضا ۾ ماءُ جو آواز وري بلند ٿيو، "مان پنهنجن ٻارن جي موت لاءِ نه انسان کي، نه خدا کي معاف ڪنديس، هرگز معاف نه ڪنديس."

ماءُ وري خاموش ٿي ويئي، ٿوري دير بعد اسٽيپن اوچي زال کان پڇيو، "هن کي ننڊ آهي."

"شايد."

اسٽيپن ماءُ جي هٿ ڏانهن وڌي ويو. هن جي مٺان چادر ڏاهيائين ۽ هن جا پير ڍڪيائين. ماءُ جي دل کي ان سار سنڀال ٻنهي لوڏي ڇڏيو. اکين ٻند هوندي به مرڪيائين.

# ( 32 )

زال مڙس جي ٻڻ ٻڻ ۾ گفتگو ماءُ جي ڪنن تي پهتي. تا تيا نا چئي رهي هئي، "ڏس ڪهڙا ڪهڙا ماڻهو اهو

ڪم ڪري رهيا آهن. پوڙها، جن اڪيچار مصيبتون جهاڳيون آهن سي به موت جي پرواهه نه ڪندي لڳن ٿا، ڪم ڪري رهيا آهن. تون ته جوان آهين، اسٽيپن؟"

"جلدبازيءَ سان ڪو فيصلو ڪرڻ نه گهرجي،" اسٽيپن چيو، "اول اسان کي وڏيڪ هاري ڳالهه ڪرڻ کپي ۽ پوءِ ٿي پاهه ۾ ٿيو پوڻ کپي."

"اهي ڳالهيون مان اڳ به پڙهي چڪي آهيان. هو اوهان جي اکين سامهون هڪ ماڻهوءَ کي مارين ٿا ۽ اوهين خاموش ٿا رهو."

"شڪر ڪر جو اسان مقدس هٿ نه هلايو. اختياري وارا هارين کي ڪنهن کي مارڻ ڪٽڻ لاءِ مجبور ڪندا آهن. هو انڪار ڪري نه سگهندا آهن - انڪار ڪرڻ جي حالت ۾ سندن پنهنجي ڇمڙيءَ جو خير نه آهي. ان لاءِ ضروري آهي ته گهڻا ماڻهو گڏ ڪجن ۽ گڏجي ڪجهه ڪجي."

هو ڪافي دير تائين ڳالهائيندو رهيو. آخر تا تيانا مڙس کي چيو، "بس ڪر. تون هن کي جاڳائي وجهندين."

ماءُ کي گهري ننڊ ڪٽي ويئي.

پٺيرڪي جو تاتيانا هن کي جاڳايو. ڇانهه ۾ ماءُ ڪڙي کنئي. گهر، اليگزنيءَ ڪيس دو کوليو. هن جي هٿ ۾ ڪتاب هو.

"اهڙو جلدا!" هن خوشيءَ مان متعجب ٿي چيو، "ڏاڍو جلد موٽي آئي آهين!" "ان ڏاڍو خوش آهيان."

ماءُ گهر اندر گهڙي.

"هت رات اسان جي گهر جي تلاشي ورتي ويئي هئي ۽ مان عجب کائي رهيو هوس ته تلاشي ڇو ٿي رهي هئي، ڪٿي تو کي ته ڪي نه ٿيو هو. پر تون گرفتار نه ٿيئين. تون جي گرفتار ڪئي وڃين ها ته ڇٽي مان به نه وڃان ها."

هو ماءُ کي رسوئيءَ واري ڪمري ۾ وٺي ويو ۽ چيائين، "هنن مون کي نوڪريءَ کان برطرف ڪيو. خير، ان جي مون

کي چنتا ناهي. مان اڳ ۾ ئي اهڙن هارين جي پيسن وٺڻ سان ڳڻپ ڪندي جن وٽ گهوڙا نه آهن، شرمندو ٿي رهيو هوس. منهنجي پگهار جا پيسا هنن مان ئي ٿي نڪتا."

ماءُ ويهي ويئي ۽ چوطرف نهاريائين. ڀتين تان تصويرون لاهي پٽ تي ڦٽيون ڪيون ويون هيون، سارو سامان الٽ پلٽ ٿيو پيو هو. هن کي ڳڙت ۾ پنهنجي گهر جي تلاشيءَ جي يادگيري اچي ويئي.

ايگزنيءَ چيو، "هنن ڏيکارڻ ٿي چاهيو ته حرام جي پگهار نٿا کڻن."

ماءُ مرڪيو. ايگزنيءَ به ٺهڪ ڏنو. چيائين، "شايد هو وري ايندا. تڏهن ٿي ته مون ٽڙيل پکڙيل سامان نه سهيڙيو آهي. تنهنجو سفر ڪيئن ويو؟"

"هنن رائيبق کي گرفتار ڪيو."

"گرفتار ڪيائون؟ ڪنهن؟"

ماءُ هٿ جي اشاري سان هن کي وڌيڪ سوالن پڇڻ کان روڪيو. پوءِ ڳالهه جو سلسلو ائين جاري رکيائين ڄڻ ته خود انصاف جي اکيان انسان جي ظلم خلاف فرياد ڪري رهي هجي. ايگزني پٺي ڪرسيءَ جي ٽيڪ سان لڳائي ڌيان لڳائي ماءُ جو داستان ٻڌندو رهيو. هن جون اکيون اشڪبار ٿي آيون، چهري تي هيڊ هارجي ويئي. هن عينڪ لاهي، ميز تي رکي ۽ آڱرين سان اکيون اگهائين.

ماءُ پنهنجو داستان ختم ڪيو ته هو اٿيو. ڪمري ۾ اچ وڃ ڪندي چيائين، "هو غير رواجي انسان هوندو. اهڙا انسان جمل ۾ خوش رهي نه سگهندا آهن. تنهنجو پٽ ڪٿي آهي؟"

"رنڌٽي ۾."

"هيٺ جاسوس ويٺو آهي. هيترن پترن ۽ ڀرچن کي ڪٿي لڪائيو؟ مان سمجهان ٿو، رات وري تلاشي وٺڻ ايندا. مان نٿو چاهيان ته تون گرفتار ٿي وڃين. پنهنجي محنت برباد ٿيڻ تي اسان

کي ڪيترو ڏک ٿيو نه ٿيندو هجي، اج ته انهن کي تماڻي ڏيون."

"ٻڪري ۾ ڪجهه ڪونهي" ماءُ ورائيو، ۽ هن ڪي ٻڪري خالي ٿيڻ جي وارتا به ڪري ٻڌايائين.

"واهه جي ڳالهه ٻڌائي" اليگزئيءَ اتساهه مان چيو، "تنهنجي انسان ۾ وشواس، انسان جي آزاديءَ ۾ وشواس مون کي لوڏي ڇڏيو آهي، جذبو بخشيو آهي. توکي شاندار آتما آهي. مان توکي ڏاڍو گهڻو پيار ٿو ڪريان، ايترو پيار مون پنهنجي ماءُ کي به نه ڪيو هو."

ماءُ هن جو مٿو پاڻ ڏي ڇڪيو ۽ ڇڪي ڇاتيءَ سان لاتائين. هوءَ سڏڪا ڀريندي رهي ۽ پنهنجا چپ هن جي نرڙ تي رکيائين.

"ممڪن آهي،" اليگزئيءَ چيو، "مان بيوقوفي ڳالهائيندو هجان. پر مان قسم کڻي ٿو چوان، نلوونا، تون ڏاڍي سندر آهين."

"اهي توهين آهيو جو مردي ۾ وري جان ٿا ڦوڪيو،" ماءُ سنجيدگيءَ سان چيو.

"ڳوٺن ۾ ڪافي ڪم ڪري سگهجي ٿو،" اليگزئيءَ چيو، "پر اسان وٽ ماڻهن جي کوٽ آهي. حياتي هزارين هٿ ٿي طلبي."

"رڳو پاشا آزاد ٿي وڃي ۽ اڳتي روشنا پڻ."

اليگزئيءَ ماءُ جي منهن تي نظر وجهي چيو، "مان پاشا کي چڱيءَ طرح سڃاڻان. هو جيل ۾ ڇڏيندو. هو چاهي ٿو ته مٿس مقدمو هلي، ۽ هو پنهنجي بلندين تي رسڻ ٿو چاهي. هو سائبيريا مان ٿي ڀڄندو."

ماءُ ٿڌو ساهه ڀري چيو، "هن کي چاڻ آهي ته ڪارج لاءِ ڇا بهتر آهي."

اليگزئي ۽ ماءُ هڪ ٻئي کي ڀاڪر پاتو ۽ هڪ ٻئي کي ساٿيءَ جون چميون ڏنائون.

اليگزئيءَ چيو، "اسان کي ديهات لاءِ رائيبن بنسبت بهترو

ڪيڻ کپي. جڏهن هو ڪاپيو ڪلايو ڪم ڏو ڪري تڏهن ڪيس ڪو نقصان ڪونه پهچندو، هيڪاري ڪارج کي هٿي ايندي. مان اڄ ٿي لکي ڏو ولان. لمهلا به ٻنا دير چاهي وٺندي. سوال آهي اهو ڪولاڻ تائين ڪيئن پهچي."

"مان کڻي ويندس."

"نه، مهرباني، مان سمجهان ٿو نڪولئي اهو ڪم ڪري سگهندو."

"جيڪڏهن تون ڪيس هدايتون ڏيندين."

اليگزنئي پتري جو مضمون لکيو ۽ ڊاڪٽر ڊئنلووچ اهو چپڻ لاءِ کڻي ويو.

اليگزنئي ماءُ کي چيو، "نون نوجوان 'آئون' کي ته ڏسي اچ - هو ڪالهه هتان هليو ويو. اڄ چنچر آهي نه! هو هر چنچر تي انقلابين کي انقلابي ادب پڙهي ٻڌائيندو آهي."

"سو زخمول دماغ سان هليو ويو؟ شايد پنهنجن سائين تي اثر وهارڻو هوندس - ڏسو! مون اڳ به ٿي خون وهايو آهي. خير، مان سياڻي وڃس ويندس."

"اسان کي هن کي زنده رکڻ کپي، هن کي سٺو دماغ آهي."

رات جو ڪافي دير تائين هو پولس جي اچڻ جو انتظار ڪري رهيا پر پوليس نه آئي.

آخر هو هڪ ٻئي جي هٿ کي زور ڏيئي جدا ٿيا.

## ( 33 )



صبح جو سويل ڪنهن دروازو کڙڪايو ته ماءُ جاڳي پيئي. دروازو کولائيڻ ته سامهون رائمن جي سائيءَ اگناٽيءَ کي بيٺي ڏٺائين. سوٽ جي پٽي تائين هو گپ سان پريل هو. هن جو چهرو گنهير هو ۽ هن جون اکيون جهڪيل هيون.

”ڳوٺ ۾ اسان وٽ مصيبتون ڪڙيون ٿي ويون آهن،“ اگناٽيءَ پنهنجي پٺيان دروازو بند ڪندي چيو.

”مون کي معلوم آهي.“

نوجوان عورت مان پڇيو، ”ڪيئن؟ ڪٿان خبر پئي؟“

هن ٿڙ تڪڙ ۾ هن کي احوال ڏنو ۽ پڇيائين، ”ڪن پين سائين کي گرفتار ڪيائون ڪيئن؟“

رائيبن سميت پنج ڄڻا گرفتار ٿيا. پيا فوج ۾ ڀرتي ٿي ويا هئا.“ مرڪندي وڌيڪ چيائين، ”مان بچي ويس. هنن هو منهنجي تلاش ۾ هوندا. هاڻي مان ڪنهن به صورت ۾ اوڏانهن موٽي نه ويندس. اتي ست ڪن جوان ۽ هڪ ڇوڪري آهي. اهي اعتبار جوڳا ڪم ڪندڙ آهن.“

هن ٺيڪ ڏنو ۽ پنهنجي ڪوٽ جي پاڻهن سان پنهنجو منهن اگهي ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيائين، ”هو هاڻي رائيبن کي هٿوڙي سان به خاموش ڪري نٿا سگهن. هن مون کي چيو— اگناٽي شهر ۾ هن پڊيءَ مائيءَ وٽ هيءُ خط کڻي وڃ. مون کي ڏکو ڏيئي پٺيان ڪيائين. مون جهوپڙيءَ سان نڪري هيڏانهن جو رخ ورتو. ٻه راتيون ۽ هڪ ڏينهن پيدل سفر ڪندو رهيو آهيان. هفتي تائين منهنجا پير ڏکندا رهندا.“

ماءُ هن جي لاءِ چانهه ٺاهڻ ويئي ته اليگزئي به اچي سهڙيو. هن اگناٽيءَ کان رائيبن وارو آندل خط وٺي پڙهيو. لکيل هو، ”امان، هٿ مقصد جي جوت اجهامڻ نه ڏج. هن ڊگهي قد واري سگر عورت کي چئج ته هوءَ ڳوٺاڻن لاءِ وڌيڪ مصالحو تيار ڪري اها منهنجي التجا آهي. الوداع. رائيبن.“

”نهايت شاندار!“ اليگزئيءَ آکيو، ”اهو دل دماغ کي پڪڙي به ٿو ته سيڪاري به ٿو.“

ماءُ اگناٽيءَ جي سور کان ڪڙهندڙ پيرن لاءِ گرم پاڻي کڻي آئي. سوڻن وقت ماءُ هن کي رائيبن کي پوليس جي مارڻ جو ذڪر ڇيڙيو.

"هو شيطان سڀ ڪجهه ڪري ٿا سگهن،" اگنائيءَ چيو،
"هارين هن کي ڪونه ماريو؟"
"هڪ جٽي پوليس ڪمشنر جي چوڻ تي هن کي ٺڪ هڻين. پين لـه صرف پاڻ مارڻ کان انڪار ڪيو بلڪه چوندا رهيا ـ هن کي نه ماريو."
"اوهو! هاري محسوس ڪري رهيا آهن ته انسان ڪير آهي ۽ ڇاڻو ڪرڻ چاهي."
جڏهن هو گڏجي چانهه پيئڻ ويٺا تڏهن اگنائيءَ چيو،
"مان اتي پرچو ورهائڻ جو ڪم ڪندو هوس."
اليگزليءَ چيو، "مان ان چنتا ۾ آهيان ته وانهن بنسبت بترا ڪيئن گوٺ تائين پهچائجن."
"اهڙا پرچا تيار آهن؟" اگنائيءَ پڇيو ۽ آتي ئي چوائين، "مون کي ڏيو. مان ڪٽي ويندس."
ماءُ هن ڏانهن نهارڻ کان سواءِ هاڪو نوڪ ڏيئي چيو،
"تون ٿڪل آهين. تنهن کان سواءِ تو چيو ته مان وري اوڏانهن ڪنهن به صورت ۾ نه ويندس."
"ان جي ڪا پرواه نه آهي. مان اڄ ئي شام جو هليو ويندس."
اليگزنيءَ سنجيدگيءَ سان چيو، "تون اوڏانهن نه ويندين."
"تڏهن مان ڇا ڪندس؟" ڪٿي ڪم ڪندس؟"
"تنهنجي بدران اوڏانهن پيو ڪو ويندو. تون هن کي سڀ تفصيل ٻڌائج."
گهڻي ردبدل بعد مس مس اگنائيءَ اها ڳالهه قبول ڪئي.
رات جو اگنائي نڪولئي کي ديهات ۽ اتي جي ڪم ڪندڙن بابت سڀ ڏس پتا ڏنا. نڪولئي ماءُ کي چيو، "هينئر مون کي به ڪم مليو آهي. مان ڪڪ ئي پيو هوس. جيل مان نڪرڻ بعد منهنجي مشغولي لڪڻ ئي رهيو آهي. جيل ۾ ناويل کان گهڻو ڪجي سکيو هو. انڊري به اسان تي چڱي محنت

ڪندو هو."

نڪولئي ساهت ڪئي بنا دير ديهات ڏانهن روانو ٿي ويو.

آچر ڏينهن ماءُ پاويل سان ملاقات ڪري موٽي ته سندس هٿ ۾ پاويل جو خط هو. ماءُ اهو خط اليگزنيءَ کي ڏنو. اليگزني خط پڙهڻ لڳو. ماءُ جي دل ۾ ڌنڌلي اميد جاڳي. پر اليگزنيءَ چيو، "هن لکيو آهي ـ ڪامريڊ، اسان مان ڪو به نه ڀڄندو. اسان کي پنهنجي عزت وڃائڻ نه کپي، تازو گرفتار ٿيل هاريءَ جو خيال رکو، هن اوهان جو ڌيان لهڻو. هو هتي ڪافي ڏقت محسوس ڪري رهيو آهي. هو هن ڪان اڳ ۾ ئي ڇوويهه ڪلاڪ اڪيلي اونداهي ڪوٺيءَ جو مزو وٺي چڪو آهي. هو هن کي موت تائين سختيون سهائيندا رهندا. اسان سڀ هن جي سهائتا ٿا ڪريون. امڙ کي آڌت ڏج ـ پاويل."

ماءُ ڏکويل آواز ۾ چيو، "پلي مقدمون هلي پورو ٿئي. هو سائبيريا مان به ته ڀڄي ٿو سگهي."

"ضرور!" اليگزنيءَ چيو، "مون کي پيٽرسبرگ مان هڪ ڪامريڊ لکيو آهي ته مقدمو جلد هلندو. سڀني کي جلاوطنيءَ جي سزا ملندي. دغاباز! مقدمي هلائڻ کان اڳ ئي پيٽرسبرگ ۾ سزا مقرر ڪئي ويئي آهي."

ماءُ چيو، "مون کي بهلائڻ جي ڪوشش نه ڪر. پاشا اهو کي ڪندو جو صحيح نه آهي. هو پاڻ کي اجايو سختيون نه سهارائيندو."

"تنهنجو پٽ اعليٰ شخصيت وارو آهي. مان کيس ڏاڍي عزت ڏيندو ۽ محبت ڪندو آهيان."

"اسان کي رائيبن لاءِ ڪجهه ڪرڻ کپي،" ماءُ صلاح ڏني.

"ها،" اليگزنيءَ چيو، "ساشينڪا کي گهرائڻ کپي."

"هوءَ اڄ واري هوندي. جنهن ڏينهن مان پاشا سان ملي ايندي آهيان تنهن ڏينهن هوءَ ضرور ايندي آهي."

اليگزئي ماءُ جي پرسان ڪوچ تي ويهي چيو، ”مون کي ڏک آهي جو منهنجي پڻ هٿ ڪا نهي. هن کي رائيبن لاءِ ڪجهه ڪرڻ کپي.“

ان وقت صدر دروازي جي گهنٽي وڳي. هني سمجهي ويا ته ضرور ساشا هوندي.

ماءُ دروازو کوليو ته ساشا سوال ڪيو، ”هن نه مڃيو؟“

”نه.“

”مون کي اڳ ۾ ئي پروڙ اهڙا ئي پيا،“ ساشا چيو، پوءِ پڇيائين، ”هو چڱو ڀلو ته آهي؟“

”ها.“

”سدائين تندرست ۽ خوش مزاج....“ ساشا وڌيڪ ڪي چئي نه سگهي.

ماءُ چيو، ”لکو انس ته رائيبن کي آزاد ڪرائڻ کپي.“

”منهنجو خيال آهي ته پاشا کي ڇڏائڻ واري رٿ رائيبن کي آزاد ڪرائڻ ۾ ڪم آئڻ کپي.“

اليگزئيءَ چيو، ”منهنجو به ساڳيو ويچار آهي. پر رٿ عمل ۾ ڪير آڻيندو. سڀ اڳ ۾ ئي مشغول آهي.“

”مان عمل ۾ آڻينديس،“ ”ساشا چيو، ”مون کي وقت آهي.“

هن ڪوٽ جا پيڙا وري پاتا.

ماءُ چيو، ”توکي ٿورو وقت آرام ڪرڻ کپي.“

”تون منهنجي چنتا نه ڪر. مان ٿڪل ڪانه آهيان.“

ائين چئي هنن سان هٿ ملائي هوءَ پوئين پير ٻاهر نڪري ويئي.

## (34)

ماءُ ۽ اليگزئي دريءَ وٽ بيهي ساشا کي ويندو ڏسندا رهيا، هن جي غائب ٿيڻ بعد اليگزئي سيٽي وڄائيندو ميز وٽ ڏهي ويٺو ۽ لکڻ لڳو.

ماءُ چيو، ”هوءَ ڪم ۾ رڌل رهندي ته سندس لاءِ آسان ٿيندو.“

”ها،“ اليگزنيءَ مرڪي چيو، ”۽ نلوونا، ڪڏهن تو محبوب جي وڇوڙي جا سور سٺا آهن؟“

ماءُ هٿ لوڏي چيو، ”مون کي ڪا يادگيري ڪانهي. منهنجو مڙس مون کي ماريندو هو، تنهنڪري هن کان اڳ ۾ منهنجي زندگي ۽ جيڪي ڪي ٿي گذريو سو سمورو مسارجي ويو.“

اليگزنيءَ ماءُ تي اکيون ڪپائي چيو، ”۽ منهنجي حالت ساشا جهڙي هئي. مان هڪ ڇوڪريءَ کي پيار ڪندو هوس. مان هن سان ويهه سال اڳ پهريون دفعو گڏيس ۽ منهنجو سائس پريت جو پيچ پئجي ويو. سچي ڳالهه ته اها آهي ته مان هن سان اڄ تائين محبت ڪندو آهيان، ۽ ساري عمر سچي دل سان هن کي پيار ڪندو رهندس.“

”تو هن سان شادي ڇو نه ڪئي؟“

”پنج سال اڳ هن جي شادي ٿي وئي.“

”ان کان اڳ ۾ ڇا هوءَ توکي پيار ڪانه ڪندي هئي؟“

”مونکي پڪ آهي، ڪندي هئي. پر ڳالهه ڇا هئي ته مان جيل ۾ هوندو هوس ته هوءَ آزاد هوندي هئي، مان ٻاهر هوندو هوس ته هوءَ اندر. عين ٻين پاشا ساشا جي حالت. نيٺ هوءَ ڏهن سالن لاءِ سائبيريا اماڻي وئي. مان هٿ رهس. اتي هن جي زندگيءَ ۾ ٻيو هڪ ڄڻو — منهنجو سٺو ساٿي — پهچي آيو. ٻئي گڏ پڇي نڪتا. هاڻي ٻئي گڏ پرديس ۾ رهندا آهن.“

اليگزني پنهنجي عينڪ لاهي آن جا شيشا صاف ڪرڻ لڳو.

ماءُ ڪنڌ ڌوڻي چيو، ”او، منهنجا پيارا! هن جي دل ۾ ماءُ جي ممتا جاڳي اٿي، هن سان همدردي ڪرڻ لڳي.“

اليگزني وري قلم هٿ ۾ کنيو ۽ گنڀير انداز ۾ چيائين، ”شادي شده حياتي انقلابي جي جوش جذبي ۾ ڪتر ٿي وجهي.

ڀارن جي پوري سنڀال نہ ڪئي ۽ ڪٽنب جي پالنا جو سوال ٿو رهي. انقلابيءَ کي پنهنجي طاقت سدائين وڌائيندو رهڻ کپي. جيئن هن جون سرگرميون وڌنديون رهن. اسان کي گهڻن ماڻهن کان اڳتي قدم وڌائڻ کپي ڇاڪاڻ تہ اتهاس اسان کي پراڻي دنيا مٽائي نئين دنيا وسائڻ لاءِ چونڊيو آهي. جيڪڏهن اسان پٺتي رهجي وڃون يا ننڍين ننڍين ڏکيائن کي دور ڪرڻ ۾ ڦاسي وڃون تہ اسان دوکو ڏيڻ جا گنهگار ٿينداسين. اسان کي ياد رکڻ کپي تہ اسان جو مقصد ننڍيون ننڍيون ڪاميابيون حاصل ڪرڻ نہ آهي بلڪ مڪمل سوڀ!"

دروازي جي گهنٽي وري وڳي. ليڊملا اندر آئي. هن اچڻ شرط اعلان ڪيو، "مقدمي جي تاريخ مقرر ٿي آهي، هفتي اندر شروع ٿي ويندو."

"سچ!" اليگزئي پڇيو.

"ها" ليڊملا چيو، "اسسٽنٽ پراسيڪيوٽر اناراليءَ شومٽاڪ، اڳڀرون ٻڌايو. ڪورٽ ۾ ڪليو ڪلايو چون ٿا تہ سزا اڳ ۾ ئي فيصل ڪئي ويئي آهي. ان جو مطلب ڇا هي؟ اختياري وارن کي ڇا اهو انديشو آهي تہ جج سرڪار جي دشمنن ڏانهن رحمدليءَ وارو رخ اختيار ڪندا؟"

ليڊملا ڪوچ تي ويهي رهي. هوءَ هٿن سان پنهنجا ڳل مهٽڻ لڳي، هن جون اکيون نفرت وچان جلي رهيون هيون ۽ هن جي آواز مان غصو ٽپڪي رهيو هو.

اليگزئي عينڪ جي شيشن مان هن ڏانهن نهاريندو رهيو. ماءُ دل ئي دل ۾ دهرائيندي رهي، مقدمو- هفتي اندر شروع ٿيندو!"

ماءُ اهو ويچاري نٿي سگهي تہ مقدمو ڪيئن هلندو، جج جو پاويل ڏانهن ڪهڙو رخ رهندو. ٻہ ڏينهن ماءُ مقدمي بنسبت سوچيندي رهي، هن کي ڪيترا انديشا وسوسا ستائيندا رهيا. ٽئين ڏينهن ساشا اليگزئيءَ کي چيو، سڀ ڪجهہ تيار آهي - اڄ ڪلاڪ جي اندر اندر!"

”ايترو جلد؟“ اليڪزائي متعجب ٿي پڇيو.

”مون کي ڇا ڪرڻو هو؟“ رائيبن لاءِ لڪڻ جي جڳهه ۽ ڪپڙن جو انتظام ڪرڻو هو. پيو سڀ ڀار گوبن، جنهن جي گهر تو ڪلف ڊاهيندڙن کي تقرير ڪئي هئي، پنهنجي سر تي کنيو. رائيبن کي شهر جي هڪ حصي مان لنگهڻو پوندو. گهٽيءَ جي منهن وٽ نڪولئي بدليل روپ ۾ بيٺو هوندو. هو رائيبن مٿان اوورڪوٽ وجهندو، هن کي ٽوپلو ڏيندو ۽ هن کي رستو ڏيکاريندو. مان هن لاءِ ويٺي رهنديس، سندس ڪپڙا بدلائينديس ۽ کيس لڪڻ واريءَ جڳهه تي وٺي وينديس.“

ماءُ چپ چاپ ساشا جي گفتگو ٻڌندي رهي. هن جي دل ۾ ڌنڌلي اميد جاڳي.

اوچتو ماءُ چيو، ”مان جيل ڏانهن وينديس.“

”ڇا لاءِ؟“ ساشا پڇيو. پوءِ چيائين، ”تون اجائي اميد ٿي رکين ته پاشا ڀڄندو.“

ماءُ چيو، ”مون کي وٺي هل. مان توهان جي ڪم ۾ دست اندازي نه ڪنديس. مون کي اعتبار نٿو اچي ته ڪو ڀڄڻ ممڪن آهي.“

”امان اسان کي گڏ هلڻ نه کپي. تون باغ ۾ وڃ اتان تون جيل جي ديوار ڏسي سگهندينءَ.“

ڪلاڪ پوءِ ماءُ باغ ۾ پهچي ويئي. ماءُ جي پٺيان شهر هو، اڳيان قبرستان هو. ساڄي پاسي، ڪانئس اٽڪل ستر فوٽ پري جيل هو. قبرستان جي ڀرسان ۾ سولجر بيٺا هئا. جيل جي ڀرسان ٻيو ڪو ڪونه هو. ايتري ۾، ماءُ ڏٺو، هڪ آدمي ڪلهي تي ڏاڪڻ رکي هڪ طرف کان وڏي جيل جي ڀت تائين آيو. هو ڏاڪڻ ڀت تي رکي، مٿي چڙهي ويو ۽ جيل جي حاطي ۾ هٿ لوڏيائين. پوءِ هيٺ لهي آيو ۽ ڪنڊ ۾ لڪي ويو.

انهيءَ ويل ماءُ کي جيل جي ديوار تي رائيبن جو ڪارو مٿو نظر آيو. رائيبن ڏاڪڻ تان هيٺ لٿو. ماءُ ڏسندي رهي. هن

نٿي چاتو تہ اهو ڪم اهڙي سڌي سادي سولي ڍنگ سان ٿيندو. هاڻ رائيبن نظر نہ ٿي آيو. هڪ ڊگهو ماڻهو سنهي اوورڪوٽ ۾ وڃي رهيو. سندس پرسان هڪ ڇوڪري ڀڄندي ٿي ويئي. فضا سيٽين جي آوازن سان گونجي اٿي. واردن ڀڄندڙ قيديءَ جي ڳولها ۾ ڊوڙيا. پوليس وارا بہ اڃي سهڙيا.

ماءُ سوچيو – تہ اهو ممڪن آهي. پاشا بہ تہ ائين ڪري سگهي ها.

هن ڪي پٽ لاءِ ڪي قدر ڏک ٿيو. پر جلد ئي ان ڏک مٿان هن لاءِ فخر جو جذبو غالب پئجي ويو.

”بهر.“ هڪ پوليس واري سهڪندي چيو، ”تو هڪ ماڻهو ڏٺو – ڏاڙهيءَ سان – هو هتان ڀڄندو ويو؟“

ماءُ باغ جي ٻرئين پاسي ڏانهن اشارو ڪري چيو، ”هو ان پاسي کان ويو.“

”گهڻو وقت ٿيو؟“

”منٽ کن.“

پوليس واري سيٽي وڄائي همراهن کي پاڻ ڏانهن ڪوٺيو ۽ ماءُ جي ٻڌايل طرف ڏانهن ڊوڙيو. ٻيا پوليس وارا بہ هن جي پٺيان ڊوڙيا.

ماءُ هنن کي ويندو ڏسي مرڪيو. هوءَ گهر موٽڻ لڳي.

گهر اليگزئيءَ پڇيو، ”ڇا ٿيو؟“

”ڏسڻ ۾ تہ اچي سڄي رٿ ڪامياب ويئي.“

۽ اليگزئيءَ کي سمورو وستار ڪري ٻڌايائين.

اليگزئيءَ سمورو بيان ٻڌي چيو، ”نلوونا، مون کي تنهنجي ڳڻتي هئي. تون مقدمي کان ڇرڪ نہ. جيترو جلد پورو ٿيندو اوترو جلد پاويل آزاد ٿيندو. مون اڳ ۾ ئي صوفيا کي لکيو آهي تہ پاويل جي ڀڄائڻ جو انتظام ڪري. ٿي سگهي ٿو، پاويل سائبيريا ڏانهن ويندي واٽ تي ئي فرار ٿي وڃي.“ پوءِ ماءُ کي مقدمي جا تفصيل ٻڌائڻ لڳو.

اوهتو ماءُ چيو، "تون شايد سمجهين ٿو ته مان جڄ کان ڪا ڀيک پنديس؟"

"ڇا ٿي چوين؟ تون ته منهنجي بي عزتي ٿي ڪرين."

"مون کي معاف ڪر، مهرباني ڪري. مان سچ پچ ڊڄان ٿي، نه ڄاڻان ڇا جي ڪري ..."

هوءَ چپ ٿي ويئي؛ ڪمري اندر هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي رهي. ڪجهه وقت بعد چيائين، "مان سمجهندي آهيان ته جج پاشا جي بي عزتي ڪندا، مٿس خنده زني ڪندا. پاشا، مون کي پڪ آهي، هنن کي منهن ٽوڙ جواب ڏيندو. يا انهيءَ سندن مخول اڏائيندو ۽ اتي اسان جا سڀ ساٿي گرم دماغ وارا آهن. هڪڙو ڄڻو ڪي چوندو ته پيا هن کي وڙهائيندا. سزا اهڙي ته سخت ٿيندي. اسان هنن کي وري ڏسي نه سگهنداسين."

اليگزئي خاموش ويٺو رهيو. ماءُ چوندي رهي، "سزا مون کي اهڙي سخت نٿي لڳي. جهڙو مقدمو هولناڪ ٿو ڀاسي مان. ڇڱيءَ پر پنهنجا انديشا بيان نٿي ڪري سگهان."

ماءُ کي ائين وڀهيو ته اليگزئي سنديس انديشا محسوس ڪري نٿي سگهيو، تنهنڪري انهن بنسبت ڪا وڌيڪ اهڃار ڪرڻ اجائي هئي. هوءَ مقدمي شروع ٿيڻ تائين دل جا سور دل ۾ دٻائي پنهنجيءَ ڀر ۾ سوچيندي ويچاريندي رهي.

ٽن ڏينهن پڄاڻا مقدمو شروع ٿي رهيو هو. ماءُ سوچيل اڻ سوچيل خطرن خوفن جو بار کڻي عدالت جي ڪمري ۾ پهتي. وات تي هن کي پنهنجي بستيءَ جا گهڻا ماڻهو گڏيا. جن ني مقدمو هلڻو هو تن جا مٽ مائٽ شهر ۾ اچي ويا هئا. سڀني تي ڏک جا ڪارا ڪڪر ڇانيل هئا. ماءُ جو هردو تهائين وڌيڪ ڏکي ٿي رهيو هو.

عدالت جي ڪمري ۾ سزوو جي چوڻ تي ماءُ هن جي پرسان ٿي ويٺي. سمولوو جي ماءُ نلوونا کي چيو، "تنهنجو پٽ ئي منهنجي جان جگر کي وٺي ويو!"

سيزوو هن کي ڌمڪايو، ”چپ رهه!“

عدالت ۾ سس پس ٿي ۽ سڀ ماڻهو اٿي کڙا ٿيا. جج اچي ويا هئا. هو پنهنجين ڪرسين تي ويهي رهيا. صدر جج ميز وارا ڪاغذ اٿلائڻ پٿلائڻ لڳو.

پاسي کان دروازو کليو ۽ هڪ سپاهي ڪلهي تي بندوق رکي اندر گهڙيو. هن جي پٺيان پاويل، آنڊري، فيديا مازين، گسو ڀائر، سمولوف، بکن، سومسوف ۽ ٻيا پنج نوجوان جن کي ماءُ نه سڃاڻندي هئي، اندر گهڙيا. پاويل جي چپن تي مٺڙو مرڪ هئي، آنڊري ماءُ ڏانهن منهن ڪري لُڏيو. هنن مڙني جي چپن تي اڇندڙ مرڪ ۽ سندن چهرن جي چمڪ کان عدالت جي ساٿت، گنڀير ۽ خشڪ وايو منڊل ۾ رنگيني اچي ويئي.

”هو ڏکن نٿا!“ ماءُ سيزوو کي پڻ پڻ ڪندو ٻڌو.

۽ سنديس ساڄي پاسي سمولوو جي ماءُ اوڇنگارون ڏيڻ لڳي.

”خاموش!“ ڪڙي رڙ گونجي اٿي.

صدر جج چيو، ”مان شروعات ۾ ئي اوهان کي چتاءُ ٿو ڏيان. ورنه مون کي....“

# ( 35 )

پاويل ۽ آنڊري هڪ ٻئي جي لڳولڳ ويٺا هئا؛ ساڻن گڏ پهرين بينچ تي مازين، سمولوو ۽ گسو ڀائر ويٺا هئا. ماءُ ڏٺو صدر جج قيدين کان ڪي سوال پڇي رهيو هو. پاويل ٽڪڙو جواب ڏيئي رهيو هو. صدر جج هڪ ڪاغذ پڙهيو. سڀ حاضرين چپ چاپ ويٺا رهيا. ڇٺن وڪيلن ۾ هوريان هوريان بحث شروع ٿيو. ايتري ۾ پاويل جو آواز گونجي اٿيو، هتي ڪوئي منصف نه آهي ۽ نه ڪو انصاف ڪندڙ. هت صرف سوڀارا ماڻهو آهن.“

عدالت ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. ماءُ کي پنهنجي دل جي ڌڙڪڻ ۽ قلم جي گهس گهس جي آوازن کان سواءِ ٻيو ڪو آواز ٻڌڻ ۾

نہ آيو. وڏو جج خاموش ويٺو هو. هن جا ساٿي پريشان ٿي ڏٺا.
نيٺ وڏي جج پڇيو، ”اينڊري نکوڊڪا، تون قبول ٿو ڪرين...؟“
اينڊري اٿيو. ٻہ سوگهو، وچ ڪي چڪي، اکون جي ڪنڊن
وٽان جج ڏانهن نهاريائين، ”مان ڇا جو ڏوهہ ٻاميان؟؟“ ڪوڪول
ڪاها لوڏي چيو، ”مون ڪا چوري ڪانہ ڪئي، ڪو خون نہ
ڪيو. مان صرف زندگيءَ جي ان تنظيم سان شامل راءِ نہ آهيان
جنهن ۾ ماڻهو هڪ ٻئي کي ڌاڙو هڻڻ ۽ خون ڪرڻ لاءِ مجبور
ڪيا وڃن ٿا.“

”مختصر جواب ڏي- ها يا نہ!“ ٻئي شخص چيو.
سوزو پڻ ڪئي، ”ٻڌين ٿي، ڪيئن ٿا جواب ڏين؟“
ماءُ چيو، ”ها.“
”فيڊيا مازين! جواب ڏي.“
”مان انڪار ٿو ڪريان.“ مازين جو منهن جوش وچان
ڳاڙهو ٿي ويو.
سيزوڪي قدر جنبش ۾ اچي ويو. ماءُ اکيون ڦاڙي عجب
مان مازين ڏانهن تڪڻ لڳي.
”مان بچاءُ ڏيڻ کان انڪار ٿو ڪريان،“ مازين چيو،
”مان اوهان جي اختياري تسليم نٿو ڪريان. توهان ڪير آهيو؟
ڇا ماڻهن اوهان کي اسان تي فتويٰ ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيو آهي؟
نہ. مان اوهان کي نٿو سڃاڻان.“ هو ويهي رهيو ۽ پنهنجو غصي
وچان لال ڇهرو اينڊريءَ جي ڪلهي پٺيان لڪايائين.
جج پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا. ڇار وڪيل ڏبان ڏيئي
ٻڌندا رهيا.
سيزوو پڻ پڻ ڪئي، ”ڪيئن هنن کي ڪپي ڇڏيائين،
سڌو سنئون، بلڪل ڇٽن لفظن ۾! ٻين کان بهتر نموني. اهو اسان
جو ڇوڪرو آهي.“
ماءُ جي منهن تي منجهيل مرڪ ڊوڙي آئي. مازين جي
بيباڪيءَ کيس همت بخشي.

وڏي جج سرڪاري وڪيل سان مخاطب ٿي چيو "تنهن جو رايو؟"

گنجي مٿي وارو سرڪاري وڪيل اٿيو ۽ تڪڙو ڳالهائيندو رهيو. هن جي آواز ۾ ڪا خطرناڪ ڳالهه نه هئي.

تنهن هوندي به ماءُ دل ئي دل ۾ ڏڄي رهي هئي. جج مقدمي جي ڪارروائيءَ ۾ خمر ڪا دلچسپي وٺي رهيا هئا. انهن ئي معلوم ٿيو ڪين هرڪا ڄاڻ هئي.

پوليس وارو پڃري ۾ چڙهيو. شاهدي ڏيندي چيائين، پاويل ولاسوو هنن جو اڳواڻ هو."

ٻڍي جج پڇيو، "۽ نکادڪا؟"

"هو.."

ماءُ کي لڳو ته سڀ جج ٿڪل ۽ بيمار هئا. هو هرچيز سان بيزار ٿي ڏٺا.

زرد چهري وارو پوليس عملدار پڃري ۾ چڙهيو. پاويل ۽ ڪوڪول جي سرگرمين جي اظهار ڪرڻ لڳو. هڪ ٻئي پٺيان شاهد پڃري ۾ چڙهڻ ۽ لهڻ لڳا. جج اڌ پاسيري چاه سان شاهدين ٻڌندا رهيا. هو ڪرسين تي ويٺا پاسا بدلائي رهيا هئا. سرڪاري وڪيل ڪڏهن ڪڏهن پنسل سان نوٽ ٿي ورتا. عدالت ۾ ويٺل ماڻهو به ٿڪجي پيا.

صدر جج اٿي چيو، "مان اعلان ٿو ڪريان...." پريان لفظ هن جي چپن ۾ ئي رهجي ويا. عدالت جو ڪمرو آهن ۽ ڪنگهه جي آوازن سان ڀرجي ويو. قيدين کي ٻاهر وٺي ويا ماڻهو هڪ ٻئي سان گفتگو ڪرڻ لڳا.

سمولوو جو پيءُ ماءُ وٽ اچي چوڻ لڳو، "منهنجو پٽ ڏٺئي. صفائي پيش ڪرڻ کان انڪار ڪيائين. نلوونا، تنهنجي پٽ وڪيل ڪرڻ ٿي چاهيو. پر منهن جي پٽ ان کان به انڪار ڪيو. سندس پٺيان ٻين پنجن به انڪار ڪيو."

هن جي زال پرسان ويٺي ڳوڙها اگهي رهي هئي ۽ رومال

سان نڪ صاف ڪري رهي هئي. هن چيو، ”نلوونا، معاف ڪر. مان اڄ تائين ناحق تنهنجي پٽ کي ڏوهه ڏيئي رهي هيس. منهنجو پنهنجو پٽ به ڪا وٽ ڪانهي.“

ماءُ مرڪي ورائيو، ”نوجوان جهٽ پٽ سڃاڻي ٿا وٺن.“

هو سڀ ورانڊي ۾ آيا. ورانڊي ۾ ماڻهو وڏي واڪي گفتگو ڪري رهيا هئا.

”هت انصاف ته نه ٿي رهيو آهي،“ ڪنهن چيو.

ٻئي ڪنهن ورائيو، ”جڏهن ڪو خون يا چوري ٿي ٿئي، تڏهن مقدمو جوريءَ جي مدد سان هلايو ٿو وڃي. جوريءَ ۾ عام ماڻهو شامل ڪيا ٿا وڃن. جڏهن ماڻهو سرڪار خلاف بغاوت ٿا ڪن ته مقدمو اختياريءَ وارا ٿا هلائين. ائين ڇو ٿا ڪن؟“

ٽئين چيو، ”فرضيا مازين سچ چيو. جڏهن تون منهنجي بيعزتي ڪرين ۽ مان ڏندن ڏارو ٽوڙشو ٽڪاءُ ڪرايان ۽ فيصلو تو کي ڪرڻو هجي ته پڪ ٿي پڪ مان قصوروار ٺهرايو ويندس. پر پهرين ڏوهاري ڪير هو؟ تون؟ پڪ ٿي پڪ تون.“

ماءُ جي هردي ۾ آيو ته ماڻهن کي الگزنڊيءَ جا لفظ ٻڌائي ته سزا اڳ ۾ ٿي مقرر ٿي ويئي آهي، ته هت انصاف ٿيڻو نه آهي. پر پاڻ الگزنڊيءَ کي پورو سمجهيو ڪونه هئائين، تنهن ڪان سواءِ کي لفظ وسري به ويا هئس. هن سيزوو کي چيو، ”ڇا مقدمي هلائڻ جو اهو ڍنگ آهي؟ هو سارو وقت اهو جاچڻ ۾ صرف ٿا ڪن. ته ڪنهن ڇا ڪيو. ڪوبه اها ڳالهه جاچڻ جي ڪوشش نٿو ڪري ته هنن ائين ڇو ڪيو. تنهن ڪانسواءِ هي سڀ ٻڍا آهن. نوجوانن جو انصاف نوجوانن هٿان ٿيڻ کپي.“

ايتري ۾ ڪورٽ جو دروازو کليو ۽ پوليس واري پڪاريو، ”مجرمن جا مائٽ ٽڪيٽون ڏيکارين.“

”ٽڪيٽون!“ ڪنهن چيو، ”گويا سرڪس آهي!“

عدالت وري ڪم شروع ڪيو ته وڏي جج سرڪاري

وڪيل کي پنھنجو بيان شروع ڪرڻ لاءِ چيو. سرڪاري وڪيل اٿيو ۽ تقرير شروع ڪيائين. هو پاويل ۽ هن جي ساٿين خلاف ڳالهائيندو رهيو.

سيزوو چيو، ”شيطان ڪوڙ ٿو بڪي.“

ماءُ ڏٺو، سرڪاري وڪيل جي تقرير جو پاويل، انڊري ۽ سندس ٻين ساٿين تي ڪو اثر نٿي پيو، جج به بي دليو هن جي تقرير ٻڌي رهيا هئا. ماءُ جي ذهن ۾ پڙاڏو ٿيو، ”ڇا هو انصاف ٿا ڪن؟“

سرڪاري وڪيل تقرير ڪري ججن ڏانھن ڪنڌ نوايو ۽ ويھي رهيو.

وڏي جج ميز تي رکيل ڪاغذ منھن تائين آندو، ان تي نظر ڦيرائي چيو، ”هاڻ فيدوسوو، مارڪوو، زڳروو جا وڪيل تقريرون ڪن.“

جنھن وڪيل کي ماءُ اليگزنيءَ جي گهر ڏٺو هو سو اٿيو. هن ڇٽن لفظن ۾ چيو، ”ڪوبه ايماندار ماڻھو، جذباتي دل رکندڙ، ڪوڙ، ٺڳي، دوکيبازي ۽ ذلت ڀري زندگيءَ خلاف بغاوت ڪرڻ کان رهي نٿو سگهي. ايماندار ماڻھو جون اکيون طبقاتي تفاوتن جي تضادن کي ڏسڻ کان انڪار...“

هڪ جج صدر جج جي طرف مڙيو ۽ هن کي ڪي چيائين صدر جج وڪيل کي چيو، ”مھربان، ذرا خبرداريءَ سان ڳالهايو.“

ماءُ جي ذهن ۾ وري پڙاڏو ٿيو، ڇا هو انصاف ٿا ڪن؟“

هن ججن ڏانھن نھاريو، هو پريشان ٿي ڏٺا. وڪيل ويھي رهيو. ٻئي وڪيل اٿي چيو، پوليس شاهدن کي ڌمڪايو آهي. خود عدالت ڏٺو ته سرڪاري وڪيل شاهدن کي دڙڪا ڏيئي رهيو هو. عدالت طرفان وڏي وڪيل کي تنبيھه ٿيڻ گهرجي هئي.

سرڪاري وڪيل ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ رد قد ڏيڻ لڳو.

وڪيلن ۾ بحث مباحثو شروع ٿي ويو. جج ٻس ٻس ڪرڻ لڳا. ماڻھو به ٻنھين تي ويٺا پڻ پڻ ۾ پنھنجا رايا ظاهر ڪرڻ لڳا.

اوچتو پاويل اٿيو. ڀورداري عجيب سانت ڇانئجي ويئي. ماءُ سڌي ٿي ويئي.

”هڪ پارٽي ميمبر جي حيثيت ۾ مان صرف پارٽيءَ جي عدالت کي تسليم ٿو ڪريان. مان هت پنهنجو بچاءُ پيش نہ ڪندس. مان صرف اها ڳالهہ چوندس جا اوهان جي سمجهہ ۾ نٿي اچي. سرڪاري وڪيل فرمايو تہ اسان زار خلاف بغاوت ڪئي. صرف زار جو نالو وٺڻ غلطي ٿيندي. اسان سماج وادي آهيون اسان ان هر شڪتيءَ خلاف آهيون جا ماڻهن کي غلام رکڻ ٿي چاهي اسان خانگي ملڪيت جا دشمن آهيون جا ماڻهن کي هڪ ٻئي کان الڳ ٿي ڪري، کين هڪ ٻئي خلاف ويڙهائي ٿي. اسان نفع خوريءَ تي ٻڌل سماج جا مخالفتي آهيون. اسين مزدور آهيون. اسان جي محنت مان سڀ شيون جڙن ٿيون. پارن جي رانديڪن کان وڏين مشينن تائين. هرڪو اسان کي پنهنجي ذاتي فائدي لاءِ استعمال ڪرڻ ٿو چاهي. هاڻ اسين ايتري آزادي چاهيون ٿا جا اسان کي هر طاقت تي قبضو ڪرڻ جو وجهہ ڏئي. اسان جو نعرو سليس آهي هرڪا طاقت ماڻهن جي هٿن ۾ هجڻ کپي. پيدائش جا سمورا وسيلا ماڻهن جي حوالي هجن، سڀ محنت ڪن. خانگي ملڪيت ناس ڪئي وڃي. توهان ڏاٺو ٿا، اسين باغي نہ آهيون“

پاويل مرڪيو. هن جي اکين ۾ چمڪ وڌي ويئي.

وڏي جج چيو، ”وهلور نہ وڃ. تهمت تي ڳالهاءِ.“

سيني ججن گهور ڪري پاويل ڏانهن پئي ڏٺو. ماءُ کي قدر بي چيني ٿيڻ ويئي. پاويل جو آواز وري گونجيو.

”اسان انقلابي آهيون ۽ تيستائين رهنداسين جيستائين خانگي ملڪيت وجود ۾ رهندي، جيستائين هڪڙا صرف حڪم هلائيندا ۽ ٻيا ڪم ۾ ڇٽندا. آخرين جيت اسان جي ٿيندي. اسين محنت ڪش اوس سوڀارا ٿينداسين. اوهان جي سماج ايتري طاقتور نہ آهي جيتري اوهان سمجهو ٿا. توهان ڪوڪلا آهيو. توهان کا نئين ڳالهہ سوچي نٿا سگهو. اسان جا ويچار وڌندا ٿا رهن. اسان جي

شڪتي وڌندڙ آهي ڇاڪاڻ ته اها مزدورن جي هٿڙيءَ مان پيدا ٿي ٿئي. توهان انسانن کي زندگيءَ کان جدا ڪري ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو آهي. سماج واد انسانن کي نئين سر ٻڪوجود ٺاهيندو ۽ دنيا کي هڪ ڪندو. ۽ اهين ضرور ٿيندو."

پاويل گهڙي ساعت خاموش رهيو. پوءِ هرهڪ لفظ تي زور ڏيندي چيائين، "سماج واد ضرور ايندو!"

جج وري پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا. قيدي ڏيان سان پنهنجي سائيءَ جي تقرار ٻڌندا رهيا. هنن جا چهرا ڦڪي رهيا هئا. ماءُ جو ڳاٽ فخر کان اوچو ٿي ويو.

وڏي جج پاويل کي "اجائي اينگهه" ڪرڻ کان منع ڪئي.

پاويل طنزيه ڍنگ ۾ چيو، "مان پنهنجي تقرير ختم ڪري رهيو آهيان. منهنجي چاهنا اوهان جي ذاتي طور بيعزتي ڪرڻ جي نه آهي. هيڪاري پنهنجي مرضيءَ خلاف هن مخولبازيءَ کي جنهن کي اوهان مقدمو ٿا سڏيو، ٻڌندي مون کي اوهان سان همدردي ٿي ٿئي. توهان به ته انسان آهيو؛ ۽ اهو منظر ڏکوئيندڙ آهي جنهن ۾ انسانن کي شرمندي نموني انسانيت جو شعور وڃائي وهندو ٿو پوي."

هو جڏهن ڏانهن نهارڻ کان سواءِ ويهي رهيو. انڌيريءَ هن جو هٿ دٻايو ۽ سڀ سائي ڦڪندڙ چهرن سان اشاري بازيءَ سان کيس ڪمرون ڏيڻ لڳا. هن ماءُ ڏانهن نهاريو. ماءُ به مرڪندڙ چهري سان پٽ تي نگاهه وڌي.

سيزوو چيو، "سچو پچو مقدمو ته هينئر شروع ٿيو آهي. ڪيئن نه کين سچ سڻايائون!"

## (36)

ڪوڪول اٿيو. اک ٽيٽ ڪري جج ڏانهن نهاريندي چيائين، "بچاءُ پيش ڪندڙ سکر آدميو!"

هڪ جج چيو، ”تنهنجي سامهون عدالت آهي ۽ نه بچاءُ پيش ڪندڙ.“

ڪوڪول ڪنڌ ڌوڻي چيو، ”ائين آهي؟ مان ته سمجهان توهان جج نه آهيو، مدعاليه آهيو.“

وڏي جج چيو، اهو ڪي ڇو جنهن جو واسطو سڌو مقدمي سان آهي.“

ڪوڪول چيو، ”مقدمي بابت جيڪي چوڻو هو سو منهنجي سائيءَ اوهان کي ٻڌايو. وڌيڪ جڏهن وقت ايندو تڏهن منهن جا ٻيا سائي اوهان کي ٻڌائيندا.“

وڏو جج ڪاوڙ وچان لال ٿي ويو. هن اٿي ٻهڪي چيو، ”مان توکي وڌيڪ ڳالهائڻ نه ڏيندس. ويسلي سمولوو توکي ڇا چوڻو آهي؟“

ڪوڪول چپ ڀڪوڙي ويهي رهيو. سمولوو پنهنجا ڪڪا وار لوڏي اٿي ٻهڪي چيو، ”سرڪاري وڪيل مون کي ۽ منهنجن سائين کي ”جهنگلي“، ”سڀيتا جا دشمن“ سڏيو. مان ٿو پڇان اوهان جي سڀيتا ڪهڙي آهي؟“

رڏي جج رڙ ڪئي، ”اسين بحث ڪرڻ نٿا چاهيون تون مقدمي بابت ڳالهاءِ.“

”مون کي وچ ۾ نه ڪٽيو،“ سمولوو چيو، ”توهان زالن ۽ ڇوڪرين کي ڌتاريو ٿا، توهان جاسوسن کي ڀڙڪايو ٿا، توهان ماڻهن کي ان حالت تي آڻيو ٿا جو هو چوريون ۽ خون ٿا ڪن. ڪوڙ ڪپٽ، دغا دولاب، لوٽ ڪسوٽ، وحشانيت، اوهان جي سڀيتا آهي، اها، اسين ان سڀيتا جا دشمن آهيون.“

”مهربان!“ وڏي جج چلايو، پر سمولوو چوندو رهيو، ”پر اسان اها سڀيتا کي عزت ڏيندا آهيون، ڀيندا آهيون جن جي پيدا ڪندڙن تي اوهان مقدما هلائيندا رهيا آهيو، کين ترنگ ۾ بند ڪندا رهيا آهيو. توهان چريا ٿي پيا آهيو...“

”مان توکي وڌيڪ ڪي چوڻ کان منع ٿو ڪريان،“

وڏي جج فرمايو، ”فِمديا مازين، تون چئو!“

فِمديا مازين جهٽڪ ڏيئي اٿيو ۽ چيائين، ”مان قسم کڻي ٿو چوان.... مون کي ڄاڻ آهي ته اوهان مون کي اڳ ۾ ئي سزا ڏيئي ڇڏي آهي. مان قسم کڻي ٿو چوان.... توهان مون کي جتي به اماڻيندا، پر مان اتان ڀڄي ويندس. مان موٽي ايندس، عمر پر ڪم ڪندو رهندس.“

وڏي جج مازين کي وڌيڪ ڳالهائڻ نه ڏنو. گيسڦ پاڻ چيو، اسان کي ڪم چوڻو نه آهي.“

جڏهن بڪن جو وارو آيو تڏهن هن چيو، ”مان ٿلهو آدمي آهيان. تڏهن به انصاف جي معنيٰ سمجهان ٿو.“ ائين چئي بڪن ويهي رهيو.

جج پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪرڻ لڳا. حاضرين شور مچائڻ لڳا. وڏي واڪي مقدمي جي ڊونگ جو مذاق اڏائڻ لڳا. هو ملزمن تنهن ۾ به خاص ڪري پاويل جي ساراه ڪرڻ لڳا. عدالت جا نمائنده وچ وچ ۾ ماڻهن کي خاموش ڪرائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. پر ماڻهن جو جوش، ڪروڌ ۽ شور بند ٿيڻ جو نه هو.

ماءُ پٽ ڏانهن نهاريندي سوچ ويچار ۾ پئجي ويئي. پاويل به رکي رکي آئت پري نگاهن سان ماءُ ڏانهن نهاريندو رهيو.

وڏو جج اٿيو. فتويٰ پڙهڻ شروع ڪيائين. ماءُ جو ڌيان اهان به پٽ ۾ هو.

سمزوو ماءُ کي ڊونڊاڙيندي چيو، ”جلاوطني!“

”مون کي اڳ ۾ ئي سڌ هئي.“

هو قيدين ڏانهن وڌيا. ماءُ پنهنجي پٽ جي هٿ کي زور ڏنو. سيزوو ۽ مازين هڪ ٻئي کان موڪلايو. ڪوڪول سيني سان ڪلي ڳالهائي رهيو هو. ماءُ به هن سان وڃي ڳالهايو. ڏالسون روئي رهيون هيون پر گهڻو تڻو عادت کان مجبور ٿي ۽ ڏک وهان.

نمٽ قيدين کي وٺي ويا.

ماءُ عدالت کان ٻاهر نڪتي. رات پنجي چڪي هئي. رستن،

تي ٻٽيون ٻري رهيون هيون ۽ آسمان ۾ تارا ٽمڪي رهيا هئا. سيزوو ۽ ماءُ اڳتي وڌندا رهيا. ماڻهو ڪاڳرن ڦتوا جو پڇندا رهيا. جتي ڪٿي ننڍا ننڍا مجموعا بيٺا هئا. هڪ مجموعي ۾ ڪنهن ماءُ ڏانهن اشارو ڪري چيو، "هيءَ پاويل ولاسوو جي ماءُ آهي." مجموعو ماءُ کي وڪوڙي ويو.

ڪنهن چيو، "تنهنجو پٽ اسان سڀني لاءِ مردانگيءَ جو مثال ٿي رهندو."

۽ فضا نعرن سان گونجي اٿي.

"پورهيت زنده باد!"

"انقلاب زنده باد!"

سيزوو ماءُ کي اڳتي وٺي ويو. اچانڪ ڪٿين ساشا ڳڏجي ويئي. هوءَ ماءُ کي پاسي واري گهٽيءَ ۾ گهلي ويئي. ساشا ماءُ کان پڇيو، "ڇا جلاوطنيءَ جي سزا ملي؟ هن ڪيئن ڳالهايو؟ تون کي چئن تنهن کان اڳ ۾ مون کي هرڪا ڄاڻ آهي. هن ٻين کان وڌيڪ سليس مگر زوردار نموني ڳالهايو. مون کي سڌ آهي."

ماءُ وراڻيو، "تون وٽس ڪڏهن ويندينءَ؟"

"جڏهن ڪو مون کان منهنجو ڪم سنڀالي وٺندو. اڳي پوءِ مون کي به سزا ملڻي آهي. ظاهر آهي، مون کي به سائبيريا موڪليندا. مان چونديسان- مون کي ان هنڌ موڪليو جتي هو آهي."

سيزوو چيو، "منهنجون، سيزوو جا سلام ڏجانس. هو مون کي سڃاڻندو. مان فيديا مازين جو ماهو آهيان."

"مان مازين کي سڃاڻان،" ساشا چيو، "منهنجو نالو اليگزينڊريا آهي."

"تنهنجي پيءُ جو نالو؟"

"مون کي ڪو پيءُ ناهي."

"ڇا.... هو مري ويو؟"

"نه. هو زنده آهي. هو زميندار آهي. هو هارين کي ڦريندو آهي، ماريندو آهي. اهڙي پيءُ سان مان پنهنجو نالو ڳنڍڻ واري نه آهيان."

"سو—" سيزوو ڪي قدر منجهي پيو، پر مٿس پاڻ سنڀالي چيائين، "الوداع! مهربان عورت، تون پنهنجي پيءُ تي ڪي قدر سخت آهين."

"جيڪڏهن تنهنجو پٽ بدشڪل هجي، ماڻهن خلاف هجي، توکي ۽ ٻين کي تنگ ڪندڙ هجي، نه وڻندڙ هجي ته ڇا تون هن لاءِ ساڳي ڳالهه نه چوندين؟"

ٿورو هٻڪي سيزوو چيو، "ها، جيڪر ائين ئي چوان."

سيزوو جي هلڻ وڃڻ بعد ساشا چيو، "سٺو ماڻهو آهي. اهڙا ماڻهو اسان کي ڪارائتا ٿيندا، گهٽ ۾ گهٽ ساهت لڪائڻ لاءِ."

ماءُ کي لڳو ته اڄ ساشا جو منهن هونءَ کان وڌيڪ ٻهڪندڙ ۽ مهربان هو. هن جا سيزوو بابت ٻول ٻڌي سوچيائين، "هن کي سدائين مقصد جي اوڻ آهي. خود اڄ به. جڏهن هن جي دل جلي رک ٿي پيئي آهي."

( 37 )

گهر پهچي ٻئي هڪ ٻئي جي ڀرسان ڪوچ تي ويهي رهيون ۽ ساشا جي پاويل سان ملڻ جي باري ۾ ڳالهيون ڪنديون رهيون. ساشا اکين جا پنبڻ مٿي چڪي پنهنجين نيم خوابيده نيڻن سان سامهون نهاريندي رهي.

ماءُ چيو، "جڏهن اوهان کي ٻار ٿيندا تڏهن مان توهان وٽ ايندس ۽ اچي هنن کي کيڏائينديس. اسين اتي هتان کان بدتر نموني نه رهنداسين. پاشا ڪم ڳولهي لهندو."

ساشا گنڀير انداز ۾ چيو، ها. پر هو اتي ٻڌجي نه وهندو.

هو اٺان پڇي ويندو."
"پارن ڏڻ جي حالت ڇا آهي؟"
"مون کي معلوم نه آهي. مان هن کي پڙهي نٿي سگهان مان هن جي ڪاسريڊ آهيان، جيئن ساٿڻ جي حالت ڇا آهي، هن کان الڳ ٿيڻ ڪٿن ٿيندو، پر مون کي هرڻو پوندو. هن کي جاڻ آهي ته مان آدميءَ کي پنهنجي ملڪيت سمجهڻ جي قابل ڪانه آهيان."

ماءُ هن کي چڱيءَ ريت سمجهيو ٿي، ڪيس هن جو لفظ لفظ صحيح ٿي پاسيو ۽ هن لاءِ ڏک ٿي ٿيو. هن کي چڪي جا ٿيءَ سان لاڏائين، "ڏيءُ، تنهنجي لاءِ ڏاڍو ڏکيو ٿيندو."

ساشا صرف مرڪيو. هن جي آواز نرم مگر گنڀير هو، "اسين هڪ ٻئي کي پيار ٿا ڪريون، اسان هڪ ٻئي کي وڏيڪ کان وڏيڪ شڪتي بخشيندا سون ۽ جيڪڏهن ضرورت پيئي ته دوستن جيان جدا ٿيندا سون."

ڪجهه دير تائين ٻئي خاموش ٿي ويون. اليگزئي اندر آيو، ٿڪل مگر اتساهت. هن هڪدم اعلان ڪيو، "ساشا، ٿوري دير هتان هلي وڃ. صبح کان ٻه جاسوس منهنجو پيڇو ڪندا ٿا رهن، مون کي گرفتارين جو انديشو آهي. مان سمجهان ٿو ڪٿي ڪجهه ٿيو آهي. مون وٽ پاويل جي تقرير آهي. فيصلو ڪيو ويو آهي ته ان کي لڪائجي. اها تون ليودملا وٽ ڪٿي وڃ. نلووناٴ، پاويل ڏاڍو سٺو ڳالهايو، ان جو ضرور اثر ٿيندو. ترس، هيءُ ڪاغذ ٻه ڪٿي لڪائي ڇڏ، يا آئون کي پهچاءِ."

اليگزئي پنهنجي ميز جو خانو کوليو ۽ ان مان ڪاغذ ڪڍيائين، انهن سان کي ڦاڙيندو ويو کي پاسيرا ڪندو ويو.

"نلووناٴ، بهتر ٿيندو ته تون به رات هت نه رهين. توکي به شايد گرفتار ڪن، ۽ پاويل جي تقرير ورهائڻ لاءِ تنهنجي ضرورت پوندي."

"مون کي ڇو گرفتار ڪندا؟"

اليگزئيءَ پنهنجون اکيون مٿي ڪري چيو، "مون کي ارڪان سڀ نيتا لڳن. تنهن ڪان سواءِ تون لدميلا کي به ڪارائتي ٿي سگهين ٿي. خطري ڪان پڇي پاسو ڪر."

پٽ جي تقرير ٻڌڻ تي ماءُ کي خوشي ٿي. چائين، "جڏهن ائين آهي ته مان وڃان ٿي. پر ائين نه سمجهه ته ڪا مان ڊڄان ٿي."

ساشا ڪاغذ جا ٽڪرا جلائيندي رهي. انهن جي رک پئي کڻي ڪچري سان ملائي ٿي ڇڏيائين.

اليگزئيءَ چيو، "ساشا، وڃ! الوداع. سڀ سڀ ڪتاب موڪلڻ نه وسارج. ذرا سنڀال ڪجو. منهنجي خلاف ڪجهه مؤثر هن وٽ آهي. نلووانا، تون به هن سان گڏ وڃ. هڪ ئي وقت ٻن ڄڻن تي جاسوسي ڪرڻ سولو ڪم نه آهي. چڱو، الوداع!"

رستي تي ساشا ماءُ کي چيو، "اليگزئي آخرين دم تائين ائين ڪم ڪندو رهندو ۽ ڪڏهن ورچندو نه. موت ايندس تڏهن به چوندو ڏاڍو سٺو ٿيو ۽ مري ويندو."

"مان هن کي پيار ته ڪندي آهيان."

"مان هن کي پيار ته ڪا نه ڪندي آهيان. پر عزت ڏاڍي ڪندي آهيان. ائين ٿو لڳي اسان جو پيچو ٿي رهيو آهي. اسان کي جدا ٿيڻ کپي. جي ڪو تنهنجي پٺ وٺندو هجي ته سڌو لدميلا وٽ نه وڃج."

ماءُ چيو، "اهو مان ڄاڻان ٿي."

"ان حالت ۾ مون وٽ اچج. حال في الحال الوداع."

ٿوري وقت بعد ماءُ لدميلا جي ننڍڙي ڪمري ۾ پهچي ويئي.

ماءُ چيو، "مان تو وٽ ڪم سان آئي آهيان."

"مون کي خبر آهي. ڪم بنا مون وٽ ڪير ڪونه ايندو آهي."

ماءُ هن کي پاويل جي تقرير وارو پنو ڏيندي چيو، ”هن کي بنا دير ڇاپڻ جو حڪم آهي.“

۽ هن کي الوگزنيءَ جي گرفتاريءَ لاءِ تماري جو ٻڌايائين.

ليڊمِلا پنو وٺي پنهنجي پٺي ۾ وڌو ۽ چيائين، ”مون کي گرفتار ڪرڻ اچن ته مان کين گولي هڻي ڪيان. مون کي پنهنجي بچاءَ ڪرڻ جو پورو حق حاصل آهي.“

ليڊمِلا پاويل جي تقرير وارو پنو کوليو ۽ اهو پڙهڻ لڳي. پڙهي رهڻ بعد چيائين، ”سٺي تقرير آهي. اها نغاري جيئن وڄي ٿي ۽ نغارو وڄائيندڙ طاقتور آدمي آهي.“

منٽ کن ماٺ رهڻ بعد وري چيائين، ”مون تنهنجي پٽ کي نه ڏٺو آهي پر سمجهان ٿي اعليٰ شخص هوندو. هو جوان آهي، اهو صاف ظاهر آهي؛ پر هن کي اعليٰ آتما به آهي. اهڙو پٽ هجڻ هڪ ئي وقت سٺو ۽ خطرناڪ هوندو، نه؟“

”ها، سٺو آهي. ۽ هاڻ اهو خطرناڪ نه آهي.“

”تون مون کي تقرير ڇپڻ ۾ مدد ڪندينءَ؟“

”ضرور!“

”مان سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ڪريان. تيسين تون سمهي پئو. تو ڏکيو ڏينهن ڪاٽيو آهي، ٿڪل هوندينءَ. مان ڪم جي وقت توکي جاڳائينديس.“

ماءُ جو دماغ ٿڪل هو، مگر سندس آتما عجيب نموني خاموش هوندي به روشن هئي. هن جي ذهن ۾ پاويل، انڊريءَ ۽ ساشا جا چهرا ڦرندا رهيا. ماءُ کي هنن جو ويچار ڪندي خوشي ٿي رهي هئي. هنن سندس دل کي هلڪي نموني ڇهيو ٿي پر دکدائي يادگيريون تازيون نه ٿي ڪيون. ليٽ ماءُ کي گهري ننڊ اچي وئي.

# ( 38 )

جڏهن ماهُ جي اک کلي تڏهن صبح ٿي چڪو هو. ڪمري ۾ آس اڃا ويٺي هئي. ليڊملا ڪتاب هٿ ۾ جهلي، ڪوچ تي ويٺي مرڪي رهي هئي.

ماهُ عجب مان چيو، "مان ڪيڏو سمهي آهيان؟"

"ڏهه وڄڻ وارا آهن. اٿ ته گڏجي چانهه پيئون."

"تو مون کي اٿاريو ڇو ڪين؟"

"مون چاهيو ٿي. مان تنهنجي نزديڪ آيس به. پر توکي گهري ننڊ هئي ۽ ننڊ ۾ مرڪي رهي هئينءَ. تون شايد سهانو سپنو ڏسي رهي هئينءَ. مون توکي جاڳائڻ واجب نه سمجهيو. تنهنجي زندگي اڳيئي ڏکي ٿي ڪٽجي."

ماهُ چيو، "دنيا ۾ ڏکيا يون ته آهن ٿي. ماڻهو مصيبتون سهندا ٿا رهن؛ ڪين ماريو ڪٽيو ٿو وڃي، ڪو پيڙيو ٿو رهي؛ ماڻهن مٿان جاسوسي ڪئي ٿي وڃي. اسان جا هونهار نوجوان ويس بدلائي ٿا رهن، ڪيترين نعمتن کان محروم آهن، اها جيوت ڪٽڻ ته آهي ٿي. پر اهي ڳالهيون ٻاهر آهن، دل اندر نه آهن."

ليڊملا تيرس ڀرين نگاهن سان ماهُ کي تڪيندي چيو، "تون پنهنجي ۾ ته ڪي نٿي چوين؟"

ماهُ هنڌ تان اٿي ڪپڙا بدلائيندي چيو، "پنهنجو پاڻ کي ٻين کان الڳ به ڪٿن ڏو ڪري سگهجي؟"

ماهُ ٻيهر گهري سوچ ويچار ۾ پئجي ويئي.

ليڊملا پڇيو، "ڇا ٿي سوچين؟"

"مون کي خود خبر نه آهي."

ٻنهي هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو ۽ مرڪيون.

ليڊملا اٿندي چئي هلي ويئي، "منهنجي چانهه جو نه معلوم ڇا ٿيو؟"

ماءُ سڄي ڀيتل ازرگن جي باري ۾ ڳالهيون ڪرڻ ٿي چاهيون. هن جي دل ۾ ڪنهن لاءِ ڀڪاءُ هو، ڪنهن لاءِ همدردي هئي ۽ ڪنهن لاءِ پيار هو. هن اهڙن سڄي ماڻهن بابت دل کولي ڳالهيون ڪرڻ ٿي چاهيون. هن جي دل ۾ هڪ جوت ٻري رهي هئي. ڪيترن ڏينهن بعد هن جي جيءَ ۾ آيو ته عمارت ڪريان. اچانڪ هن جي اکين اڳيان هڪ نوجوان جو چتر ڦري آيو جو چئي رهيو هو، ”هيءَ پاويل ولاسوو جي ماءُ آهي.“ هن جي نيڻن سامهون ساشا، رائيبن، پاويل آندري ۽ اليگزئيءَ جا مکڙا ڦري آيا ۽ ماءُ جي هردي ۾ عجيب پاوناڻون لهرون مارڻ لڳيون.

ليڊملا الدر اچي چيو، ”اليگزئيءَ سچ ٿي چيو. هن کي گرفتار ڪيو ويو آهي. مون هڪ ڇوڪري کي ونس موڪليو هو. هينئر هن اچي چيو ته هن جو گهر سپاهين سان گهيريو پيو آهي.“

ماءُ ڏکوئيل آواز ۾ چيو، ”اوهه! ويچارو......“ هن اپو ساهه کنيو.

ليڊملا چيو، ”گذريل ڪيترن ڏينهن کان هو شهر جي مزدورن کي ساهت پڙهي ٻڌائيندو هو. هن کي زير زمين هلڻ وڃڻ کپندو هو. سا ٿين هن کي اهڙي صلاح ڏني به پر هن نه مڃي.“

ايتري ۾ هڪ ڪارن وارن ۽ ڳاڙهي منهن واري ڇوڪري اچي چيو، ”چانهه ڪٿي اچان؟“

”ها، سريوزا! لڊوونا، هيءَ منهنجو شاگرد آهي. تو هن کي اڳ ۾ ڪڏهن ڪونه ڏٺو آهي؟“

”نه.“

”مان هن کي ڪڏهن ڪڏهن اليگزئيءَ وٽ موڪليندي هئس.“

اڄ ليڊملا ماءُ کي نرالي نظر آئي ـ وڌيڪ سادي،

وڌيڪ ويجهي.

ڇوڪرو وانهن ڪٺي آيو،

ليڊملا چيو، ”سربوزا، اچ ته تنهنجي هن سان واقفيت ڪرايان. هي ءَ آهي نلوونا، ان مزدور جي ماءُ جنهن کي ڪالهه جلاوطنيءَ جي سزا ملي.“

سربوزا ماءُ اڳيان نوڙيو ۽ هن جي هٿ کي زور ڏنائين. تنهن کان پوءِ هو ماني کڻي آيو ۽ ميز وٽ ويهي رهيو. ليڊملا ماءُ تي زور آندو ته هوءَ ته ستائين وٽس رهي جيستائين ان ڳالهه جو پتو لڳي سگهي ته پوليس اليگزنيءَ جي گهر کي اچائين گهمرو ڇو ڪري ويئي هئي.

ليڊملا چيو، ”هو شايد تنهنجي لاءِ ترسيا ويٺا هجن. مون کي پڪ آهي ته هو توکان پڇا ڳاڇا ضرور ڪندا.“

”ڀلي ڪن. جيڪڏهن مون کي گرفتار ڪيائون تڏهن به ڪو هرج ناهي. مان صرف چاهيان ٿي ته پاشا جي تقرير ورهائجي وڃي.“

”سڀاڻي تائين شهر ۽ پسگردائيءَ ۾ ورهائڻ جيترين ڪاپيون ڇپجي وينديون. ڪن ڳوٺن لاءِ به شايد تيار ٿي وڃن. تون ننشا کي سڃاڻين؟“

”ضرور.“

”ته هن وٽ به ڪاپيون کڻي وڃ.“

ڇوڪرو اخبار پڙهي رهيو هو، تنهن ڪري هن جو ڌيان هنن جي ڳالهين ۾ نه هو. تڏهن به هن رکي رکي اخبار سان منهن ڪيو ماءُ ڏانهن نهاري مرڪيو ٿي.

اچانڪ دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿي. ليڊملا سربوزا کي دروازو کولڻ لاءِ چيو. ڊاڪٽر اندر گهڙي آيو. هن اندر گهڙي چيو، اليگزني گرفتار ٿي ويو. ۽ نلوونا، تون هتي؟ تون سندس گرفتاريءَ وقت گهر ڪانه هئينءَ؟“

ماءُ ورائيو، ”نه، مون کي گهران ڪيو ڇڏيو هئائين.“

ڊاڪٽر چيو، ”ڪن ماڻهن پاويل جي تقرير جون پنج سئو ڪاپيون ڪيون آهن. ڇڱيون لکيل آهن. اهي شهر ۾ چنبڙائڻ ٿا چاهين. مان ان جي برخلاف آهيان. شهر ۾ ڇپيل ڪاپيون ڪم آڻڻ کپن، ۽ اهي ڳوٺن ۾ موڪلڻ کپن."

ماءُ چيو، ”اهي مون کي آڻي ڏي. مان نتاشا وٽ کڻي ويندس."

ماءُ چاهيو ٿي ته پاويل جي تقرير جيترو جلد جيترن گهڻن ماڻهن تائين پهچي سگهي اوترو جلد اوترن ماڻهن تائين پهچائڻ کپي. هن جي خواهش هئي ته پاشا جي تقرير هرهنڌ ڇانئجي وڃي. هوءَ ڊاڪٽر جي منهن تي نظر کپائي هن جي جواب جو انتظار ڪرڻ لڳي.

”هينئر ذري گهٽ ٻارنهن ٿيا آهن. گاڏي ٻه وڳي پنجين منٽن تي ڇٽندي ۽ سوائين پنجين ٻجي اتي پهچندي. مان سمجهي نٿو سگهان ته ان حالت ۾ توکي وڃڻ کپي يا نه. مون کي ان ۾ خطرو ٿو نظر اچي."

”ڇا جو خطرو؟" ماءُ پڇيو.

”تون اليگزنيءَ جي گرفتار ٿيڻ کان اڳ گهر ڇڏي وئينءَ، وري ڪارخاني ۾ پنهنجيءَ ”پائنٽيءَ" ماستريائي وٽ وڃي نڪتينءَ ۽ پاويل جي تقرير ماڻهن جي هٿن ۾ آئي، اهي حقيقتون گڏجي ڪٿي توکي آهيءَ ۾ نه اڙائين."

”مان سڀاڻي اچي جيڪڏهن گرفتار ٿيس ۽ مون کان پڇا ڳاڇا ڪيائون ته چونديس ته مان سوزوو سان ڏٺو ڪورٽ مان هن جي بستيءَ ۾ ويئي هوس. نتاشا وٽان ٿيندي سوزوو کي منهن ڏيکاريندي ايندس. سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو."

ماءُ جي اهڙي زبردست خواهش ڏسي ڊاڪٽر چيو، ”چڱو ڀلي وڃ."

ليڊملا ڪجهه نه ڪڇيو.

ماءُ چيو ”اوطن جيترو سمجهو اهڙو ٿا رکو ايترو پنهنجو

لڳا رکو.“ هن جي دل خوشيءَ مان ٽپا ڏيئي رهي هئي.

ڊاڪٽر ماءُ کي رد عمل ڏيندي چيو، ”ائين نه آهي. اسان پنهنجي به اون رکندا آهيون، رکڻ ئي پوندي آهي. اسين انهن ماڻهن جي گهٽتي نه ڪندا آهيون. جهڙي پنهنجي طاقت هوندي آهي، تنهن پڄاڻان تڪرير جون ڪاپيون توکي اسٽيشن تي پهچي وينديون. هاڻ تو خوش آهين نه؟“ ائين چئي ڊاڪٽر هليو ويو.

ليڊملا ماءُ جي پرسان اچي چيو، ”تون اعليٰ عورت آهين. مان توکي چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿي. مون کي به هڪ پٽ آهي، هن جي عمر ٽيرنهن ورهه آهي. هو پنهنجي پيءُ وٽ رهندو آهي جو سرڪاري وڪيل آهي. منهن جي پٽ جو ڇا ٿيندو؟“ هن جو آواز ڏڪڻ لڳو؛ ”هو عوام جي دشمن وٽ نپائجي رهيو آهي. ڪٿي هو به عوام جو دشمن ته نه بڻجي پوندو؟ اُن طرح هو منهنجو به دشمن ته نه ٿي پوندو؟ هو مون وٽ رهي نٿو سگهي. مان بدليل نالي سان رهان ٿي. مون گذريل اٺن سالن کان هن کي نه ڏٺو آهي، پورين اٺن سالن کان.“ هن لنبو ساهه کنيو ۽ پنهنجي ڳالهائڻ جو سلسلو جاري رکندي چيائين، ”هو مون وٽ هجي ته مون کي جيڪر وڏيڪ شڪتي پڙهي. نلووتا، تون خوشنصيب آهين. ماءُ پٽ ڪلهو ڪلهي ۽ ملائي سا ڳئي مقصد لاءِ لڙي رهيا آهيو.“ هن پهرِ ڊگهو ساهه کنيو.

”مان سچ پچ خوش نصيب آهيان جو مون کي پنهن جي پٽ جو آواز پين تائين پهچائڻ جو موقعو ٿو ملي. اهو ڄڻ ڪويا منهنجي پنهنجي آتما جو آواز آهي.“

ماءُ جذبي ۾ اچي چوندي ويئي، ”ڌرتيءَ تي نئون ڏڻي پيدا ٿي ويو آهي. ۽ اهو ڏڻي آهي عوام سڀ ڪجهه هر ڪنهن لاءِ، هرڪو سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ. هر ڪنهن کي ڀرپور زندگي بسر ڪرڻ جو موقعو ملندو. توهان سڀ ڪامريڊ آهيو، هڪ ٻئي جا رشتيدار آهيو، درحقيقت هڪ ئي ڌرتيءَ جو اولاد آهيو. مون کي ايندڙ جنگي سمي جا آثار صاف ڏسڻ ۾ ٿا اچن.“

ماءُ ليڊولا کي ڀڪي پاڪر پاتو ۽ هلڪو ٽهڪ ڏنائين. جڏهن ٻنهي هڪ ٻئي کان ڇڏايو تڏهن ليڊولا چيو "توسان خير ته آهي نه؟"

"بلڪل مان هرطرح تازي تواني آهيان."

## ( 39 )

ماءُ ٻاهر رستي تي آئي ته سخت ٿڌي هوا لڳي رهي هئي. هن لاءِ ساهه کڻڻ ٻي مشڪل ٿي پيو. هڪ هنڌ ترسي هن هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. ماڻهون پنهنجن ڪمن جي ڪارڻ ۾ سراڪائي گهمي رهيا هئا. هن جي اکيان اڳيان هڪ سياهي پکڙندو ٿي ويو.

"سولجر ضرور ڪنهن دڪان تان ڪجهه خريد ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هوندو." ائين سوچي ماءُ پنهنجي راهه تي اڳتي وڌڻ لڳي. ريل گاڏيءَ جي اچڻ کان ڪجهه اڳ هوءَ اسٽيشن تي پهچي وئي.

ٿرڊ ڪلاس ويٽنگ روم ۾ ماڻهن جي ڪافي پيڙ هئي. انهن مان گهڻا مسافر ٿي ڏٺا. ڪي ٿڌ کان بچڻ لاءِ ائين ئي اتي اچي ويا هئا. ماڻهو ڳالهيون ٻولهيون ڪري رهيا هئا. ڪي چانهه جو ۽ ڪي سوڊا جو مزو وٺي رهيا هئا. ڪٿان ٺوڪن جو آواز به گونجي ٿي اٿيو. ماڻهن جي سڄن مٿان دونهون ئي دونهون هو. تماڪ ۽ ٻيڙيءَ جي باس مان ڪمرو ڀريو پيو هو.

ماءُ دروازي وٽ وڃي گاڏيءَ جو انتظار ڪرڻ لڳي دروازو کليو ٿي ته ٿڌي هوا سندس بدن کي ڇيڙيندي اڳتي وڌي ٿي وئي. رڪي رڪي کانئس ٿڌو ٺوڪارو نڪري ٿي ويو.

اچانڪ ڇوڪري جي ٻيگ هٿ ۾ کڻي هڪ نوجوان اتي آيو. هو سڌو ماءُ وٽ ويو ۽ چيائين، "تون ماسڪو وڃي رهي آهين؟"

"ها" ماءُ جواب ڏنو.

هن پنهنجي بيگ ماڻ جي پرسان رکي. وڏيڪ ڪي چوڻ کان سواءِ سگريٽ دکانَ دروازي کان ٻاهر نڪري ويو. ماڻ چمڙي جي بيگ کي سنڀو ڪري رکيو ۽ ان تي نگاهون رکي آس پاس جي ماڻهن تي نظر وڌائين. هن کي هڪ ڪي قدر ڏٿل مهانڊو نظر آيو. اهو شخص به ڏانهنس ڏسي رهيو هو. هن جو ائين ڏسڻ ماڻ کي کٽڪيو.

ماڻ سوچيو، "هن کي ڪٿي ڏٺو اٿم،" وري هن نوجوان ڏانهن نهاريائين. هو هڪ هٿ ڪوٽ جي کيسي ۾ وجهي ۽ ٻيو هٿ ڪوٽ هيٺان لڪائي اک ٻيٽ سان کيس تڪي رهيو هو. ماڻ هڪ بينچ جي پرسان نهايت خبردار ٿي ويهي رهي. هوءَ اندر ئي اندر ڏڪيو ڊڄي رهي هئي. ماڻ کي سمجهڻ ۾ دير نه لڳي ته سندس پيڇو ٿي رهيو هو.

هن جي دل ۾ ويچار پيدا ٿيو، "ڇا بيگ ڇڏي هلي وڃان؟"

وري ويچار آيس، "بيگ ڪٿي ڀڄي وڃان؟"

هن پنهنجي طاقت برقرار رکڻ لاءِ پاڻ تي ڦٽڪار وڌي، "توکي شرم اچڻ کپي هن طرح ڊڄڻ تي." ٿوري همت اچڻ تي، ان ساهس کي سنڀالڻي رکڻ لاءِ دل ئي دل ۾ دهرايائين، "پنهنجي پٽ جي بيعزتي نه ڪر. هو ته ڪڏهن به نه ڊڄندو آهي."

ماڻ ڏٺو ـــ جاسوس هڪ ڇوکر ريلوي پوليس واري کي سڏي ڏانهنس اشارو ڪري هن کي ڪي چئي رهيو. ريلوي سپاهي سلام ڪري هليو ويو. جاسوس ٻئي هڪ سپاهيءَ کي سڏ ڪيو ۽ هن کي ڪن ۾ ڪي چيائين. اهو ٻيو سپاهي پيدل هو. هن جاسوس ڏانهن ڪنڌ لوڏيو ۽ ماڻ واري بينچ ڏانهن وڌيو. جاسوس غائب ٿي ويو. پيدل سپاهي آهستگيءَ سان ماڻ ڏانهن هلندو آيو. ماڻ ڪرونڊڙي ٿي ويئي. هوءَ ڏڪي رهي هئي. "رکو مون کي مارين نه، مارين نه."

پوڙهو سپاهي هن جي پرڀان اچي بيٺو. ماءُ منهن مٽي ڪري هن ڏانهن نهاريو.

”پوڙهي اچي ٿي آهين،“ سپاهيءَ چيو، ”تنهن هوندي به ايمان چوري ٿي ڪرين؟“

ماءُ کي ائين ڪرڻ لڳو ته اهي لفظ نه هئا، چماٽون هيون جي سندس منهن تي زور سان وڄي رهيون هيون.

ماءُ زوردار آواز ۾ چيو، ”مان چور نه آهيان. تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين.“

ماءُ پنهنجي بيگ کولي ۽ ان مان پاويل جي تقرير جي پترن جو ٿهو ڪڍيائين ۽ اُٿي بيهي هوا ۾ لوڏي وڏي واڪي چيائين، ”ڏسو، سڀ ماڻهو!“ سندس رڙين تي ماڻهو مڙي آيا. هوءَ چوندي رهي، ”ڪالهه عوام دوست قيدين تي مقدمو هلايو ويو هو. هنن ۾ منهنجو پٽ ولاسوو به هو. هن جيڪا تقرير ڪئي سا هيءَ آهي — مان ان تقرير جون ڪاپيون ڪٺي ٿي وڃان جيئن ماڻهو پڙهن ۽ سچ بابت سوچ ويچار ڪري سگهن.“

هن ٿهو هوا ۾ اڇلايو. ماڻهو همٿ ڪس ڪري پترا پنهنجن ڪوٽن ۽ قميصن ۾ لڪائيندا رهيا. ماڻهن جي ان اتساهه مان ماءُ جي ڪافي همت افزائي ٿي. هوءَ چوندي رهي، ”ان تقرير لاءِ منهنجي پٽ ۽ هن جي سائين کي سزا ڏني ويئي. ماءُ جي دل تي وشواس رکو، هن جي اچن وارن تي پٽ ڪريو. ڪالهه هنن کي سزا ان لاءِ ڏني ويئي ڇاڪاڻ ته هنن ماڻهن کي سچ جو سنديش ٿي سڻايو.“

ماڻهن جو انبوهه وڌندو ويو. هو چپ چاپ ماءُ کي ٻڌندا رهيا.

ماءُ چوندي رهي، ”غريبي، بک ۽ بيماري — اهي چيزون ٿي ماڻهن کي ملن ٿيون، صبح کان رات تائين، خون پسينو هڪ ڪرڻ بعد به. اهڙي زندگي اسان کي چوري ڪرڻ، خراب ٿيڻ لاءِ مجبور ٿي ڪري، ۽ مفت خور سرمايدار عيش آرام جي

زندگي بسر ڪري رهيا آهن. حڪومت، ملٽري ۽ پوليس جي مدد سان سماج جو هو بي انصافيءَ تي ٻڌل ڍانچو محڪم ۽ محفوظ رکڻ ٿي چاهي. جيڪي ان جي مخالفت ٿا ڪن تن کي جيل ۾ وڌو ٿو وڃي، جلاوطن ڪيو ٿو وڃي، متن جاسوسي ڪئي ٿي وڃي، سندن پٺ ورتي ٿي وڃي."

"هري نيوا!" پوليس وارن ماڻهن کي ٻري ڪندي پڪاريو.

ماڻهن سرڪي هنن کي جاءِ ڏني. جيڪي ماڻهو ماءُ جي ڀرسان بيٺا هئا تن کيس چيو، "پنچ تي ٿي وڃ."

"مون کي جلد گرفتار ڪيو ويندو. ان جي ضرورت ڪانهي."

"ٽڪڙو چئه. پوليس وارا وڌندا ٿا اچن."

"ايماندار ماڻهن جو ساٿ ڏيو، جيڪي غريبن کي صحيح صلاح ڏيئي رهيا آهن. شاهوڪارن ۽ سرڪار سان ٺاهه نه ڪريو. طاقتور جي طاقت اڳيان نه نوڙو. توهان پنهنجي زندگي جا مالڪ مختيار آهيو. هنن اوهان کي جڪڙي رکيو آهي ۽ اوهان جن آتمائن کي ڌاڙو هنيو آهي. اوهان کي اوهان کان سواءِ ٻيا ڪي دوست نه آهن - اهي لفظ مزدورن جا صحيح دوست مزدورن ڪي چوندا آهن. اهي لفظ بي ايمان ۽ دوکيباز چئي نه سگهندا."

پوليس وارا اڳتي وڌندا آيا. "هري نيو، ڇڙوڇڙ ٿي وڃو."

"بس، تنهنجي بيگ وارا پترا خلاص ٿي ويا."

"نه، وٺو! سڀ وٺو!" ماءُ پترن جا ٿها هوا ۾ اڇلائيندي رهي. ماڻهو جهٽيندا رهيا. ماءُ چوندي رهي، "منهنجي پٽ جا لفظ هڪ اهڙي ايماندار مزدور جا لفظ آهن جنهن پنهنجي آتما اجهان تائين نه وڪي آهي. انهن کي پڙهو، انهن تي وشواس ڪريو ۽ انهن جي مدد سان بهتر، خوشحال زندگيءَ ڏانهن وڌو!"

اوچتو ڪنهن کي ڇاتيءَ وارو ڌونڌشو لڳو. ماءُ پنچ تي ڪري پئي پوليس وارا ماڻهن کي به مارڻ ڪٽڻ لڳا. ماءُ جي اکين

اکيان اولده چالنجي ويئي ۽ هن جو سر ٽڪرائڻ لڳو. تڏهن به هن پنهنجي سموري طاقت لڳائي، پنهنجي ٽڪ ٽي غالب پئجي چيو، "ساٿيو، پنهنجي الڳ الڳ شڪتيءَ کي يڪمشت ڪريو!"

هڪ پوليس واري ماءُ جي ڪالر ۾ هٿ وجهي، ان کي ڇڪيندي چيو، "خاموش رهه."

ماءُ جي پٺي پٿ سان وڃي لڳي. ماءُ ٿڪ ساٿين کي سڏ ڪاريو، "ڪنهن ڪان نه ڊڄو! ڪي به سور سختيون اوهان جي روزمره جي ڏکن ڏاڪڙن کان وڌيڪ نه آهن."

پوليس واري رڙ ڪئي، "خاموش، پڊي عورت!"

جاسوس ماءُ کي زوردار چماٽ هڻي ڪڍي.

ساٿين شور مچايو.

"هن کي مارڻ جي جرات نه ڪريو!"

ساٿين جي رڙين جي پرواهه نه ڪري پوليس وارا ماءُ کي ماريندا رهيا. ماريندا گھمندا هو هن کي دروازي ڏانهن وٺي ويا. ماءُ دروازي کي جهلي چيو، "توهان خون جي سمندر ۾ سچ کي بوڙي نٿا سگهو."

هنن ماءُ کي وري ڌڪ هنيا.

"بيوقوفو! اوهان صرف پاڻ لاءِ ڪاوڙ جو انبار جمع ڪندا ٿا وڃو. ڪنهن ڏينهن اهو اوهان مٿان ئي ڪڙڪندو!"

ڪنهن هن جي ڳچيءَ کي جهليو ۽ هو هن کي گهوگهو ڏيڻ لڳو.

"اوهان بدنصيبو؟..."

## اداري جا ويجهر ايندڙ ڪتاب

| | |
|---|---|
| ١- عورت ۽ قومي آزادي جا انقلاب | آزاد قاضي |
| ٢- ڌرتي دين ڌرم (شاعري) | ابراهيم 'منشي' |
| ٣- منهنجي ڪهاڻي (جلد ٻيو) | جواهر لال نهرو |
| ٤- سنڌ ڪهاڻي (تاريخ) | ڪيول ملڪاڻي |
| ٥- ٻڪ، عشق ۽ ادب (آتم ڪٿا) | موهن ڪلپنا |
| ٦- ڳوندر ويندا گذري (شاعري) | ابراهيم 'منشي' |

# اداري وٽ موجود ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- | مکڙيون ماڪ ڦڙا | مير محمد پيرزادو | 12-00 |
| ٢- | مٺي هاڻا ماڻهو | / عبدالواحد آريسر (ڇپو ڇپائي هيٺ) | |
| ٣- | ماڻهو ميگهه ملهار | عبدالواحد آريسر | 15-00 |
| ٤- | تاريخ مونکي بي ڏوهي قرار ڏيندي | فيڊرل ڪاسترو / انور | 25-00 |
| ٥- | عظيم انقلابي عورتون | / تاج جويو | 20-00 |
| ٦- | ڦاسيءَ جي ڇانوَ ۾ | جولس فوچڪ | 25-00 |
| ٧- | پاڪستان ۾ قومي سوال | امداد چانڊيو | 25-00 |
| ٨- | فلسفي جو ابتدائي ڪورس | / محمد ابراهيم جويو | 50-00 |
| ٩- | ترقي جو غيرسرمائيداراڻو رستو | لعل چارڻ | 12-00 |
| ١٠- | سوشلزم ماضي حال مستقبل | / امداد چانڊيو | 10-00 |
| ١١- | سوويت جمهوريت اصول ۽ عمل | چرننڪو | 15-00 |
| ١٢- | انقلاب جو فلسفو | جمال ناصر/ سرمد سيد | 15-00 |
| ١٣- | قومپرستي، نظريو ۽ پاليسي | آ گاسٽيف | 12-00 |
| ١٤- | چنا ڳانگ جا عظيم انقلابي | / سروان | 22-00 |
| ١٥- | چي گويرا جي ڊائري | / يوسف سنڌي | 50-00 |
| ١٦- | مظلوم قومن جو مستقبل | ڄام ساقي | 25-00 |
| ١٧- | پيغام لطيف | جي. ايم. سيد | 45-00 |
| ١٨- | انقلاب جي واٽ | ابو جبران | 30-00 |
| ١٩- | سنڌ جون انقلابي عورتون | آزاد قاضي | 25-00 |

| | | |
|---|---|---|
| ٢٠- بين الاقوامي انقلاب جو رام عمل | سنڌيڪار/رشيد ڀٽي | 30-00 |
| ٢١- ويٽنامي ڪهاڻيون | رسول بخش پليجو /نجم عباسي | 25-00 |
| ٢٢- لينن جي انقلابي ڪهاڻي | /نجم عباسي | 40-00 |
| ٢٣- سنڌ جي بمبئي کان آزادي | جي. ايم. سيد | 27-00 |
| ٢٤- پروسترائيڪا | ميخائل گورباچوف / گهنشام پرڪاش | 80-00 |
| ٢٥- تاريخ انسان انصاف ڪندي | گل محمد جکراڻي | 20-00 |
| ٢٦- فڪر جي آزادي | سنڌيڪار/محمد ابراهيم جويو | 50-00 |
| ٢٧- نئين سنڌ لاءِ جدوجهد | جي. ايم. سيد | 62-00 |
| ٢٨- الهامي آواز | خليل جبران/مسعود جمالي | 17-00 |
| ٢٩- پيءُ جا ڌيءَ ڏي خط | جواهر لال نهرو/ پرويز | 25-00 |
| ٣٠- ڏاهون ڏک ڏسن | افلاطون گل | 45-00 |
| ٣١- بغاوت | خليل جبران/يوسف سنڌي | 20-00 |
| ٣٢- چار گهڙيون چمن ۾ | احمد علي رند | 27-00 |
| ٣٣- ڏونگر منجهه ڏيئو | بورس پوليوائي/پرويز | 80-00 |
| ٣٤- شاهه – سچل – سامي | محمد ابراهيم جويو | 35-00 |
| ٣٥- منهنجي ڪهاڻي | جواهر لال نهرو | 88-00 |
| ٣٦- غدار | ڪرشن چندر/ ولي رام ولڀ | 25-00 |
| ٣٧- انسان زنده رهندا آهن | لعلي خالد سنڌي | 35-00 |
| ٣٨- ماءُ | ميڪسم گورڪي | 52-00 |

روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، P.O ڪنڊيارو

— گورڪي نه صرف سوويت روس جو، بلڪ دنيا جو اعليٰ انقلابي اديب ٿي گذريو آهي. هو ننڍي عمر ۾ ئي يتيم ٿي پيو ۽ محنت مزدوري ڪري پيٽ پاليندو رهيو. گهرو نوڪر ٿي رهيو، دڪان تي ملازم ٿي رهيو، ٻيڙيءَ تي مزدور ٿي رهيو، ڪهورڙيو، باغبان، نانوائي ٿي رهيو ۽ آخر ڪارخاني ۾ مزدور ٿي رهيو. مزدور طبقي سان ساٿ ڏيندي جيل ۾ ويو ۽ جلاوطن رهيو. جڏهن لکڻ شروع ڪيائين ته جهٽ پٽ مشهور ٿي ويو، ڇاڪاڻ ته سندس ادب ۾ تازگي، قوت ۽ نواڻ موجود هئي. ذاتي تجربن ۽ ويجهائي کان ڏٺل وائٺل زندگيءَ جا چٽ چٽيندي، هو ٽالسٽاءِ ۽ چيخوف جهڙن اعليٰ ساهتڪارن کان گوءِ کڻي ويو.





# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان سورھ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488